# شاهہ ڪريم جو ڪلام

(وڏايل ۽ سنواريل)

ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو
1995ع

Roshni Book No. 99

# شاهه ڪريم جو ڪلام

ليکڪ: ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

ودايل ۽ سنواريل ايڊيشن © 1995ع
ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ: (سڪندر نقوي "جهانيان")
عبدالبرادرس، ليزر ڪمپوزنگ سسٽم، حيدرآباد سنڌ.
ڇپيندڙ: القادر پرنٽنگ پريس، رڇوڙ لائين، ڪراچي.
ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ.

ٽائيٽل ڊزائين
عبدالرسول عباسي

**SHAH KAREEM JO KALAM**

By: MEMON ABDUL MAJEED SINDHI

Composed by Abdul Brothers, Laser Composing System, Hyderabad.
Printed by Al- Qadir Printing Press, Karachi.
Published by Roshni Publication, Kandiaro, Sindh.
Revised Edition © 1995

# فهرست

فصل ٻيو



فصل ٽيون

## انتساب

استاد محترم علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي نالي!
جنهن جي نگرانيءَ ۾ شاهه ڪريم جي ملفوظات بيان العارفين (سنڌي)
تي تحقيق ڪري، پي.ايڇ.ڊي. جي ڊگري حاصل ڪيم.

ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

# نئين ايڊيشن لاءِ ٻه اکر

خدا جي فضل سان "ڪريم جوڪلام" جو پهريو ايڊيشن به جلد ختم ٿي ويو. ڪيتري وقت کان ان جي گهرَ ٿيندي پئي رهي، انهيءَ ڪري هي ٽيون نئون ايڊيشن، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو نئين سر ڪمپيوٽر تي ڪپوز ڪرائي ڇپائي پڌرو ڪري رهيو آهي، جنهن لاءِ محترم علي نواز گهانگهرو صاحب بيشڪ ڪيرون لهڻين.

هن ايڊيشن ۾ ڪيترائي سڌارا ۽ واڌارا ڪيا ويا آهن، خاص طرح سان پويون حصو وڌايو ويو آهي، جيڪو پهرين ايڊيشن ۾ ڪونه هو. هن حصي ۾ انهن شخصيتن، شهرن، ڳوٺن، ماڳن ۽ مڪانن جو تعارف پيش ڪيو ويو آهي، جن جو ذڪر شاه ڪريم جي ملفوظات، "بيان العارفين" ۾ آيو آهي؛ نه فقط ايترو پر آخر ۾ شاه ڪريم، قاضي قادن ۽ ٻين شاعرن جا بيت پڻ الڳ ڪري، سلسلي وار ڏنا ويا آهن، ته جيئن بيتن پڙهڻ ۾ سهولت ٿئي. انهن خصوصيتن جي ڪري، هي ايڊيشن بلڪل نئون نظر ايندو.

پياري شاگرد بدر ڏامراهه جا لک لائق، جنهن مسعودي جي آخري حصي جي نقل ڪرڻ ۽ پروفن پڙهڻ ۾ ساٿ ڏنو.

دُعا آهي، ته الله تعاليٰ ڪتاب جي هِن نئين ڇاپي کي محققن، شاگردن ۽ سنڌي ادب سان پيار رکندڙ پڙهندڙن ۾ مقبول بنائي.

لاڙڪاڻو - سنڌ
8 مارچ 1994ع

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

# ٻه اکر

شاهه ڪريم جي فڪر، تعليم ۽ بيتن بابت "ڪريم جو ڪلام" جي نالي سان راقم الحروف جو ڪتاب 1963ع ۾ ڇپيو هو ۽ ٿوري ئي وقت ۾ ختم ٿي ويو هو. ان کان پوءِ ان جي ٻئي ڇاپي ڇپائڻ جي تقاضا ٿيڻ لڳي، پر مون ان کي نئين سر سڌارڻ ۽ وڌائڻ ضروري سمجهيو. هوريان هوريان اهو ڪم ٿي رهيو هو، ته سنڌي زبان ۽ ادب ۾ پي. ايچ. ڊي ڪرڻ جو موقعو مليو. هن ڊگريءَ لاءِ مون شاهه ڪريم جي ملفوظات "بيان العارفين سنڌي جي ترتيب ۽ اُپٽار" جو عنوان منتخب ڪيو. انهيءَ سلسلي ۾ بيان العارفين سنڌي ۽ فارسي جا قلمي نسخا نظر مان گذريا.

هي ڪتاب، پي .ايچ. ڊي جي ڊگري لاءِ لکيل ڪتاب جي روشنيءَ ۾ سڌاريو ۽ وڌايو ويو آهي. ايتري قدر جو هي هڪ نئون ڪتاب ٿي پيو آهي. هن جو مقدمه وڌيڪ جامع آهي، جنهن ۾ ڪيترين ئي ڳالهين جي وضاحت موجود آهي. متن ۾ شاهه ڪريم جا بيت نئين سر سڌاري ڏنا ويا آهن، ۽ حاشيءَ ۾ مختلف قلمي ۽ ڇاپيل نسخن جون پڙهئيون ڏنيون ويون آهن. اپٽار واري ڀاڱي ۾ لفظن جي معنيٰ ۽ شرح به نئين رنگ ۽ ڍنگ سان پيش ڪئي وئي آهي. انسان خطا جو گهر آهي، ڀل چڪ جو امڪان رهي ٿو. جيڪڏهن ڪا ڪوتاهي نظر اچي ته آگاه ڪندا.

آخر ۾ آءٌ استاد محترم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جو ٿورو مڃڻ پنهنجو فرض ٿو سمجهان، جنهن لفظن جي معنائن ۾ مدد ڪئي. ان سان گڏ سيد محمد مظهر سلطان بخاري جو به شڪر گذار آهيان، جنهن هن ڪتاب جي پروفن پڙهڻ ۽ عبارت کي صحيح صورت ۾ ڇپڻ جو ڪم سر انجام ڏنو.

لاهوري محلو، لاڙڪاڻو
10 آڪٽوبر 1976ع

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

### فصل پهريون

# سوانح حيات

**حسب نسب**

حضرت شاه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو، متعلوي (متياري) ساداتن جي خاندان مان هو. هن خاندان جو وڏو ڏاڏو اَصل هرات جو وينل هو. سندس نسب جو سلسلو امام موسيٰ ڪاظم سان وڃي ملي ٿو، جيڪو هن طرح آهي:

سَيد عبدالڪريم شاه بن سَيد لعل محمد شاه عرف لَله شاه بن سَيد عبدالمومن عرف مينهه شاه بن سَيد هاشم شاه بن سَيد حاجي شاه (١) بن سَيد جلال محمد عرف جرار شاه بن سَيد شرف الدين شاه بن سَيد مير علي شاه بن سَيد حيدر شاه بن سَيد مير علي شاه بن سَيد يوسف شاه بن سَيد حسين شاه بن سَيد ابراهيم بن سَيد علي الجواري بن سَيد حسن الاڪبريٰ بن سَيد جعفر ثاني بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق (٢)

”سَيد علي الجواري“ شيراز ۾ رهندو هو. ”سَيد ابراهيم شاه“ ۽ ”سَيد حسين شاه“ بہ شيراز ۾ رهيا. ”سَيد يوسف شاه“ شيراز مان لڏي اَچي ترمذ ۾ وينو. ”سيَد علي شاه“ ۽ ”سيَد حسين شاه“ ترمذ ۾ رهيا. سيَد محمد شاه ترمذ ۾ بہ رهيو، تہ شيراز ۾ بہ رهيو. ”سيَد حيدر شاه“ هرات ۾ اچي رهيو. (٣)

---

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽي ”شاه ڪريم جو ڪلام“(ص ١ ڪان ٥) ۾ سيَد امير علي بن سيَد محمد تائين شجرو ڏنو آهي، جنهن ۾ ”سيَد حاجي شاه“ جو نالو ڪٽل آهي. مرزا قليچ بيگ جي ڏنل شجري ۾ سيَد حاجي شاه جو نالو ڪٽل آهي. (رسالہ ڪريمي ص- ٢).

(٢) مير عبدالحسين سانگي: لطائف لطيفي، مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، پيٽ شاه ثقافتي مرڪز، ١٩٦٧ع، ص ١٧.

(٣) مير عبدالحسين سانگي: لطائف لطيفي، مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز، ١٩٦٧ع، ص- ١٧ حاشي.

## سندن وڏن جو سنڌ ۾ اچڻ

مٿين بيان مان معلوم ٿيندو، تہ شاه ڪريم جا وڏا پهريائين شيراز ۽ ترمذ ۾ رهندا هئا. "سيّد حيدر شاه" لڏي اچي هرات ۾ وينو. ان ڪانپوءِ سيّد حيدر شاه جا پونير هرات مان لڏي سنڌ ۾ ڪيئن آيا، اهو احوال هن طرح آيو آهي:

"امير تيمور جڏهن ايران ۽ توران هٿ ڪري ٢ لک، ٦٢ هزار، ٣ سو (۴) لشڪر سان هرات (۵) تي چڙهائي ڪئي، تڏهن سيّد مير علي سندس خدمت ۾ لشڪر جي تعداد جيترا روپيہ نذر رکيا. تيمور مٿس ايڏو راضي ٿيو، جو انعامن اڪرامن ڪانسواءِ سندس پٽن مان مير عبدالباقيءَ کي اجمير، مير عبدالواحد کي ملتان، مير عبدالرزاق کي بکر ۽ مير ابوبڪر کي سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪيائين. سيّد صاحب جي ڇهين فرزند حيدر شاه پنهنجي پيءُ سان گڏ امير تيمور ساڻ همرڪاب ٿي رهڻ جي خواهش ڏيکاري، جا امير قبول ڪري، ڪين هندستان وٺي آيو. (١) مير حيدر جلدئي پائرن سان ملاقات ۽ سير سفر جي خيال کان اجازت وٺي اتي نڪتو، ۽ گهمندو ڦرندو سنڌ ۾ آيو. (٢) جڏهن هالا ۾ آيو، تہ شاه محمد پٽ دريا خان هالي جي حويليءَ

(۴) لشڪر جي تعداد ۾ وڏاءُ آهي. تاريخ موجب سمورو لشڪر ٩٢ هزار هو. (شاه ڪريم جو ڪلام: ڊاڪٽر دائود پوٽو، ص- ٩٢).

(۵) ابن حوقل ۽ مقدسي جي بيان مطابق "هرات" هڪ وڏو شهر هو، جنهن ۾ هڪ قلعو هو ۽ شهر جي چوڌاري فصيل هئي، جنهن ۾ چار دروازا هئا. مغلن جي ڪاهن تائين شهر جي رونق ۾ ڪوبہ فرق نہ آيو. "مستوفي" جي بيان مطابق ١٢ صدي عيسويءَ ۾ غوري خاندان جي حڪومت جي زماني ۾ هرات پنهنجي انتهائي عروج کي پهتو. اُن وقت شهر جي بازارين ۾ ١٢ هزار دوڪان، ٦ هزار حمام ۽ ٦٠٨ مدرسا هئا. ۽ ان ۾ چار لک ۴۴ هزار آبادي رهندڙ هئي. (جغرافيہ خلافت مشرق: جي- لي- اسٽرينج. اُردو ترجمو، محمد جميل الرحمان، ص- ٦٢۵ کان ٦٢٨ تائين).

معلوم ٿئي ٿو، تہ شهر جي رونق ۽ علمي ڪشش، شاه ڪريم جي وڏن کي "هرات" ۾ آندو. امير تيمور هرات تي پهريائين سنہ ١٣٨١ع ۾ قبضو ڪيو. هن شهرين تي ايڏو وڏو ڏن وڌو، جو شهري تباه حال ٿي ويا.

(A literary History of Persia: Browne, 1956, P.P, 185-86)

(١) تاريخ ۾ انهيءَ مقرريءَ جو ڪو ڏس پتو ڪونہ ٿو ملي. تاريخ پڌائي ٿي، تہ امير تيمور پنهنجي پوٽي "پير محمد" کي سنہ ٧٩۴ هہ (١٣٩١ع) ۾ ٺٽور هنڌ جو والي مقرر

جي سامهون گهر ڪري ويهي رهيو. شاه محمد هالي سندس خاطر خواه خدمت ڪئي. ڪجهه وقت رهڻ ڪانپوءِ اتي جي حاڪم مير محمد هالن جي ماٺهن تي ٥٢٥ روپيه ڏنڊ رکيو، جنهنڪري هو ويچارا ڏاڍا اچي ششدر ٿيا. سيد حيدر کي قياس اچي ويو ۽ ساري رقم پنهنجي هڙان ڀري، غريبن جي جند ڇڏايائين. شاه محمد هالو ڏاڍو متاثر ٿيو، ايتري قدر جو سيد صاحب کي هميشه رهائڻ لاءِ سنگ جي آڇ ڪيائين. سيد صاحب سندس آڇ قبول ڪري، سندس نياڻي بي بي فاطمه سان نڪاح ڪيو. جيئن ته سيد صاحب جي والده جو نالو بي بي فاطمه هو، تنهنڪري سندس نالو مٽائي بي بي سلطانه رکيائين. هڪ سال ٥ مهينا (٣) سنڌ ۾ رهڻ ڪانپوءِ اوچتو پنهنجي والد جي وفات جو ٻڌي هرات وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. ان وقت سندس گهر واريءَ کي اميد واري هئي، جنهنڪري اڪيلو وڃڻو پيس. وڃڻ وقت پنهنجي گهر واريءَ کي ٽي شيون نشانيءَ طور ڏنائين: منڊي، جنهن تي سندس نالو لکيل هو، جڙادار خنجر ۽ هڪ ٻانهي، جا هرات کان آندي هئائين. ان سان گڏ وصيت ڪيائين ته. ”جيڪڏهن پٽ ڄمي ته نالو ”مير علي“ رکجوس، پر جي نياڻي ڄمي ته ڏاڏهنس وارو نالو رکجوس“.

هرات پهچڻ ڪانپوءِ گهر واريءَ کي خط پٽ لکندو هو. آخر سنڌ ۾

---

ڪيو. جنهنجو صدر مقام قنذار هو، ۽ پنهنجا ڪجهه امير به ان سان شامل ڪيا هئائين، مثلا: برلاس قبيلي جا امير سينهل، محمد درويش، بهلول (محمد درويش جو پٽ) ۽ قماري انياف ۽ قبيلي دوڪلات جو امير قطب الدين ۽ نايمان قبيلي جو امير تيمور خواجه آقبونما. (اردو دائره معارفِ اسلاميه. زير اهتمام پنجاب يونيورسٽي، لاهور، جلد- ٦، ص- ٩٢٤).

(٢) هندستان تي ڪاه جو منصوبو امير تيمور ١٣٩٨ع ۾ رٿيو. هن پنهنجي لشڪر جا ٽي دستا ٺاهيا. هڪ دستو پنهنجي پوٽي پير محمد جي ڪمان هيٺ ملتان موڪليائين، ٻيو پنجاب ڏانهن اماڻيائين ۽ ٽيون پاڻ سان ڪنيائين. پير محمد، امير تيمور جي اچڻ کان اڳ مئي ١٣٩٨ع ۾ ملتان تي قبضو ڪيو. امير تيمور اپريل سنه ١٣٩٨ع ۾ سمرقند ڇڏيو. وات تي ڪن انتظامي ڳالهين کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪجهه وقت ترسي پيو. آخر ١٥ آگسٽ تي ڪابل ڇڏي، سنڌو ندي پار ڪري هندستان ۾ داخل ٿيو. (شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام: ڊاڪٽر دائود پوٽو ١٩٣٧ع، ص- ١ ۽ ٢)

(٣) مير عبدالحسن سانگي (لطائف لطيفي، ص- ٢٠) ڊاڪٽر دائود پوٽو (شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام، ص- ٣)

اچڻ جو ارادو پئي ڪيائين، تہ موت مهلت نہ ڏنس ۽ ٣ سالن ۽ ٢٧ ڏينهن ڪانپوءِ هرات ۾ گذاري ويو. (٤) هرات ۾ اڳين گهر واريءَ مان ہہ پٽ: سيد محمد ۽ سيد حسن هئس، جن پيءُ واري ملڪيت پاڻ ۾ ورهائي ڪنئين.

سيد حيدر جي وڃڻ ڪانپوءِ سندس گهر واريءَ کي پٽ ڄائو، جنهنجو نالو وصيت موجب "مير علي" رکيائين. جڏهن وڏو ٿيو تہ، تيئي نشانيون پاڻ سان کڻي هرات ڏانهن اسهيو. اتي پهچڻ سان کيس معلوم ٿيو، تہ سندس والد گذاري ويو هو. ڀائرن کان ملڪيت جو حصو طلب ڪيائين، جيڪو هٺ گهڻي ڪشمڪش ڪانپوءِ ڏنس. جيڪي مليس اهو وٺي واپس وطن وريو. پاڻ سان گڏ چاچي شرف الدين کي بہ ساڻ ورتيون آيو، جنهن ڪجهہ وقت سنڌ ۾ رهڻ ڪانپوءِ وفات ڪئي. سيد مير علي سنڌ ۾ اچڻ ڪانپوءِ پنهنجي ملڪيت جا ٽي حصا ڪري، ہہ حصا وري بہ پنهنجي ڀائرن ڏانهن موڪلي ڏنا. سيد مير علي سنڌ مان ہہ شاديون ڪيون، هڪ هالا ذات مان ۽ ٻي ترڪ قوم مان.

بيان العارفين موجب کيس ہہ پٽ ٿيا: هڪ شرف الدين، جو هالا حويلي مان ٿيس، ۽ ٻيو سيد احمد جو ترڪ گهر واريءَ مان ڄائس. پر محترم جي. ايم. سيد لکيو آهي، تہ سيد صاحب کي مرتضيٰ نالي ٽيون پٽ بہ ٿيو، جيڪو بنا اولاد گذاري ويو. هو شاه پريا جي نالي سان مشهور ٿيو. سندس مقبرو مانجهند جي اتر ۾ آهي (٥). سيد احمد پيءُ سان گڏ رهيو، پر سيد شرف الدين شادي ڪرڻ کان پوءِ جدا حويلي ٺاهي. سيد شرف الدين جي اولاد "شرف پوٽا" سڏجڻ ۾ آئي، ۽ سيد احمد جي اولاد سندس پٽ مير جي نالي پٺيان "ميرڻ پوٽا" جي نالي سان مشهور ٿي. (٦)

---

بيان العارفين جو بيان قبول ڪري ساڳيو عرصو ڄاڻايو آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي (مقدمہ لطيفي، ص- ١٢) ٣ سال ٨ مهينا ڏنو آهي، جنهن جي سند نہ ڄاڻائي اٿس.

(٤) اها بيان العارفين جي روايت آهي، جا پوءِ جي سوانح نگارن قبول ڪئي آهي. پر تحفتہ الڪرام (سنڌي ترجمو، ص- ٤٤١) مان معلوم ٿئي ٿو تہ:

سيد صاحب مٽيارين ۾ رهي پيو. تحفتہ الڪرام جي مقابلي ۾ بيان العارفين جي روايت صحيح سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ جو اها بزرگن کان سيني بہ سيني آيل آهي.

(٥) جي- ايم- سيد، "پيغام لطيف"، ص- ٣

(٦) مير عبدالحسين سانگي، "لطائف لطيفي"، ص- ٢٢

ڪجهہ وقت هالن ۾ رهڻ ڪانپوءِ هي خاندان لڏي، ڪجهہ پنڌ ڪري، رستي لڳ هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ وڃي ويٺو. ان ڳوٺ جي ٻاهران رستي تي هڪ فقير مٽي ٻري رکندو هو، جنهنڪري ان ڳوٺ تي "مَٽ وارو ڳوٺ" نالو پئجي ويو، جو اڳتي هلي "مٽياري" مشهور ٿيو. سيدن پنهنجي عروج واري زماني ۾ ان ڳوٺ جو نالو بدلائي "مٽ علوي" رکيو، جو پارسي رسم الخط ۾ "متعلوي" لکجڻ ۾ آيو (٧). جي- ايم- سيد صاحب ڄاڻايو آهي، تہ هي خاندان ٨٤٠ هہ (١٤٣٦ع) جي وچ ڌاري هالن مان لڏي ويل ٿو ڏسجي. (٨)

مٽيارين ۾ رهڻ ڪانپوءِ هي خاندان چئن قبيلن ۾ ورهائجي سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙجي ويو. انهن چئن قبيلن جا نالا هي آهن:

١- جرار پوٽا، ٢- باقيل پوٽا، ٣- موسا پوٽا، ۽ ۴- مئين پوٽا.

"جرار پوٽا"، "شرف پوٽا" جي شاخ آهي. اسانجو شاه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو هن خاندان مان هو. لس ٻيلي وارو مشهور شاعر "ڪبير شاه" ۽ مخدوم بلال جو مريد "سيد حيدر شاه سنائي"، مئين پوٽا" قبيلي مان هئا. (٩)

**ولادت**

حضرت شاه عبدالڪريم مٽيارين ۾ ٢٠ شعبان سنہ ٩۴۴ هجري (مطابق ٢٠ جنوري سنہ ١٥٣٨ع) تي تولد ٿيو. (١) سندس والد سيد لعل محمد شاه عرف سيد لله شاه پنهنجي وقت جو بزرگ ٿي گذريو آهي.

**تعليم ۽ تربيت**

شاه ڪريم اڃا ننڍو ئي هو، تہ سندس والد هن جهان مان لاڏاڻو ڪيو. سندس تربيت سندس والده ماجده ۽ سندس مربي ڀاءُ سيد جلال جي زير نظر ٿي. جڏهن پنجن ڇهن ورهن جو ٿيو، تہ مڪتب ۾ وهاريائونس، پر پڙهڻ سان دل نہ لڳس. مس مس ڪري قرآن شريف جا ٻہ سيپارا ناظران

(٧) بيان العارفين: مرتب: ميمڻ عبدلمجيد سنڌي (اٺ ڇيپل)، ص ٧
(٨) جي- ايم- سيد: "پيغام لطيف"، ص- ٣
(٩) جي- ايم- سيد: "پيغام لطيف"، ص- ۴
(١) اها تاريخ بيان العارفين ڄاڻائي آهي. تحفتہ الڪرام (سنڌي ترجمو ص- ١)، ڊاڪٽر دائود پوٽي (شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام: ص- ١) ۽ مرزا قليچ بيگ رسالہ ڪريمي، ص- ١) اتان نقل ڪئي آهي.

پڙهيائين. بيان العارفين ۾ شاهہ ڪريم جي پنهنجي زباني آيل آهي:

”ننڍپڻ جي زماني ۾ آخوند پين خطابين سان گڏ ڪائين ڪرڻ لاءِ موڪليندو هو. حرف ڏيئي ڇڏيندو هو، تہ واتُ سان ياد ڪندا وڃو. جڏهن جهنگ ۾ ويندا هئاسون، تہ ٻيا سڀ سبق ياد ڪرڻ کي لڳي ويندا هئا، پر مان رڳو الله جو نالو پيو ياد ڪندو هوس. موتڻ مهل ٻيا خطابي سبق ٻڌائي هليا ويندا هئا، پر مونکي اڪر بہ نہ ايندو هو. پڙهائڻ لاءِ گهڻا حيلا هلايائون، پر وريو ڪجهہ بہ ڪونہ.“

هن بيان مان نہ فقط شاهہ ڪريم جي تعليم تي روشني پوي ٿي، پر ان وقت جي تعليم ڏيڻ جي طريقي جي خبر بہ پوي ٿي. ان مان ظاهر ٿئي ٿو، تہ شاهہ ڪريم کي پڙهڻ کان وڌيڪ ذڪر سان شوق هو. ان سان گڏ سماع سان بہ ننڍ پڻ کان ئي دلي لڳاءُ هوس، ۽ پڙهڻ ڇڏي وڃي سماع جي محفلن ۾ وهندو هو. ان سلسلي ۾ هڪ ڀيري پيءُ جي هٿان مار بہ کاڌائين. بيان العارفين ۾ شاهہ ڪريم جي پيءُ سيد جلال جي زباني آيل آهي:

”جڏهن سيد عبدالڪريم کي ٿڦ هئي، سماع تان اٿاري ماءُ وٽ وٺي آيس، تڏهن والده مونکي ڇينڀ ڪندي، نصيحت ڪئي، تہ متان انکي ڪجهہ چيو اٿيئي، توکي انجي مرتبي جي ڪل ڪانهي. سندس ڄمڻ جي بشارت پنهي جهانن جي سردار ڏني هئي. .......... ان ڪانپوءِ مون هنکي ڪجهہ نہ چيو. جيئن چوندو هو، تيئن ڪندو هوس. ڪيس عيال جي ذري بہ تڪليف نہ ڏنم“.

پيءُ جي اهڙي قرب ڪري گهر جي جنجال کان آزاد ٿيو، وتندو هو درويشن جا وعظ ۽ نصيحتون ٻڌندو. بيان العارفين ۾ ننڍي جي مخدوم ضياءالدين (١) جي زباني آيل آهي:

”هڪ ڀيري اسانجو وعظ شاهہ ڪريم ڪنڌ ۾ ويٺي ٻڌو. ان وقت اڃا هو معصوم هو. جڏهن وعظ بس ڪيم ۽ سڀ اٿيا، تڏهن هي بہ اٿيو ۽ گهر وڃڻ لڳو. منهنجي نظر سندس پنيءَ تي پئجي ويئي.

(١) هي مخدوم ضياءُ الدين، اهو نہ آهي، جنهن جي ”سنڌي“ مشهور آهي. هي مخدوم صاحب کان اڳ ۾ ٿي گذريو آهي. سندس وڌيڪ احوال ڪو نہ ٿو ملي.

سندس منزلت جو اندازو لڳائي چيم: هي ڇوڪرو هن ڏينهن ۾ ٺي مهتر حضرت خضر عليه السلام سان صحبتي آهي، جيڪڏهن جوانيءَ ۾ ڪيس ڏسان ته ڪهڙو نه چڱو ٿئي".

## جواني

پنهنجي مربي پيءُ جي وفات ڪانپوءِ گهر جو سمورو بار سندس ڪلهن تي اچي پيو. انهيءَ ڪري گهر جي گذاري لاءِ محنت مزدوري ڪرڻ لڳو. بيان العارفين ۾ اهو احوال هن طرح آيو آهي:

"اوائلي عمر ۾ والده شريفه جي خدمت ڪندا هئا. پورهئي سانگي ٻين مزورن سان گڏ ڪم تي ويندا هئا، ۽ جهنگ ڪپي زمين صاف ڪندا هئا. مزوريءَ دوران منڙي آواز سان سنڌي بيت آلاپي، مزورن کي مست بنائي ڇڏيندا هئا. انهيءَ ڪري مزور کين منت ڪندا هئا ته اوهين ويهي بيت چئو، اسين اوهانجو حصو به صاف ڪري ڇڏينداسون. اهڙيءَ طرح هو کيس ڪم ڪرڻ نه ڏيندا هئا، ۽ پنهنجو ڪم ڪري، سندس حصي وارو جهنگ به صاف ڪري ڇڏيندا هئا".

## شادي

شاه ڪريم شاديءَ جي سخت خلاف هو. پنهنجي مريدن ۽ معتقدن کي شادي نه ڪرڻ جي نصيحت ڪندو هو. سندس نظريو هو، ته عام ماڻهن لاءِ نڪاح جو شرعي حڪم چڱو آهي، پر سلوڪ جي راه جي طالب کي شادي ڪرڻ نه جڳائي، ڇاڪاڻ جو اها سندس راه ۾ وڏي رڪاوٽ آهي.

ان سلسلي ۾ بيان العارفين ۾ سندس ڪيترائي قول آيل آهن. اهڙا خيال ڪڻ جي باوجود شاه ڪريم شادي ڪئي ۽ کيس اولاد ٿيو. بيان العارفين ۾ سندس شاديءَ جو ذڪر سندس زباني هن طرح آيل آهي:

"هڪ ڏينهن مٽيارين ۾ سماع جي هڪ محفل ۾ ويٺو هوس، ته وڏو ڀاءُ اچي نڪتو ۽ ڀانهن کان وٺي اچي، انهيءَ جاءِ تي ويهاريائين، جتي اڳي ئي قاضي ۽ سادات ويٺا هئا. ويهڻ ڪانپوءِ قاضيءَ مونکي چيو، "فلاڻي ڌيءَ فلاڻي جي ساڻ چئني شرطن جي توکي قبول آهي؟ "منجهي ڪٿي ماٺ ڪيم. سيني وٺي زور ڀريو ۽ منٿون ڪيون ته هائو ڪر. ڏاڍو شرمندو ٿيس، ۽ ساداتن ۽ بزرگن

ڪي ڏسي ڪٿي قبول ڪيم، پر پرٽي ڪانپوءِ شاديءَ مان مونکي ڪابہ خوشي حاصل ڪانہ ٿي".

بيان العارفين مان معلوم ٿئي ٿو، تہ جيتوڻيڪ شاديءَ سان دلي لڳاءُ ڪونہ هوس، تڏهن بہ گهر ٻار جو پورو پورو حق ادا ڪيائين.

## هندستاني (بهار) بزرگ جي صحبت

سيد صاحب کي ننڍي ڪان ئي بزرگن جي صحبت ۾ ويهڻ مان روحاني راحت ملندي هئي. انهيءَ ڪري جتي بہ ڪو بزرگ ۽ اهل دل ٻڌندو هو، تہ ڪهي وڃي ان جي صحبت ۾ ويهندو هو. هڪ ڏينهن هڪ پرديسي سلطان ابراهيم نالي، بهار جو رهاڪو، اچي سندس ڳوٺ واري مسجد ۾ رهيو. شاه ڪريم کيس مسجد ۾ ٽڪيل ڏسي سندس خدمت ڪندو رهيو. جڏهن خبر پيس تہ بزرگ کي پڳل ڪڪڙ کائڻ جو شوق آهي، تڏهن کيس ڪڪڙ ڪهي، رنڌرائي اچي کارائيندو هو. ڇهن مهينن ڪانپوءِ ان بزرگ کيس پنهنجو احوال هن طرح ٻڌايو:

"آءُ ڪنهن بادشاه وٽ فوج ۾ سپاهي هوس. هڪ ڏينهن لڙائيءَ ۾ ايترا ماڻهو ماريم، جو ترار جو منيو هٿ ۾ برف جيان ڄمي پيو. اهو ڏسي خدا جي خوف اچي ورايو. انهيءَ ئي وقت گهوڙي جي واڳ ٻائرن جي هٿ ۾ ڏيئي، بهانو ڪري نڪري پيس. پوءِ تہ بر منهن ڪري وٺي پڳس، ۽ جهرجهنگ جهاڳيندو، سير و سفر ڪندو، قدرت جا عجائبات ڏسندو هت اچي نڪتو آهيان".

ان ڪانپوءِ شاه ڪريم ڪان سنڌ جي بزرگن جو احوال ورتائين، ۽ سندس ذڪر جي طريقي بابت پڇيائين. سيد صاحب کيس مخدوم نوح ۽ ٻين بزرگن بابت احوال ڏنو. ميران سيد يوسف جي "الله" جي ذڪر وارو طريقو کيس وڻيو.

ان ڪانپوءِ اڻ ڏٺي ئي هميشه ميران يوسف جي تعريف ڪندو رهندو هو.

هڪ ڏينهن سيد صاحب کي وظيفو ڏنائين، پر ٻئي کي ٻڌائڻ جي منع ڪيائينس. ڪنهن ڏينهن اوچتو سيد صاحب اها ڳالهہ ظاهر ڪري ويٺو. ان ڪانپوءِ مسجد ۾ وڃي ڏسي تہ ٺهي ئي نہ. اهو ڏسي حيران ۽ پريشان ٿيو. ڳولهيندي اچي کيس "ميران يوسف" جي دائري ۾ ويٺل ڏٺائين. هو سندس

ذوق ۽ شوق ڪي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. روح رهاڻ ڪانپوءِ ڪيس مانيون آڻڻ لاءِ چيائين. سيد صاحب مانيون وٺي جڏهن دائري تي پهتو، ته بزرگ وڃي چڪو هو. سيد صاحب کي ڏاڍي تشويش ٿي. ڳوليندي اچي بندر جي شهر (شايد لاهري بندر) جي پيڙو ٿيو. چا ڏسي، ته بزرگ پيڙيءَ ۾ چڙهي رهيو هو. تڪڙو وڃي ادب سان مانيون اڳيان رکيائين. هن خوش ٿي ڪيس دعا ڪئي، ۽ چيائينس: "موٽي وڃي پنهنجي عيال جي خدمت ڪر. اسان حج تي اسهيا آهيون". ائين چئي ڪائنس موڪلايائين. پيڙي رواني ٿي ۽ اکين کان غائب ٿي ويئي.

اتان ٿي پير پٺي جي زيارت لاءِ ويو، جتي چئن فقيرن کي هڪ ڪنڊ ۾ وينل ڏٺائين. روزي چوڙڻ جي وقت، انهن فقيرن مان هڪ فقير وڃي گدائي ڪري آيو. گدائيءَ واري ڪاڏي جا پنج حصا ڪري، چار پاڻ ڪاڏائون ۽ پنجون شاه ڪريم کي ڏنائون. بيان العارفين ۾ شاه ڪريم جي زباني آيل آهي ته، ڪاڏي سندس اندر اجاري ڇڏيو. ان ڪانپوءِ هڪ بزرگ ڪيس لٺ ڏني، جيڪا کڻي موڪلائي، گهر آيو.

## مخدوم نوح جي مريدي

ان ڪانپوءِ سيد يوسف بکري، مخدوم آدم سميجي ۽ مخدوم نوح جي صحبتن مان فيض پرايائين. خاص طرح سان مخدوم نوح کان گهڻو فيض ورتائين، ۽ انجي چوڻ تي اچي بلڙي وسايائين (١). ان سلسلي ۾ دليل الذاڪرين ۾ وڌيڪ احوال هن طرح آيو آهي:

"سيد صاحب فرمايو: جڏهن مون سلوڪ جي واديءَ ۾ قدم رکيو، تڏهن مون تي اهڙي ڪيفيت طاري ٿيندي هئي، جو چوندو هوس، ته اُگهاڙو رهان ۽ گودڙي به لاهي ڇڏيان، پر جڏهن مخدوم صاحب جي خدمت ۾ آيس، ته اهو خيال منهن جي دل مان نڪري ويو. شريعت جي اتباع تي پختو ٿي ويس." (٢)

"سيد صاحب فرمايو: هڪ پيري اسان تي ڇتا جدا جدا هڪ تمنا دل ۾

(١) تحفة الڪرام، سنڌي ترجمو، ص- ٣٢ - ٤٣٢
(٢) ۽

رکي حضرت مخدوم نوح جي خدمت ۾ وياسون. جيئن ئي سندس منهن مبارڪ ڏٺوسون، تہ اسان ٽنهي (شاه ڪريم، ميرڻ ڪاتيار ۽ هڪ بلوچ) جون تمنائون پوريون ٿي ويون." (٣)

"دليل الذاڪرين" مان معلوم ٿئي ٿو، تہ مخدوم نوح کي باقاعده مرشد ڪري ورتو هئائين، ۽ سندس عزت ۽ اطاعت تمام گهڻي ڪندو هو. ايتري قدر جو هڪ ڏينهن ڪنهن اچي ڪيس چيو، تہ مخدوم صاحب اوهان کي ياد ڪري رهيو هو. ٻڌڻ سان هر- ڀڦار وارو ڪارائتو ڏاند الله جي راه ۾ ذبح ڪري فرمايائين: "الحمد لله اِها ڳالهہ ڪيڏي نہ شڪر ۽ فخر جي آهي، جو مخدوم صاحب جن مونکي ياد ڪري رهيا آهن، حالانڪ سندس ڪيفيت اها آهي، جو ڪڏهن تہ پنهنجي فرزندن کي بہ نہ سڃاڻندا آهن." (١)

مرشد جي اطاعت بابت هڪ ٻي روايت خود شاه ڪريم جي زباني هن طرح آئي آهي:

شاه ڪريم فرمايو: " انهيءَ خيال کان تہ حق جي طالبن کي کائڻ نہ گهرجي، مون کائڻ بلڪل ڇڏي ڏنو هو. جڏهن اها خبر حضرت مخدوم صاحب کي پيئي، تڏهن فرمايائون: خدا تعاليٰ فرمايو آهي: "ڪلوا و اشربوا" انهيءَ ڪانپوءِ ٿورو گهڻو کائڻ لڳس." (٢)

## پير ڀائن جي محبت

سيد صاحب کي پنهنجي پير ڀائن سان ڏاڍي محبت هوندي هئي، ۽ انهن جو ڏاڍو احترام ڪندو هو. سيد جعفر بڪريءَ جو بيان آهي، تہ:

"حضرت مرشد سيد عبدالڪريم پنهنجي مريدن سان حضرت بهاؤالدين گودڙئي جو وعظ ٻڌڻ ويا. جڏهن وعظ ختم ٿيو، تہ حضرت سيد صاحب پنهنجي چادر کڻي حضرت گودڙئي جي پيرن هيٺان پٿاري، ۽ جتي کڻي صاف ڪري ڏني. حضرت جن سان جيڪي مريد هئا، انهن کي اها ڳالهہ ناگوار لڳي. آخر انهن مان هڪ مريد سيد عبدالقدوس نالي عرض ڪيو: سائين اوهان

(٣) دليل الذاڪرين، ص- ٢٢٦-٢٢٧، بحوالہ تذڪره صوفياءِ سنڌ، اعجازالحق قدوسي، ص- ٣١-٣٠
(١) دليل الذاڪرين، بحوالہ تذڪره صوفياءِ سنڌ- اعجاز الحق قدوسي، ص ٣١-٣٠
(٢) دليل الذاڪرين، بحوالہ تذڪره صوفياءِ سنڌ- اعجازالحق قدوسي، ص- ٣١-٣٠

حضرت گودڙئي جي جتي ڪٿي رکي، تعجب آهي، جو هن صاحب ڪنهن بہ قسم جي معذرت بہ ڪانہ ڪئي؟ پاڻ فرمايائون: ”معذرت جو تعلق بيگانگي سان آهي. پر اسان ٻئي تہ هڪ وجود آهيون. انهيءَ ڪانسواءِ ٻنهي جهانن جي سردار جي ڪچهريءَ ۾ آءٌ گهڻو پري ٽينءَ صف ۾ ويهندو آهيان ۽ حضرت گودڙئو بلڪل ويجهو هوندو آهي. هينئر اوهين انصاف ڪريو، تہ منهنجو اهو عمل ڪيتري قدر درست آهي.“ (١)

### جواني ۽ وڇين وهي

بيان العارفين ۾ شاه ڪريم جي وڏن يارن جي زباني آيو آهي، تہ پاڻ جواني جو گهڻو عرصو هن طرح گذاريائون:

”صبح جو وڏي اسر مهل بانگ ڏيئي، ويهي ذڪر ڪندا هئا. جماعت سان نماز پڙهي مراقبي ۾ ويهندا هئا. اشراق پڙهڻ ڪانپوءِ مسجد مان نڪرندا هئا، ۽ گهر وڃي عورتن وارو سمورو ڪم ڪار جهڙوڪ: ٽانو ڌوئڻ، رڌڻ پچائڻ وغيره پاڻ ڪندا هئا. چانور رنڌي ٻارن کي کارائي، ڪاسو هٿ ۾ کڻي گدائيءَ تي نڪرندا هئا. گدائيءَ تان آندل ڪاڌو فقيرن کي کارائي، ڏاند ڪاهي ٻنيءَ تي ويندا هئا. ڳچ زمين کيڙي، هر بند ڪندا هئا، ۽ وڃي گاه ڪندا هئا. سج لڙي گهر موٽندا هئا، ۽ وڃي گاه ڏاندن کي وجهي، اتي ئي ٻہ رڪعتون نفل پڙهي وڃي، ٽيپهريءَ جي بانگ ڏيندا هئا. جماعت سان نماز پڙهي، وري ڏاند ڪاهي هر تي ويندا هئا، ۽ سانجهيءَ سومهاڻي جي نماز پڙهي، گهر ايندا هئا. کارائڻ ڪانپوءِ وري سنڀال ڪندا هئا، تہ متان ڪو بکيو رهجي وڃي. جيڪڏهن ڪو بکيو رهجي ويندو هو، تہ پنهنجو ڪاڌو ان کي ڏيئي ڇڏيندا هئا.

جڏهن سڀ فرزند ۽ مريد خادم ڪائي ڊو ڪري سمهندا هئا، تہ وضو

(١) دليل الذاڪرين. بحوالہ تذڪره صوفياءِ سنڌ. ص- ٣١ - ٣٠ سيد محمد جعفر جنهن جي زباني مٿين روايت آيل آهي، سيد محمدصوسف بکريءَ جو پوٽو هو. جنهن سان شاه ڪريم صحبتون ڪيون هيون. سيد يوسف ۽ بهاؤالدين گودڙئي جو احوال ڪتاب جي آخري حصي ۾ ايندو. سيد يوسف، ميران محمد جونپوريءَ جو مريد هو. پر سيد جعفر شاه، شاه ڪريم جو مريد هو، ۽ ٽئي ڪان شاه ڪريم جي درگاه تي ويندڙ جماعت کي ماني کارائيندو هو. سندس فرزند سيد محمد عرف سيد قتو شاعر هو. (تحفتہ الڪرام، سنڌي ترجمو، ص- ٦-٥)

ساري نفل پڙهندا هئا. ان ڪانپوءِ ٻاهر نڪري "راهوت" شهر جو رخ ڪندا هئا. واٽ تي ننڍين ڳوٺن جي مسجدين ۾ وڃي پاڻي ڀريندا هئا ۽ وٽ لاءِ ڀتر رکندا هئا. جيڪڏهن کو سٿل هوندو هو، ته انکي زور ڏيندا هئا. واٽ تي جهنڊي پاڻي ۽ ٻين بزرگن جون زيارتون ڪندا ويندا هئا. ٿي جي هر هڪ مسجد جو پاڻي ڀريندا هئا، ۽ جيڪڏهن کو سٿل هوندو هو، ته انکي زور ڏيندا هئا. ٿو چڙي، پير پني ۽ ٻين بزرگن جون زيارتون ڪري، ڳوٺ موٽي اچي صبح جي بانگ ڏيندا هئا. ماڻهو چوندا هئا، ته شاه ڪريم ڪي ننڊ ئي نه ٿي اچي، جو هميشه هڙو ساجهر اچي ٿو بانگ ڏئي. پوءِ نماز پڙهي اهڙيءَ طرح ڏينهن گذاريندا هئا، جيئن مٿي بيان ٿي آيو." (۱)

## عبادت ۽ رياضت

مٿين بيان مان معلوم ٿيندو، ته حضرت شاه ڪريم شريعت جو اتباع ڪندي، باقاعده نماز پڙهندو هو، ۽ محنت ڪري پنهنجي آل اولاد جا حق باقاعدگيءَ سان پورا ڪندو هو. ان سان گڏ فقيرن جي به پوري پوري خدمت ڪندو هو، ۽ هر لحاظ کان انهن جي سار سنڀال لهندو هو. ايتري قدر جو گداءُ ڪري، ۽ پاڻ نه کائي به انهن کي کارائيندو هو. پنهنجي اولاد کي وري پنهنجي پگهر جو پورهيو کارائيندو هو. پر جيئن ته مسڪين هو، فقيرن کي پنهنجي طرفان کارائي نه سگهندو هو، انهيءَ ڪري انهن کي کارائڻ لاءِ گداء ڪرڻ کان به حجاب نه ڪندو هو.

ان مان واضح ٿيندو ته، هن عبادت ۽ رياضت کي گڏوگڏ هلايو، ۽ هر حال ۾ شريعت جي اتباع کي ضروري سمجهيو. شريعت جي پابندي ڪندي، نه فقط فرضي نماز ادا ڪندو هو، پر نفلي نمازون به باقاعدگيءَ سان پڙهندو هو. اشراق ته نه گسائيندو هو، پر تهجد به پڙهندو هو. تهجد جي نماز پڙهندي پهرين رڪعت ۾ ايڏو ته گريو ڪندو هو، جو مٿس بيخوديءَ جي حالت طاري ٿي ويندي هئي، ۽ پوره ڦٽيءَ تائين سامت ۾ نه ايندو هو. اهڙيءَ طرح ڪيس ٻي رڪعت هٿ نه ايندي هئي. عجب ڪائيندو هو، ته ماڻهو تهجد

(۱) اهو احوال بيان العارفين جو آهي. تحفتہ الڪرام جي صاحب به (سنڌي ترجمو، ص- ۳۲-۴۳۱) اتان نقل ڪيو آهي.

ڪيئن ٿا ادا ڪن. (١)

**سير و سفر**

جيتوڻيڪ گهر جو سمورو ڪاروبار سندس سر تي هو، تڏهن به ڪڏهن ڪڏهن وقت ڪڍي سير سفر ڪيائين. سنڌ ۾ لاڙ ۽ وچولي ۾ گهڻو گهميو. سري جي سير جو پتو نه ٿو پوي. البته سندس هيٺين بيت مان اهڃاڻ ملي ٿو، ته سري جو سير به ڪجهه قدر ڪيو هئائين:

”جي اتر جي لاهه، سڄڻ سڀ پر ڪئا،
ري پاجي ڪتئي، سير پري نه پاهه.“

بيان العارفين مان معلوم ٿئي ٿو، ته سنڌ کان ٻاهر گجرات تائين به ويو هو، ڇاڪاڻ جو هڪ هنڌ احمد آباد جو ذڪر آيو آهي. ان سلسلي ۾ هڪ هندي دوهو به سندس زباني آيل آهي. سندس ارد گرد جيڪي بزرگ سندس همعصر هئا، تن سڀني سان صحبت ڪئي هئائين، ۽ جيڪي درگاهون هيون، سي سڀ ڏٺيون هئائين.

**ڪسب معاش**

سهروردي سلسلي جي باني حضرت ابوالنجيب عبدالقاهر سهروردي (وفات ٥٦٣ هجري) پنهنجي مشهور ڪتاب ”آداب المريدين“ ۾ ”صوفي ۽ ڪسب معاش“ تحت لکيو آهي:

”صوفين کي ڪسب معاش ۽ حلال رزق جي تلاش ڪرڻ گهرجي. صوفين جو ان اصول تي اجماع آهي، ته حلال رزق لاءِ پورهئو ڪرڻ گهرجي. سڀ متفق آهن، ته پورهيو ۽ واپار، ۽ هنر ۽ ڪاريگريءَ جو ڌنڌو مباح ۽ عمدو ڪم آهي. البت رزق جي طلب ۾ پاڻ کي صفا گم ڪري ڇڏڻ، لالچ ۾ منهن وجهڻ، ۽ مال گڏ ڪري رکڻ کي صوفي خراب سمجهن ٿا.“ (١)

حضرت شاه عبدالڪريم، انهيءَ اصول جو عملي نمونو پيش ڪيو آهي. حلال رزق جي حاصل ڪرڻ لاءِ هر قسم جو پورهيو ڪيائين، جهڙوڪ:

---

(١) بيان العارفين ۽ تحفة الڪرام، سنڌي ترجمو، ص- ٤٣٢

(١) ”آداب المريدين، اردو ترجمو، غلام احمد خان.

جهنگ وڍڻ، ڪاتي ڪٽڻ، هر ڪاهڻ، پوکي راهي ڪرڻ وغيره. پورهيو ڪندي بہ الله جي ياد کان غافل نہ رهيو، ۽ شريعت جي اتباع ۾ بہ ڪمي نہ آندائين. يعني رزق جي طلب ۾ گم نہ ٿيو، ۽ نہ ڪجهہ ميڙي رکيائين. بيان العارفين ۾ هڪ روايت آئي آهي:

”هڪ ڀيري احمد فقير ڪائنس پڇيو، تہ قوت گذران لاءِ کهڙو ڪم ٿا ڪريو؟ فرمايائونس: ڪوڏر هڻندو آهيان ۽ ڪيڙڻ جو ڌنڌو ڪندو آهيان.“ تنهن تي وري چيائينس: ”ڪوڏر هڻنديءَ هر ڪيڙيندي اوهان خدا کي ڪيئن ساريندا هوندا؟“ تڏهن سيد صاحب مشڪي فرمايو: ”اسان کان مولىٰ سائين ڪڏهن بہ وسرڻ جو نہ آهي. اي احمد فقير، ان لاءِ مثال وٺ، تہ جڏهن ڪا عورت دلا ڀري مٿي تي رکي هلندي آهي، تہ اهي دلا ڪيس هلڻ ۽ ڪڇڻ کان روڪيندا آهن ڇا؟“

هن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو، تہ سيد صاحب ڪيئن نہ صحيح عملي زندگي گذاري. سندس هڪ بيت جي هيءَ مصرع سندس عملي زندگيءَ جي ترجماني ڪري ٿي:

”هنيون ڏجي حبيب کي، لڱ گڏجن لوڪ.“

**مسڪيني**

پورهيو ڪرڻ جي باوجود مال ميڙي نہ رکيائين، ۽ ”الفقر فخري“ کي پنهنجو اصول بنايائين. شروعات ۾ تہ مالي حالت ڏاڍي تنگ هيس. ايتري قدر جو سندس فرزند پورهئي ۽ بک سبب ماندا ٿي ويندا هئا. هڪ ڀيري تہ مالي حالت اهڙي خراب ٿي وين، جو لڏي وڃي ٻيءَ ديهہ ۾ ويٺا. لڏي وڃڻ کان ٢٥ ڏينهن پوءِ جهنگ ۾ شيخن سندن مينهن ماري وڌي، جنهن ڪري سندس اهل عيال کي اجا بہ وڌيڪ مصيبت پيش آئي، ڇاڪاڻ جو گذاري لاءِ ٻي ڪابہ شيءِ نہ بچن. انهيءَ زماني ۾ سندن هڪ فرزند پورهئي سانگي ڪنهن ڪري تي پهتو، جتي جو پٽي ڪتيائون. ديري جي ٻاهران پٽڪو ۽ چادر رکي، وڃي جو ڪٽڻ ويٺو. انهيءَ وچ ۾ ڪو شاهينگ سندس پٽڪو ۽ چادر چورائي ويو. جڏهن جو ڪٽڻ کان واندو ٿيو، تڏهڻ ہہ ٽوپيا ڪميت جا اجورو مليس. اهي وٺي ڪپڙن ڌاڻهن جو ڏسي، تہ اهي ٿهن ٿي ڪونہ.

لاچار جهڙي تهڙي حال گهر پهتو.

بيان العارفين ۾ هڪ ٻي روايت آهي، ته انهيءَ مسڪينيءَ واري حالت ۾ هڪ پيري پنهنجن فرزندن سان گڏجي پنهنجي ٻنيءَ ۾ ڪِرُ چونڊڻ ويو. سنگ چونڊيندي، سندس هڪ فرزند ڪري پيو ۽ بيهوش ٿي ويو. گهڻي وقت ڪانپوءِ سامت ۾ آيو ۽ ٻڌايائين، ته: ٻڪ جي غلبي ۽ هيٺائيءَ جي ڪري، اهو حال ٿيو. پوءِ ڪجهه سنگ مهٽي ڪيس کارايائون، تڏهن وڃي هلڻ چلڻ جهڙو ٿيو.

اهڙيءَ تنگيءَ ۽ ٻڪ ۾گذاريندي به ڪنهن کي پنهنجي حال جي خبر نه ڏيندا هئا. سڀ ڪو ائين پيو سمجهندو هو، ته خوش پيا گذارين. اهڙي حال ۾ به فقيرن جي خدمت ڪندا هئا، ۽ جيڪڏهن ڪو ٻڪيو ڏسندا هئا، ته پنهنجو کاڌو به کڻي ان کي ڏيندا هئا. بلڪ پنهنجو رات جو کاڌو ته ڪيترو وقت رکي ڇڏيندا هئا، ته متان ڪو اويلو مهمان يا فقير اچي نڪري. جيڪڏهن ڪو اچي ويندو هو، ته پنهنجو کاڌو ان کي کارائي ڇڏيندا هئا. تمام دير تائين ڏسي ڏسي، جڏهن ڪنهن مهمان يا فقير جو آسرو لاهيندا هئا، ته پوءِ پاڻ کائيندا هئا.

## پڇاڙي ۽ وفات

پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ رياضتن، فاقن، اوجاڳن ۽ عبادتن جي ڪري، سندس فاني جسم جهري پيو. ان هوندي به جيڪڏهن ڪو سوالي ايندو هو، ته ان سان گڏجي گهوڙي تي چڙهي حاڪمن ڏانهن ويندو هو، جيتوڻيڪ پاڻ کي جهلي به ڏاڍي ڏکيائيءَ سان سگهندو هو. بيان العارفين ۾ سندس زباني آيل آهي:

"چوويهه سال ٿي ويا آهن جو چار پنج مرض گهر ڪري ويا آهن."

زندگيءَ جا پويان ڏينهن حجري ۾ گذاريائون، جتي اڌ رات جو اٿي سنڌي بيت ڳائيندا هئا. اهڙيءَ طرح محنت ۽ مشقت جي زندگي گذاري، سرزمين سنڌ کي، روحانيت جي فيض سان مالا مال ڪري، ۽ تصوف جي خوشبوءِ ڦهلائي سنه ١٠٣٢ هه (١٦٢٢ع) ۾ ٨٨ سالن جي عمر ۾ تاريخ ٧ ذوالقعد آچر رات، سانجهيءَ نماز مهل لاڏاڻو ڪيائون. (١)

(١) تحفته الڪرام (سنڌي ترجمو، ص ٤٢٣) ۾ وفات جو سنه ١٠٣٠ هه آيو آهي. بيان

ولادت ۽ وفات جون تاريخون هن طرح آهن.

شـاه عبـدالڪـريم سيـد مـا — بـود از هـاديـان راه خـدا
از نبـي و عـلي نزادش دان — وز حسين و بتول اصلش خوان
بـود از اولاد حـيدري هـروي — زاده شـد اولاً بمتعـلوي
سال نـ صدو چهل و چهار دگر — بـود از هـجـرت شفيع بشر
چونڪـ سي و هزار سال گذشت — شدلقايش نصيب و صلش گشت
شهر ذي قعده هفتمين از ماه — شب يڪ شنبہ آن خـدا آگاه
وقت شام از جهان برضوان رفت — قـد بلغ قـد بلغ ز جانها رفت
سـال تاريخش از رهء ابجـد — جز بلغ نيست در حساب شرد
رحمت- حق براو و مريدانش — وز خدا باد عفو و غفانش. (٢)

سندس مقبرو سندس ڳوٺ "سيد پور" (هاتي بلڙي) ۾ آهي، جيڪو سندس پڙ پوٽي، سنڌ جي عظيم شاعر حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ، ملتان مان ڪاشيءَ جون سرون آڻي، ٺهرايو. وصال جي تاريخ تي ميلو ٿيندو آهي، ۽ هر ڪنهن ماه ڀهرين سومر تي سندس درگاه تي سماع ٿيندو آهي.

**اولاد**

سيد صاحب کي ٻارهن ٻار ٿيا، اٺ پٽ ۽ ٽي نياڻيون، جن جا نالا هي آهن:

١- سيد لعل شاه يا لعل محمد شاه عرف لله شاه- ننڍي هوندي گذاري ويو.

٢- سيد عبدالرحيم- هن بہ پنهنجي والد جي زندگيءَ ۾ وفات ڪئي.

٣- سيد جمال شاه (١) پيءُ جي حياتيءَ ۾ هالن ڪان ٿي آيو، تہ واٽ تي چورن شهيد ڪري ڇڏيس. شاه عبداللطيف ڀٽائي رح هن ڀلاري جو پڙ پوٽو هو.

۴- سيد برهان، ۵- سيد مبشر، ٦- سيد دين محمد، ٧- سيد محمد حسن، ٨- سيد عبدالقدوس.

---

العارفين ١٠٣٢ هہ ڏنو آهي. مرزا قليچ بيگ (رسالہ ڪريمي، ص ١٣) ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي (شاه ڪريم جو ڪلام، ص- ١٨) بہ بيان العارفين ۾ ڏنل سنہ ١٠٣٢ هہ قبول ڪيو آهي.

(٢) بيان العارفين فارسي، (قلمي)، آخري صفحو.

(١) شاه ڪريم جي هن فرزند جو نالو بيان العارفين جي بمبئي واري ڇاپي (ص- ٢٩٢) ۾ "جلال شاه" آيو آهي، جيڪو غلط آهي. فارسي قلمي نسخن ۾ جمال شاه آيو آهي. لطائف لطيفي (ص ٨ ۽ ٩)، مقدمہ لطيفي (ص- ١١)، رسالہ ڪريمي (ص- ١٥) ۽ شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام (ص- ١٩) ۾ بہ "جمال شاه" آيو آهي.

فصل ٻيو

# شخصيت ۽ ڪردار

## فيض جي پالوٽ

حضرت شاه عبدالڪريم جي رهڻي ڪهڻي ماڻهن کي ڏاڍو متاثر ڪيو، ۽ ڪيترائي پرت جا ڀيڙا سندس فيض جي درياه مان چڪي چکي، سلوڪ جي راه جا پانڌيئڙا ٿيا. سندس مريدن، معتقدن ۽ صحبتن جو وڏو تعداد هو، جن مان ڪيترا تہ ڪامل درويش هئا، انهن جو ذڪر هن ڪتاب جي آخر ۾ ملندو.

## شخصيت

سندس شڪل شبيهہ مان نور پيو بکندو هو. منهن ۾ ڏيا هئس، جو ڏسڻ سان هرڪو متاثر ٿيندو هو، ۽ سمجهي ويندو هو، تہ اهل دل بزرگ آهي. ڪپڙا سادا ۽ نير ۾ ٻڌل پهريندو هو. خاص طرح سان ڪاري چادر ضرور هوندي هيس. اڇا ڪپڙا پسند نہ ڪندو هو. کاڌو بہ تمام سادو کائيندو هو. ماني اڻ مکيل ۽ چانور بنا داغ جي کائيندو هو. ڏکار سڪار ۾ سدائين خوش گذاريندو هو. گداءِ ڪري پاڻ بہ کائيندو هو، تہ فقيرن کي بہ کارائيندو هو. گداءُ وارو کاڌو ڏاڍو پسند هوس. ايتري قدر جڪڏهن ڪٿي مهماني ٿيندي هيس، تڏهن بہ پهريائين گدائيءَ جي مانيءَ مان ٽڪر کائي، پوءِ ميزبان جي ماني کائيندو هو. اهو سڀ ڪجهہ محض انهيءَ لاءِ ڪندو هو، تہ جيئن نفس هيٺو ۽ هيڻاهون ٿئي. (١)

دل جو ڪشادو ۽ سخي هو. جيڪو هوندو هوس، مسڪينن ۽ فقيرن کي ڏيئي ڇڏيندو هو ۽ پاڻ گدائي ڪري گذاريندو هو. وقتي پنهنجو کاڌو بہ

(١) تحفته الڪرام، سنڌي ترجمو، ص- ٤٣٢- بيان العارفين ۽ شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام: ڊاڪٽر دائود پوٽو، ص- ٢٤-٢٣.

فقيرن کي ڏيئي، پاڻ بکون ڪڍندو هو. (١)

ڪاوڙ ۽ ڪيني کي صفا تڙي ڪڍيو هئائين. صبر ۽ تحمل، بردباري ۽ نهٺائيءَ جو مجسمو هو. ڪنهن کي چيڙائڻ ۽ اهنج ايذاءُ رسائڻ تہ پري رهيو، پر جيڪڏهن ڪو هرو ڀرو ڏاڍائي ڪري، ڪيس چار اکر چئي ويندو هو، يا ايذاءُ رسائيندو هو، تہ ان لاءِ بہ ڪو واتان ويڻ نہ ڪڍندو هو. (٢) سندس تحمل جو هڪ مثال هن طرح آهي:

”هڪ ڀيري ڪن حرڪتي ماڻهن سندن ڀنيءَ جي اڏ ڀڃي، پاڻي وهائي ڇڏيو ۽ سندس نار بيهاري ڏاند چوڙي ڇڏيا. آخر سيد صاحب کي ڏڪ بہ هنيائون، تڏهن بہ صبر ڪيائين ۽ انهن کي ڪجهہ بہ نہ چيائين.“ (٣)

رحمدل بہ ڏاڍو هوندو هو. پنهنجي ڏاندن کي مارڻ تہ، پري رهيو، پر چينبيائين بہ نہ. ڀني ڪيڙڻ ويندو هو تہ، هر بہ ڪلهي تي کڻي ويندو هو. سڄيءَ حياتيءَ ۾ فقط هڪ دفعو هڪ پٽ کي چماٽ هنيائين، جنهن جو پڇاڙيءَ تائين ارمان هوس. سندس چوڻ هو تہ ”شرافت روح کي آهي، ۽ نہ بدن کي. شايد هن فرزند جو روح منهنجي روح کان چڱو هجي.“

هڪ دفعي سندس خادم زور ڏيندي آگر ڀڃي وڌس، پر ڪجهہ بہ نہ ڪڇيائين، ۽ نہ زورن ڏيڻ کان ئي روڪيائينس. جڏهن خادم جي وڃڻ کان پوءِ ڏاس ۽ مٽي گهرائي ٻڌائين، تڏهن وڃي پتو پيو.

ڳوٺ ۾ هڪ هندو هميشه بيمار گذاريندو هو. پاڻ ان کان وقت بوقت پڇڻ ويندو هو. جيڪڏهن ڪو مسڪين ۽ منجهيل اچي حال اوريندو هوس، تہ اوسيتائين آرام نہ ايندو هوس، جيستائين ان جو ڪم پورو نہ ڪندو هو. جيتوڻيڪ حاڪمن وٽ وڃڻ نہ وڻندو هوس، تڏهن بہ منجهيل ماڻهن جي ڀاهر لاءِ حاڪمن وٽ هلي ويندو هو. انهيءَ سلسلي ۾ جيڪڏهن حاڪم اڻ سهائيندڙ هلندو هوس، تہ اهو بہ برداشت ڪندو هو. ڪو بہ ضعيف يا محتاج

(١) ”بيان العارفين“ ۽ ”شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام“: ڊاڪٽر دائود پوٽو. ص ٢٤- ٢٣.

٢) ”بيان العارفين“ ۽ ”شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام“: ڊاڪٽر دائود پوٽو. ص- ٢٤- ٢٣.

٣) مرزا قليچ بيگ: احوال شاه عبداللطيف، ٻيو ڇاپو، ١٩٧٢ع ص- ٥٦ ۽ رسالہ ڪريمي، ص- ١٩.

ڏسندو هو، تہ پهريائين ان جي مدد ڪندو هو، پوءِ ڪنهن ٻئي ڪم کي لڳندو هو. هڪ ڏينهن هڪ ڪراڙي ۽ ڪمزور عورت کي تڏو اٿندي ڏٺائين. ڪهل اچي ويس، ۽ ڪراڙيءَ کي ڪم تان اٿاري، پاڻ ڪيس تڏو تيار ڪري ڏنائين. تڏو تيار ڪري رهيو هو تہ، اتان مرزا جاني بيگ جو وڏو امير قاسم چرڪس اچي لانگهائو ٿيو، ۽ ڪيس هٽ ٻڌي ٻيهي رهيو. پر جيستائين تڏو اٽي نہ اٿيو، تيستائين امير ڏانهن ڪو بہ توجهہ نہ ڏنائين.

## سماع جو شوق

ننڍپڻ کان ئي سماع (١) جو شوق هوس، جنهن تي سندس وڏي ڀاءُ سيد جلال چينپيو بہ هوس. پاڻ بہ سر ۽ الحان سان بيت ڳائيندو هو. تہ ٻين کي بہ سڏي پاڻ سان گڏ ڳارائيندو هو. سماع جون محفلون پاڻ وٽ بہ لڳارائيندو هو، تہ ٻين وٽ بہ ٻڌڻ ويندو هو. سماع کي ذڪر ۽ عبادت ڪري سمجهندو هو. چوندو هو، "ڪن علم پڙهيو، ڪن هنر سکيو، پر مون رڳو سماع سکيو، ۽ ٻيءَ ڪنهن شيءِ ڏانهن خيال نہ ڪيم."

سماع وقت وجد ۽ حال جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هيس. مزوريءَ تي ويندو هو، تہ اتي بہ مزورن کي بيت ڳائي ٻڌائيندو هو. پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ حجري جي اندران، پريات جو، منڙي سر سان بيت چوندو هو، جيڪي حجري جي ٻاهران ويهي مريد ٻڌندا هئا، ۽ دل ٺاريندا هئا.

## سنڌ ۾ سماع

تاريخي معصوميءَ جي صاحب ان وقت جي سماع جو نمونو هن ريت بيان ڪيو آهي:

---

(١) سماع کي صوفين جائز تہ ٺهرايو آهي، پر ان لاءِ ڪي شرط مقرر ڪيا اٿن. امام غزالي عليہ رحمتہ هيٺين شرطن تي سماع کي جائز سمجهي ٿو:

سماع سان گڏ شراب خوري ۽ ساز سرندا نہ هجن، جي ماڻهن جي نفساني خواهشن کي اڀارين. سماع اهڙو هجي جنهن مان الله تعاليٰ جو ذوق شوق وڌي."

حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني عليہ الرحمتہ سماع کي مڪروه ڄاڻايو آهي، شيخ شهاب الدين عمر سهروردي عليہ الرحمتہ ان کان اجتناب فرمايو هو، ۽ شيخ بها الدين نقشبند فرمايو هو: "مونکي ان کان انڪار تہ ڪونهي، پر مان اهو ڪم نہ ڪندو آهيان."

”ڳچ جيترا ماڻهو اچي هڪ هنڌ گڏ ٿيندا آهن، جن مان ڪي پنهنجي زبان ۾ سر سان بيت پڙهندا آهن، ۽ ٻيا ان سر موافق سماع ڪندا آهن. سماع ڪندي، ڪن تي حال پوندو آهي، ۽ گهوڙي وانگر پڙ ڪيڏندا آهن ۽ مست ٿي ويندا آهن. ويٺلن مان هر هڪ انهن جي چيلهه کي قابو جهلي ويهندو آهي، پوءِ هو نچندا آهن ۽ وڏا آواز ڪندا آهن. ٻن ٽن سماع ڪندڙن جو اهڙو آواز هڪڙي هنڌان اچڻ، عجيب پڙاڏو وجهي ڇڏيندو آهي، ۽ ميل يا وڌيڪ مفاصلي تي ٻڌڻ ۾ ايندو آهي.“ (٢)

## شاه ڪريم جي درگاه تي ٿيندڙ سماع

موجوده دؤر ۾ شاه ڪريم جي درگاه تي ماه پهرين سومر رات، حج رات ۽ ميلي واري رات تي ۽ ڏينهن جو سماع ٿيندو آهي. سجاده نشين کان اجازت وٺي، فقير مچ جي چوڌاري حلقو هڻي ويهندا آهن، ڪي فقير بيٺا رهندا آهن. بيٺلن مان هڪ ڄڻو شاه ڪريم جي بيتن جي هڪ مصرع پڙهندو آهي. ان تي ٻيا سڀ فقير اشهد آگر مٿي ڪڻي ”القارعة“ چوندا ۽ ”مالقارعة“ چئي آگر هيٺ ڪندا. اهڙيءَ طرح بيت پڙهندا رهندا آهن. جيسيتائين سجاده نشين يا ان جي غير حاضريءَ ۾ سندس ولي عهد اچي ويهي. بيت گهڻو ڪري مارئيءَ ۽ سهڻيءَ جي سر مان پڙهندا آهن.

پير صاحب ٿلهي تي ويهندو آهي، سندس منهن قبلي طرف هوندو آهي. سماع ۾ شرڪت ڪندڙ فقير، حلقي وار، پير صاحب ڏانهن منهن ڪري ڦرندا آهن، پر اهڙيءَ طرح جيئن پير جي نظر مچ کان پري نه ٿئي. ڏهن

حضرت خواجه حسن بصري فرمايو آهي: ”سماع، جيڪو ماڻهو حق سان ٻڌي ٿو، اهو حق رسيده ٿي وڃي ٿو، ۽ جيڪو نفس سان ٻڌي ٿو، اهو ڪافر ٿي وڃي ٿو.“

حضرت ذوالنون مصري (وفات ٥٦٢ هه)، حضرت ابونجيب عبدالقاهر سهروردي (وفات ٥٦٢ هه)، حضرت مخدوم جهانيان جهان گشت بخاري (وفات ٧٨٥ هه) ۽ ٻين صوفي بزرگن جا به سماع جي سلسلي ۾ اهڙائي قول آهن. يعني هو ان ۾ وڏي احتياط جا قائل هئا. حضرت خواجه نظام الدين اولياء دهلوي (وفات ٧٨٥ هه) جي ملفوضات ”فوائد الفواد“ (ص- ٩٥ ۽ ٢٤٦) ۾ سماع لاءِ هيٺيان شرط رکيل آهن:

١- ٻڌائڻ وارو ڇوڪرو نه هجي، ٢- گيت ۾ هزليات ۽ فحش مضمون نه هجي، ٣- ٻڌڻ وارو الله لاءِ ٻڌي، ۴- سرود نه هجي، ۵- عورتون نه هجن ( لمعات سليماني: شاهه سليمان قلواري ١٩٤١ع ص- ١ کان ١٣)

(٢) تاريخ معصومي سنڌي، ترجمه ص- ٢١٦.

پندرهن منٽن کان پوءِ پير صاحب اندر ويندو، ته فقير ويڙهي ويندس. ڪجهه وقت کان پوءِ پير صاحب وري اچي ٿلهي تي ويهندو. چگو وقت ويهڻ کان پوءِ پير صاحب هلندڙ سماع مان اٿي هليو ويندو، ۽ فقير هو ۽ الله هو جو ورد شروع ڪندا. (١)

سنڌ جي سماع جي قديم توڙي موجوده طريقي جو جائزو وٺڻ سان معلوم ٿيندو، ته سماع، راڳ جو نالو نه آهي. سماع راڳ کان بالڪل مختلف آهي. سماع خدا جي ياد ۽ تزڪيه نفس جو هڪ تربيتي نمونو آهي.

هي هڪ اهڙو نمونو آهي، جنهن ۾ ماڻهو هڪ منو ٿي پنهنجي مالڪ حقيقي ڏانهن رجوع ٿئي ٿو، ۽ ان جي ذڪر ۽ فڪر ۾ پنهنجي ذات کي بالڪل وساري ڇڏي ٿو. اهڙيءَ طرح سندس دل ۽ روح جي صفائي ٿئي ٿي.

(١) ڊاڪٽر غلام علي الانا، "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ" (اڻ ڇپيل) ص- ٥٦٤ کان ٥٦٥.

فصل ٽيون

# علمي لياقت ۽ مشرب

## علم و فضل

مٿي بيان ٿي چڪو آهي، ته شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري کي ظاهري تعليم سان شوق ڪونه هو. "بيان العارفين" ۾ سندس زباني آيل آهي، ته فقط ٻه سيپارا پڙهيو. مريدن کي به چوندو هو ته ظاهري تعليم پرائڻ ۾ گم ٿي نه وڃن. الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ فڪر کي ظاهري تعليم کان بهتر سمجهندو هو. انهيءَ هوندي به ظاهري عالمن جي صحبت ۾ ويهي گهڻو ڪجهه پرايائين. سندس ملفوظات "بيان العارفين" مان معلوم ٿئي ٿو، ته نبين ۽ ولين جي قولن جي ڪيس وڏي ڄاڻ هئي. وقت جا وڏا عالم جهڙوڪ: مولانا دائود مفتي، مولانا محمد صدر، مخدوم حامد دودائي ۽ ٻيا جڏهن سندس مجلس ۾ ڪائنس تصوف جا باريڪ نڪتا ۽ معنائون ٻڌندا هئا، ته دنگ رهجي ويندا هئا. ان وقت جو مشهور عالم ميان عبدالرشيد "بصير" چوندو هو، ته "جڏهن حضرت جن وٽان نڪتا ٻڌندو آهيان، تڏهن ڪيترا خيال ۽ معنائون دل تي تري ايندي يون اٿم. مرضي اٿم، ته حضرت جن جي هر هڪ نڪتي جون ڪيتريون ئي معنائون بيان ڪريان."

شاهه عبدالڪريم کي سنڌي شاعرن جا بيت به ياد هئا. قاضي قاضن جا بيت جيڪڏهن شاهه ڪريم جي زباني معلوم نه ٿين ها، ته اسان تائين نه پهچن ها. فارسي ۽ هندي جي به ڪجهه قدر واقفيت هيس.

جيتوڻيڪ سندس خيال هو، ته ظاهري علم مان غرور ۽ هٺ پيدا ٿئي ٿو، جيڪو سلوڪ جي راهه ۾ وڏي رڪاوٽ آهي، تڏهن به ظاهري علم کي نِنديو نه اٿس. "بيان العارفين" ۾ هڪ نقل آيو آهي، ته هڪ پيري مريدن اچي ڪيس چيو: "ماڻهو چون ٿا، ته اوهين علم جو نه ٿا پڙهو"؟ پاڻ کين چيائون، "انهن کي چئو ته دعا ڪريو، ته علم نصيب ٿئي."

**مذهب ۽ مشوب**

حضرت شاه عبدالڪريم عليہ الرحمتہ وڏو صوفي بزرگ هو. سنت جماعت جي طريقي تي هلندو هو. آل اطهر جي محبت دل ۾ هيس، ۽ حضرت امام حسين عليه السلام جي شهادت تي غم جو اظهار ڪندو هو. سيد بدران فقير سڏائيندو هو. ٻين سيدن کي بہ چوندو هو، تہ فقير سڏايو. ڇاڪاڻ جو فقيري ۾ "سيدي" اچي وڃي ٿي. ان جو سبب اهو آهي، جو ٻنهي جهانن جي سردار فقر تي فخر ڪيو آهي. تصوف جي سلسلي ۾ پاڻ کي اويسي (١) سڏيندو هو. شريعت موجب پورو هلندو هو. روزا ۽ نمازون ڪڏهن بہ نہ گسايائين. سندس مقام ۾ منزلت بابت ڪيترن ئي بزرگن جا بيان "بيان العارفين ۾ آيل آهن."

---

(١) اويسي طريقو حضرت اويس قرنيءَ جي نالي پٺيان مشهور آهي، جنهن حضور ﷺ کي ڏسڻ کان سواءِ ايمان آندو هو. جڏهن ٻڌائين تہ احد جي جنگ ۾ پاڻ ڪريمن جو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو آهي، تہ پنهنجا سڀ ڏند پٽي ڇڏيائين. انهيءَ خيال کان تہ پاڻ سڳورن جو الائي جي ڪهڙو ڏند مبارڪ شهيد ٿيو؟! صوفين مان جن بزرگن کي براه راست ٻنهي جهانن جي سردار وٽان فيض ملندو آهي، اهي اويسي سڏائيندا آهن.

حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي عليہ الرحمتہ بہ اويسي مشهور آهي. شاه صاحب پنهنجي دوست، مشهور عالم ۽ مفڪر مخدوم محمد معين ٺٽويءَ ڏانهن اويسي طريقي جي سمجهاڻ لاءِ خط لکيو هو، جنهن جو جواب ڏيندي، مخدوم صاحب اويسي طريقي جي مفصل سمجهاڻي ڏني هئي. پوءِ ان سوال ۽ جواب کي ترتيب ڏيئي هڪ رسالي ۾ جمع ڪيو ويو، جنهن جو نالو "رسالو اويسيہ" - تصنيف مخدوم محمد معين التتوي رکيو ويو. ان رسالي موجب اويسي طريقي جو تعارف هن طرح آهي:

لفظ اويسي صوفي حضرات جي ڪلام ۾ آيو آهي. "اويسي" انهيءَ شخص کي چوندا آهن، جنهن جي تربيت ۽ تڪميل ۾ روح- روان کي دخل هجي. هي روحاني فيض وٺڻ، ظاهري مرشد وٺڻ جي خلاف نہ آهي. اهو دستور وڏن درويشن جي حالات ۾ پڻ موجود آهي. ڪيترن ئي اوليائن جي مرشدن جو سلسلو مشهور نہ هو. امام يافعي "روضة الرياضين" ۾ انهن ولين جو ذڪر ڪيو آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو، تہ خواجہ حافظ شيرازي جي بہ ڪنهن کي خبر نہ آهي، تہ ڪنهن کان باطني علم پرايائين. مولانا جامي جي نفحات ۾ آيو آهي، تہ ظاهري مرشد وٺڻ، ولايت لاءِ ڪو شرط نہ آهي. انهيءَ ڪري طعنا ڏيڻ ۽ اهڙن بزرگن جي طريقي کي بي بنياد چوڻ گستاخي آهي.

"( هي رسالو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي ترجمي سان "نئين زندگيءَ" ۾ شايع ڪرايو آهي. ڏسو ماهوار "نئين زندگي". بابت ماه نومبر. سال ١٩٥٣ع. ص-٢١ کان ٢٢) ان مان معلوم ٿيندو، تہ اويسي طريقي وارا گهڻو ڪري باقاعده مرشد نہ وٺندا آهن.

فصل چوٿون

# سنڌ جون سياسي حالتون

## سياسي پس منظر

حضرت شاه عبدالڪريم بلڙي رح، سمن جي حڪومت (سنہ ١٣٥١ کان سنہ ١٥٢١ع) کان ١٦ سال پوءِ سنہ ٩٤٤ هہ (١٥٣٨ع) ۾ تولد ٿيو. سندس اک کولڻ وقت سنڌ تي شاه حسين ارغون جي حڪومت هئي، جو سنہ ٩٢٨ هہ (١٥٢١ع) ۾ تخت تي وينو. سنہ ٩٢٧ هہ (١٥٢٠ع) ۾ سندس والد شاه بيگ ارغون سنڌ فتح ڪئي هئي. (١)

ڏهين صدي هجريءَ جي پهرين چوٿائي، ماوراء النهر، خراسان، ايران ۽ سنڌ وڏن وڏن انقلابن ۽ لاهن چاڙهن جي لپيٽ ۾ رهي. پريشاني، بربادي، خون خرابو، ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جو عجيب و غريب عالم رهيو. ڪيئي خاندان منجي ويا، ڪي ئي حڪومتون ناس ٿي ويون، ۽ ڪيترن ئي نين سلطنتن جو آغاز ٿيو. شاهہ اسماعيل صفوي پنهنجي نئين سلطنت جو بنياد انهيءَ چوٿائيءَ ۾ وڌو. انهي ئي زماني ۾ محمد خان شيباني پنهنجي خونريزين ۽ لشڪر ڪشين ذريعي ايران، توران ۽ خراسان جي سرزمين کي پيليندو، خون جا واهڙ وهائيندو رهيو. آخر انهيءَ چوٿائيءَ ۾ پاڻ بہ سڀ ڪجهہ وڃائي، مارجي ويو. آل تيمور جو آخري چراغ انهيءَ زماني ۾ هرات ۾ هميشہ لاءِ گل ٿي ويو. ڪيترائي شهزادا مارجي ويا، جيڪي بچيا، اهي اهڙا ڇڙ و ڇڙ ٿيا، ۽ هڪ ٻئي کان اهڙا وڇڙيا، جو ڪڏهن بہ نہ مليا. اهڙو ئي حال آل تيمور جي هي شاخ جو فرغانہ ۾ ٿيو. بابر پنهنجي بادشاهي وڃائي، توران کان خيبر جي لڪ تائين وادين ۽ پهاڙن جي لاهن چاڙهن ۾ پنهنجي قسمت آزمائيندو رهيو. (١)

سنڌ ۾ بہ اهڙيون حالتون هيون. صدين کان سهٽي نموني هلندڙ سمہ

---

(١) "تاريخ معصومي"، سنڌي ترجمو، ص- ١٣٧ کان ٢٤٣.

(١) تذڪره روضة السلاطين و جواهر العجائب: فخري بن اميري هروي، بتصحيح و حواشي: پير حسام الدين راشدي، ١٩٦٨ع ص- ٢٤-٢٣.

حڪومت، سنڌ جي نامور بادشاه ڄام نظام الدين عرف ڄام نندي جي اڪ پوتڻ (٩١٤ هجري- ١٥٠٨ع) سان گهرو لڙائيءَ جي نذر ٿي ويئي. (٢)

ڄام نظام الدين ٢٥ ربيع الاول سنہ ٨٦٦ ھہ کان ٩١٤ ھہ تائين نہ فقط ملڪ تي حڪمراني ڪئي، پر ماڻهن جي دلين تي بادشاهي ڪئي. هو نهايت نيڪ، ڪردار ۽ گفتار جو سچو، اعليٰ منتظم، بهادر ۽ خوش اخلاق بادشاه هو. جاه و جلال، شان و شوڪت، تدبر ۽ فراست ۾ سندس ڪو بہ ثاني ۽ ثاني ڪو نہ هو. سنڌ تي اڌ صدي سندس حڪمراني، سنڌ لاءِ سچي رحمت هئي. ملڪ ۾ امن و امان هو، ۽ ماڻهو ريئان ڪيئان هئا. دنيوي خوشحاليءَ سان گڏ، ديندارِيءَ جي لحاظ کان بہ وڏي رحمت هئي. ديني ۽ دنيوي علمن جي اشاعت لاءِ سنڌ جي چپي چپي تي مدرسا ۽ خانقاهون هيون. ڄام نندو پاڻ عالم، فاضل، زاهد ۽ عابد هو. تاريخ ۾ سندس زهد ۽ تقويٰ جون ڪيئي ڪهاڻيون بيان ٿيل آهن. هو گهوڙن جي ڪڙهہ ۾ ويجي، انهن جي پٺيءَ تي هٿ گهمائي چوندو هو، تہ "توهان بہ دعا گهرو، ۽ آءٌ بہ ٿو دعا گهران، تہ خدا اهو ڏينهن نہ آڻي، جو سواءِ شرعي سبب جي اوهان تي سواري ڪريان، ۽ سواري ڪندي ڪنهن بہ مسلمان جو خون منهنجي هٿان نہ وهي. سيني تاريخن سندس اخلاق ۽ ڪردار جي تعريف ڪئي آهي. (٣)

ڄام نظام الدين کان پوءِ سندس فرزند ڄام فيروز تخت نشين ٿيو، جو ننڍي عمر جو هو. انهيءَ ڪري ڄام فيروز جي هڪ عزيز ڄام صلاح الدين تخت نشين ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي. گهرو لڙائي لڳي. گجراتي لشڪر جي مدد سان ڄام صلاح الدين ٺٽي تي حملو ڪيو، جنهن کي ڄام فيروز، محب وطن دولهہ دريا خان (ڄام نندي جو وزير) جي مدد سان روڪيو. گجراتين کان سواءِ ڄام فيروز جي زماني ۾ ارغونن جي بہ اچ وڃ ٿي. دولت شاهي، ۽ نور گاهي ارغون پيچي سنڌ ۾ آيا، ۽ لشڪر ۾ شامل ٿي ويا. انهن مان مير قاسم ڪيبڪي سنڌ جي حالتن کان واقف ٿي شاه بيگ ارغون وٽ ويو ۽ کيس سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ چيائين. شاه بيگ ارغون سنہ ١٥١٨ع ۾ ٺٽي ڏانهن

(٢) "تاريخ معصومي،" سنڌي ترجمہ، ص- ٩١

(٣) "تاريخ معصومي"، سنڌي ترجمو، ص- ٨٩ کان ٩١- ماثرحيمي، ج- ٢، ص- ٢٧٣.

روانو ٿيو. دريا خان سندس مقابلو ڪيو، پر مارجي ويو. سنہ ١٥٢٠ع ۾ شاه بيگ ٺٽو فتح ڪري، قتل عام جو حڪم ڏنو. پر جلدئي قاضي قاضن خط ذريعي شاه بيگ کي متاثر ڪري قتل عام کي بند ڪرايو. (١)

آخر ڄام فيروز ۽ شاه بيگ جي وچ ۾ صلح ٿيو، ۽ شاه بيگ ٺٽو سندس حوالي ڪيو. موٽ تي سيوهڻ جي ويجهو ٽلٽيءَ جي ميدان تي، سنڌين ۽ شاه بيگ جي وچ ۾ وڏي لڙائي لڳي، جنهن ۾ سنڌ جي وڏي عالم ۽ بزرگ حضرت مخدوم بلال جي چوڻ تي دريا خان جي پٽن ۽ ٻين اميرن حصو ورتو. سنڌ جا سورهيہ سر جو سانگو لاهي، جنگ جي ميدان ۾ ڪڏي آيا. وڏي خونريز لڙائي لڳي. ڪي ٿي ڪونڌر ڪسي ويا. آخرجڏهن سمورا جوڌا جوان مارجي ويا، تڏهن ميدان شاه بيگ جي هٿ آيو. شاه بيگ جي سيوي طرف رواني ٿيڻ کان پوءِ ڄام صلاح الدين ڄام فيروز تي حملو ڪيو. ڄام فيروز، شاه بيگ کي اطلاع ڏنو، جنهن پنهنجي پٽ شاه حسن کي روانو ڪيو. شاه حسن ۽ ڄام صلاح الدين جي وچ ۾ لڙائي لڳي، جنهن ۾ ڄام صلاح الدين ۽ سندس پٽ مارجي ويا. شاه بيگ سيويءَ کان سيوهڻ پهتو. شاه حسن بہ سانس اچي مليو پوءِ ٻئي ٻکر پهتا. ڌاريجا قوم جي ماڻهن بغاوت ڪئي، ۽ مقابلو ڪيائون، پر ڪيترائي مارجي ويا. سنہ ١٥٢١ع ۾ شاه بيگ گجرات فتح ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو، پر اگهم ڪوٽ وٽ ٢٢ شعبان سنہ ٩٢٨ هہ (١٥٢١ع) تي فوت ٿيو. سندس لاش کي دفن ڪرڻ لاءِ مڪہ مڪرمہ موڪليو ويو. (١)

شاه بيگ کان پوءِ شاه حسن تخت نشين ٿيو. کيس معلوم ٿيو تہ، ڄام فيروز باغي ٿي ويو آهي. انهيءَ ڪري ٺٽي طرف روانو ٿيو. ڄام فيروز ڪڇ طرف ڀڄي ويو، ۽ لشڪر گڏ ڪري ٺٽي پهتو. شاه حسن بہ اڳتي وڌيو. چاچڪن ۽ راحمن ڳوٺن جي ويجهو مقابلو ٿيو. سنڌي لشڪر جڏهن مغلن جو لشڪر ڏٺو، تڏهن گهوڙن تان لهي، مٿن تان پڳون لاهي، سندرا ٻڌائون. سندرن جون ڪندون وري هڪ ٻئي سان ٻڌي، جنگ شروع ڪيائون. ان

(١) "تاريخ معصومي". سنڌي ترجمو، ص- ١٣٦.

(١) "تاريخ معصومي"، سنڌي ترجمو، ص- ١٣٩ کان ١٥٢- ترخان نامہ، سيد مير محمد شاه، باهتمام: سيد حسام الدين راشدي، ١٩٦٥ع، ص- ١٢ کان ٢٣.

وقت سنڌي سورهيائيءَ جو اهو اهڃاڻ هوندو هو، تہ جڏهن مرڻ مارڻ کان سواءِ ميدان نہ ڏيڻ جو فيصلو ڪندا هئا، تہ گهوڙن تان لهي مٿا اگهاڙا ڪري، سندرا هڪ ٻئي سان ٻڌندا هئا، تہ جيئن فولادي ديوار بنجي مقابلو ڪيو وڃي. آخر سنڌي سورهيہ سنڌ تان صدقو ٿي ويا، ۽ شاه حسن جي فتح ٿي. فتح کان پوءِ هو بکر ڏانهن موٽيو، ۽ موٽ تي هر جڳهہ تباهي مچائيندو آيو. سنہ ١٥٢٥ع ۾ بکر کان ملتان روانو ٿيو. واٽ تي سيورائي، اچ ۽ دلاور جا قلعا مسمار ڪيائين. اچ جو قلعو ۽ جايون ڊهرائي، سامان ڪيارائي، ٻيڙين تي ڪٺائي، بکر موڪليائين. جيڪو بکر جي قلعي جي نئين سر اڏاوت ۾ استعمال ٿيو. آخر ملتان جي حاڪم محمود لانگاه کي شڪست ڏيئي، سنہ ١٥٢٦ع ۾ ملتان بہ فتح ڪيائين. بکر موٽي اچڻ تي کيس معلوم ٿيو، تہ ڪڇ جو راجا ڪنگهار ٺٽو فتح ڪرڻ گهري ٿو. انهيءَ ڪري ڪنگهار کي شڪست ڏيئي ٺٽي پهتو. (٢)

مٿيان واقعا شاه ڪريم جي ولادت کان اڳ جا آهن. شاه عبدالڪريم عليہ رحمتہ جي ولادت کان ٻہ ورهيہ پوءِ سنہ ١٥٤٠ع ۾ شاه حسن ارغون جي زماني ۾ همايون، شير شاه سوريءَ کان شڪست کائي، لاهور ۽ اچ کان ٿيندو، روهڙيءَ جي ويجهو پهتو. مرزا شاه حسن کيس پڇاڻ لاءِ اچ کان بکر تائين درياه جا ڪنارا ويران ڪري ڇڏيا، تہ جيئن همايون جي لشڪر کي رسد نہ ملي سگهي. آخر اها حالت ٿي، جو همايون جا ماڻهو، اٺ ۽ گهوڙا ذبح ڪري کائڻ لڳا. اهو حال ڏسي همايون، جوڌپور جي راجا مالديو جي لکڻ تي جوڌپور روانو ٿيو. جوڌپور کان ٣٠ ميلن جي پنڌ تي هو، تہ کيس معلوم ٿيو، تہ جوڌپور جي راجا جي دل ۾ کوٽ آهي. انهيءَ ڪري تڪڙو تڪڙو جيسلمير روانو ٿيو. جيسلمير جي راجا پاڻي روڪي ڇڏيس. انهيءَ ڪري عمر ڪوٽ آيو، جتي اڪبر ڄايس. ٽن سالن جي رولڙي کان پوءِ جڏهن همايون قنڌار وڃڻ جو خيال ڪيو، تہ شاه حسن سندس مدد لاءِ هٿ وڌايو ۽ انهيءَ ئي سال هو قنڌار هليو ويو. (١)

(٢) "تاريخ معصومي"، سنڌي ترجمو- ص- ١٦٩ کان ١٩٣.
(١) "تاريخ معصومي"، سنڌي ترجمو، ص- ١٦٩ کان ١٩٣. " ترخان نامہ"، ص- ٣٠ کان ٣٦.

انهيءَ ئي سال شاه حسن کي اڌ رنگ جي بيماري ٿي پيئي. سنہ ٩٦٢ ھہ (١٥٥٤ع) ۾ وفات ڪيائين. ڪن جو چوڻ آهي، تہ سندس زال ماه بيگم کيس زهر ڏيئي مارايو. جيئن تہ کيس ڪو بہ اولاد ڪونہ هو، انهيءَ ڪري مرزا عيسيٰ ترخان تخت تي ويٺو، جيڪو سندس نپايل هو. هن ماه بيگم سان شادي بہ ڪئي. سال بہ ڪونہ گذريو، تہ محمود خان سان سندس اختلاف ٿي پيو، جيڪو بکر جو حاڪم هو. محمود خان پاڻ کي خود مختيار ظاهر ڪيو. سنہ ٩٦٣ ھہ (١٥٥٥ع) ۾ مرزا عيسيٰ بکر تي حملو ڪري، گهيرو ڪيو. اجا گهيرو ئي ڪيون ويٺو هو، تہ گوا جي پورچگيزن ٺٽي تي حملو ڪيو. ٺٽي کي ڦريائون، باهيون ڏنائون، ۽ آخر ۾ ڪيترن ماڻهن کي قيد ڪري پاڻ سان وٺي ويا. ايڏي ڦر ڪيائون، جو سندن چوڻ موجب ايڏي ڦر سڄي ايشيا ۾ ڪانہ ڪئي هئائون. اهو احوال ٻڌي مرزا پوئتي موٽيو. سلطان محمود سندس پٺيان پيو، ۽ سيوهڻ تائين ربيع جا فصل تباه ڪري ڇڏيائين. آخر سيد مير ڪلان وچ ۾ پئي صلح ڪرايو. (٢)

سنہ ٩٦٧ ھہ (١٥٥٩ع) ۾ مرزا جي ٻن پٽن: مرزا محمد باقي ۽ مرزا محمد صالح جي وچ ۾ تڪرار ٿي پيو. مرزا عيسيٰ، مرزا محمد صالح جو طرف ورتو، ۽ محمد باقي شڪست کائي، سوڍن جي رهائشگاه ونگي ڏانهن هليو ويو. محمد صالح وڏو بهادر ۽ همت ڀريو هو. سنہ ٩٧٠ ھہ (١٥٦٢ع) ۾ هڪ بلوچ کيس قتل ڪيو، جنهن جي پيءُ کي هن مارايو هو. (١)

ان کان پوءِ مرزا عيسيٰ ۽ محمود خان بکريءَ جون آويزشون هلنديون آيون، تان جو سنہ ٩٧٤ هجري (١٥٦٦ع) ۾ مرزا وفات ڪئي. کائنس پوءِ مرزا باقي تخت تي ويٺو، جيڪو وڏو ظالم هو. هن ماه بيگم کي بند ۾ وڌو، جتي هوءَ اڃ ۽ بکن ۾ مري ويئي. اهڙا تہ ظلم ڪيائين جو ٻڌڻ سان لونءُ لونءُ ڪانڊارجيو وڃي. پهريائين ارغون اميرن کي وڏا اختيارات ڏنائين. پر پوءِ جو ڪاوڙ آيس، تہ انهن جي پاڙ پٽي ڪڍيائين. ان کان پوءِ سلطان محمود

(٢) " ترخان نامہ"، ص- ٣٢ کان ٣٦- "تاريخ معصومي"، سنڌي ترجمو، ص ٢٢٨ کان ٢٣١ ۽ ٢٣٥ کان ٢٣٦.

(٢) "ترخان نامہ"، ص ٣٢ کان ٣٦- "تاريخ معصومي"، سنڌي ترجمہ، ص ٢٢٨ کان ٢٣١-٢٣٥ کان ٢٣٦ " جنة السند ص ٣٠٢-٣٠٦.

بڪري، ارغون اميرن جي دانهن تي مرزا باقي تي چڙهائي ڪري آيو. مرزا جو ننڍو ڀاءُ مرزا جان بابا ۽ سندس نياڻو مرزا شادمان به لشڪر وٺي اچي محمود خان سان مليا، پر پوءِ جدا ٿي ويا. آخر مرزا باقيءَ جي لشڪر کان شڪست کائي ڀڄي وڃي ڪڪرالي پهتا، جو سمنڊ جي ڪناري تي هو. مرزا باقي پهريائين سيد علي ثاني شيرازي ٺٽوي جي معرفت مرزا جان بابا ۽ يادگار مسڪين سان صلح ڪيو، ۽ پوءِ ڪين قتل ڪرائي ڇڏيو. ان کان پوءِ محمود خان به ڪاهيندي اچي ٺٽي کي گهيرو ڪيو. مرزا کي مقابلي جي طاقت ته ڪا نه هئي، پر محمود خان کي معلوم ٿيو، ته ترسون محمود خان جي پائرن اچ جي قلعي تي حملو ڪيو آهي، انهيءَ ڪري مقابلو ڇڏي موٽي ويو. سنه ۹۹۳ هه (۱۵۸۴ع) ۾ مرزا باقي چريو ٿي پيو ۽ ترار ڪٺي پاڻ کي مارڻ جي ارادي سان، پاڻ کي ڦٽي وڌائين. آخر انهن ڦٽن ئي سندس موت آندو. (۱)

هي اهڙو ته ظالم هوندو هو، جو معمولي ڳالهين تي سخت سزائون ڏيندو هو، جهڙوڪ: ڏاڙهي پٽڻ، نڪ ۽ ڪن ڪپڻ، هاٿين جي پيرن سان ٻڌي گهٽين ۽ بازارين ۾ گهمائڻ. پٽ جي موت جو ٻڌي شڪ ۾ محلي جي زالن جي سٿڻن ۾ ٻليون وجهارائي، سندن ببا وڍرائي ڇڏيائين، ۽ مردن کي هاٿين جي پيرن سان ٻڌارائي گهٽين ۽ بازارين ۾ گهمايائين. بي غيرت وري اهڙو هو، جو جڏهن اڪبر جي لشڪر حملو ڪيو، تڏهن بادشاه کي راضي ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڌيءَ شاديءَ لاءِ دهليءَ ڏياري موڪليائين، پر بادشاه، خوني ۽ ظالم جي ڌيءَ سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪيو، ۽ هوءَ موٽي پيءُ وٽ آئي. (۲)

ڪائنس پوءِ سندس پٽ مرزا جاني بيگ تخت تي وينو. هيءُ به پيءُ وانگر ظالم هو. هن پيءُ جي خون جي ڪن ماڻهن تي تهمت رکي، انهن مان ڪن کي توئن ۾ ويڙهائي ساڙائي ڇڏيو، ڪن جي مٿي کان پيرن تائين ڪرت وجهي به ٽڪر ڪرايو، ۽ هر هڪ اڌ کي ذرا ذرا ڪري، گهٽين ۽ بازارين ۾

(۱) " ترخان نامه" ص ۵۱ کان ۹۵- "تاريخ معصومي"، سنڌي ترجمو، ص- ۲۴۷ کان ۳۰۹.

(۲) "ترخان نامه"، ص ۵۱ کان ۹۵- "تاريخ معصومي" سنڌي ترجمو- ص- ۲۴۷ کان ۳۰۹- حواشي مڪلي نامه، ص- ۲۳۸ کان ۲۵۷.

اڇلائي ڇڏيو. ڪن کي سنگسار ڪرايائين، ۽ ڪن کي متي کان پيرن تائين کل لهرايائين. سندس حڪومت جي شروع ۾ سندس چاچي مظفر ڪاه ڪئي، پر ڪيس شڪست ملي. ان کان پوءِ هن پيءُ جي سڪي کي رد ڪري، پنهنجو سڪو چالو ڪيو، ۽ نيون ماپون مقرر ڪيائين. اڪبر کي جڏهن اها خبر پيئي، تڏهن ڪاوڙ لڳس، ۽ ڪيس آڻ مڃائڻ لاءِ نواب محمد صادق کي چاڙهي موڪليائين. هو سيوهڻ تائين پهتو، ۽ هار کائي پوئتي موٽي ويو. ان کان پوءِ سنہ ٩٩٩ هہ (١٥٩٠ع) ۾ مرزا عبدالرحيم خان خانان چڙهي آيو، جنهن سخت لڙائيءَ کان پوءِ سيوهڻ فتح ڪيو. انهيءَ وچ ۾ مرزا جاني بيگ ٺٽي کي باهيون ڏيئي تباه ڪرائي ڇڏيو. انهيءَ افراتفريءَ ۾ ڦر بہ ٿي. سنہ ١٠٠٠ هہ (١٥٩١ع) ۾ خان خانان مرزا سان صلح ڪري ڪيس اڪبر جي خدمت ۾ موڪليو. اڪبر سندس پٽ مرزا غازي بيگ کي ٺٽي جو نواب مقرر ڪري موڪليو، جو ان وقت سورهن سالن جو هو. مرزا جاني بيگ کي دهليءَ ۾ ئي رهائي ڇڏيائين. هن اتي ئي وفات ڪئي، ۽ سندس لاش آڻي مڪليءَ تي دفن ڪيو ويو. مرزا غازي بيگ جي ڏينهن ۾ بہ ڪيتريون بغاوتون ٿيون. سنہ ١٠١٣ هہ (١٦٠٤ع) ۾ بادشاه جي سلاميءَ لاءِ آگري ويو، جتي بادشاه ڪيس رهائي ڇڏيو. سنہ ١٠١٤ هہ (١٦٠٥ع) ۾ اڪبر جي وفات کان پوءِ چوريءَ ٺٽي ۾ آيو. پوئتان سندس دشمن نورالدين جهانگير کي سندس خلاف اڀاريو، جنهن ڪري هن ڪيس گهرائي ورتو. آخر جڏهن وفادار سمجهيائينس، تڏهن ڪيس قنڌار جو نواب ڪري موڪليائين، جتي سنہ ١٠٢١ هہ (١٦١٢ع) ۾ وفات ڪيائين. سندس لاش آڻي مڪليءَ تي دفن ڪيو ويو. هو فارسي زبان جو بلند پايہ شاعر هو، ۽ "وقاري" تخلص ڪندو هو. شاعرن جو وڏو قدردان هو. ڪيترائي شاعر سندس دربار ۾ هوندا هئا. ايراني شاعر بہ ڪهي وٽس ايندا هئا. ذهين بہ هو، تہ سنو منتظم بہ. انهن خوبين سان گڏ منجهس برايون بہ هيون. وڏو زاني هو ۽ شراب بہ گهڻو پيئندو هو. (١)

(١) "ترخان نامہ"، ص- ٥١ کان ٩٥- "تاريخ معصومي" ص- ٢٤٧ کان ٣٠٩، حواشي مڪلي نامہ، ص- ٤٠٧ کان ٤١٥- مرزا غازي بيگ ترخان اور اس کي بزم- سيد حسام الدين شاه راشدي، سال ١٩٧٠ع، ص- ٥٦ کان ١٦٦.

مرزا جاني بيگ جڏهن خانـ بدوش ٿي ويو، تڏهن جهانگير سنڌ کي مرڪز سان ملائي ڇڏيو. پوءِ ٺٽي تي گورنر مقرر ٿي ايندا رهيا. سنہ ١٠١٥ هہ (١٦٠٦ع) ۾ خسرو چرڪس سنہ ١٠٢١ هہ (١٦١٢ع) ۾ مرزا رستم، سنہ ١٠٢٥ هہ (١٦١٦ع) ۾ مرزا مصطفيٰ، سنہ ١٠٢٨ هہ (١٦١٨ع) ۾ مرزا با يزيد بخاري، ان ڪان پوءِ شريف الملڪ. سنہ ١٠٣٧ هہ (١٦٢٧ع) ۾ مرزا عيسيٰ خان ٺٽي جا گورنر ٿيا. (٢)

شاه عبدالڪريم سنہ ١٠٣٢ هہ ۾ وفات ڪئي، يعني انهيءَ زماني ۾ ٺٽي تي شريف الملڪ (شريف خان) گورنر هو. مٿين احوال مان معلوم ٿيندو، تہ شاه عبدالڪريم جي جوانيءَ جي زماني ڪان پڇاڙيءَ تائين سنڌ سان ڪيئي ويل وهيا. مرزا عيسيٰ ۽ محمود بڪريءَ جي خانہ جنگي، گوا جي پورچوگيزن جي ڦر ۽ باه، مرزا باقيءَ جا ظلم ۽ ڏاڍ مرزا جاني بيگ جا ڪيس ڪلور ۽ مرزا محمد صادق خان جي چڙهائين ملڪ کي ناس ڪري ڇڏيو. اهڙين حالتن جي ڪري عوام تي خوف ۽ هراس ڇانيل هوندو هو. امن امان تباه ٿي ويو هو. اهڙي زماني ۾ انسان، تصوف جي پناه ۾ ئي سک جو ساه کڻي سگهيو ٿي. اهڙين حالتن ۾ صوفي بزرگن انسان ذات جي اهم خدمت سر انجام ڏني. هنن نهٺائيءَ واري تعليم سان انسانن جي دلين کي آرام بخشيو. انهيءَ فطري تقاضا موجب شاه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي ڪلام ۾ بہ نهٺائيءَ، صبر ۽ شڪر جو پيغام ملي ٿو.

شاه عبدالڪريم جيتوڻيڪ حڪومت سان ڪو بہ تعلق نہ رکندو هو، تڏهن بہ خدا جي خلق جي خدمت لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ڪامورن وٽ ڪهي ويندو هو. انسانن جي سک سلامتيءَ جو ڪيس وڏو اونو رهندو هو. جيڪڏهن ڪنهن سان زيادتي ۽ ظلم ٿيندو هو، تہ بي اختيار ٿي ويندو هو. مطلب تہ هن اسلامي اصولن موجب انسانيت جو درس ڏنو، ۽ انسانن جي اخلاق ۽ ڪردار جي اصلاح ڪئي.

(٢) "تحفة الڪرام"، سنڌي ترجمو، ص- ٢٢٨ ڪان ٢٣٦.

## فصل پنجون

# سنڌ جو علم ۽ ادب

### علمي حالت

ملڪي حڪومت جي خاتمي ۽ ڌارين جي غلبي سبب سنڌ کي ڪنا ڪيڙ ڪري ڇڏيو. ارغونن جي اچڻ کان پوءِ در پيلي ۽ پاٽ جا ڪيترائي عالم بد دل ٿي سنڌ ڇڏي گجرات ۽ مدينه طيبه ڏانهن هليا ويا. انهيءَ ڪري سنڌ جو علمي نظام درهم برهم ٿي ويو. انهيءَ زماني ۾ وسط ايشيا ۾ سياسي انقلابن جي ڪري ڪيترائي علمي خاندان لڏي سنڌ ۾ آيا، جيڪي ٺٽي ۽ بکر ۾ آباد ٿيا. انهن مدرسا قائم ڪيا، ۽ علم جي شمع کي روشن ڪيو.

ارغونن جي زبان فارسي هئي. شاه حسن ارغون فارسي زبان جو شاعر هو، ۽ "سپاهي" تخلص ڪندو هو. انهيءَ ڪري فارسي زبان ۽ شعر کي فروغ مليو. پر ڏيهي شاعر به سنڌ ۾ آيا، تہ ڏيهي ماڻهن به فارسي ۾ شعر چيو. ان دور جي فارسي شاعرن مان هيٺين جا نالا قابل ذڪر آهن:

"مرزا شاه حسن، مخدوم ميران (وفات ۱۵۴۲ع) حيدر هروي، شاه جهانگير هاشمي، شاه حسن تڪدري، مولانا فخري هروي، مير شاه مسعود صدر." (۱)

فارسي جي بالادستي ترخانن ۽ مغلن جي دور ۾ به قائم رهي. هن دور ۾ به ڪيترائي فارسي جا شاعر پيدا ٿيا. خود مرزا جاني بيگ ۽ مرزا غازي بيگ فارسي جا شاعر هئا. مرزا غازي بيگ فارسي شاعرن جو وڏو سر پرست هو، ۽ ڪيترائي شاعر سندس دربار سان وابسته هئا.

هن عرصي ۾ نہ فقط ديوان ۽ مثنويون لکيون ويون، پر فارسي نثر ۾ به ڪتاب لکيا ويا. خاص طرح سان ان دور ۾ سنڌ جي تاريخ تي اهم ڪتاب لکيا ويا، جهڙوڪ: مير معصوم بکري جي تاريخ سنڌ ( ۱۰۰۹ هہ -

---

(۱) تاريخ معصومي، سنڌي ترجمو، ص ۲۴۰ کان ۲۴۵.

Sadarangani, H.I. persian poets of Sind PP:20 to 42

١٦٠٠ع)، ادارڪي بيگلاري جو ”بيگلار نامہ“ (١٠١٧ هہ - ١٦٠٨ع)، مير طاهر نسياني جي ”تاريخ طاهري“ (١٠٣٠ هہ - ١٦٢٠ع)، ميرڪ يوسف بن مير ابولاقاسم نمڪين جي ”مظهر شاهجهاني“ (١٠٤٤ هہ - ١٦٣٤ع)، سيد جمال الدين حسيني شيرازي ٺٽوي جو ”ترخان نامہ“ (١٠٦٥ هہ - ١٦٥٤ع)، شيخ فريد بکري جي ”ذخيرة الخوانين“ (١٠٦٠ هہ - ١٦٥٠ع) وغيره.

مغلن جي زماني ۾ هندوستان مان ڪي اهڙا شاعر بہ آيا، جيڪي اردو ۾ شعر چوندا هئا، جهڙوڪ: محمود صابري، محمد سعيد راهبر، مير علي جعفر بي نوا وغيره. اهوئي سبب آهي، جو ان دور ۾ فارسي شعر سان گڏ سنڌين ۾ اردو ۾ شعر چوڻ جو ذوق بہ پيدا ٿيو. ان هوندي بہ مغلن جي دور ۾ بہ فارسي جي بالا دستي برقرار رهي.

ان زماني ۾ جيڪو سنڌي فارسي ڄاڻندو هو، ان کي قدر جي نگاه سان ڏٺو ويندو هو. انهيءَ ڪري سنڌين بہ فارسي زبان ۾ شعر ۾ دلچسپي ورتي. سنڌي شاعريءَ کي جڻ تہ علمي محفلن ۽ اميرن جي درٻار مان تڙي ڪڍيو ويو. ان وقت فقيرن ۽ درويشن سنڌي شعر کي پنهنجي جيءَ ۾ جاءِ ڏني. صوفين جي سماع جون محفلون سنڌي بيتن سان گرم رهيون. ان جو ثبوت ”بيان العارفين“ آهي.

**سنڌي شعر**

ملڪ جي لاهن چاڙهن جي ڪري شاه ڪريم کان اڳ جو سنڌي شعر گهٽو ڪونہ ٿو ملي. ٻڌيءَ ٻيڙيءَ جي هريڙن جي مصداق سومرن ۽ سمن جي دور جا ڪجهہ بيت ملن ٿا، سي بہ جيئن تہ زباني روايتن ذريعي مليا آهن، انهيءَ ڪري شڪ گاڏئان آهن. البتہ تاريخن مان ايتري پڪي ثابتي ملي ٿي، تہ ان زماني ۾ سنڌي شاعر موجود هئا، ۽ سنڌي زبان ۾ شعر چيو ويندو هو.

ان زماني جو سومرن ۽ سمن سردارن جي سورهيائي، سخا ۽ رومانوي دستان بابت پتن، ياڻن ۽ چارڻن جا ڪجهہ بيت مليا آهن. ڪيترا بيت تہ گمنام سگهڙن ۽ شاعرن جا آهن. البت ڪجهہ بيت ڀاڳو ڀان ۽ سمنگ چارڻ جي نالن ۾ مليا آهن. سومرن جي دور جي مشهور واقعي دودي چنيسر جي لڙائيءَ بابت بہ ان زماني جا ڪجهہ بيت ملياآهن.

سومرن جي دور جي اسماعيلي مبلغن جا شعر بہ مليا آهن. جن کي گنان سڏيو ويجي ٿو. انهن اسماعيلي بزرگن جا نالا هي آهن: پير شمس سبزواري (١٠٦٥ع - ١١٧٦ع)، پير صدرالدين (١٢٩٠ع - ١٤٠٩ع) ۽ پير تاج الدين.

تاريخ مان ان زماني جي ڪن شاعرن جا نالا بہ ملن ٿا. جهڙوڪ: شيخ حماد جمالي، اسحاق لوهر ۽ راجو ستيو دل. سمن جي دور ۾ ساموئيءَ جي ستن درويشن جاست بيت مليا آهن. ساموئي درويشن جي شهادت جو واقعو جام تماچيءَ جي ڏينهن ۾ ٿي گذريو، جيڪو ١٣٧٥ع ۾ تخت تي وينو. انهن ستن بيتن مان بہ ڪيترا پوئين دور جا نهيل آهن، جن مان معلوم ٿئي ٿو، تہ سمن جي دور ۾ سماع جي محفلن ۾ سنڌي بيت پڙهيا ويندا هئا.

ان کان پوءِ اسان کي شاه ڪريم جي ملفوظات "بيان العارفين" ملي ٿي، جنهن ۾ قاضي قاضن، شاه ڪريم ۽ ٻين شاعرن جا بيت محفوظ ڪيل آهن. جيئن تہ هي بيت اسان کي تحريري صورت ۾ دستياب ٿيا آهن، انهيءَ ڪري هنن بيتن کي سنڌي شعر جي عظيم عمارت جي پيڙه جو پٿر چئي سگهجي ٿو. ان کان سواءِ ڪن ٻين ڪتابن مان شاه ڪريم جي ڪن همعصرن جا سنڌي بيت بہ مليا آهن. انهن شاعرن جو تعارف هيٺ ڏجي ٿو:

### مخدوم پير محمد لکوي

لکي تعلقي سکر جو وينل هو. سنہ ١٥٩٠ع يا ١٦٠٠ع ڌاري وفات ڪيائين. الف اشباع جي ستا ۾ سندس هڪ نظم مليو آهي، جنهن ۾ روضہ اقدس جي ديدار جو اشتياق ڏيکاريو اٿس. نظم هن طرح شروع ٿئي ٿو:

اي صبا! واءِ صبح جا خاطي خير هتا ء
تون ريبارو رحمان جو ۽ قاصد قريبا

### مخدوم نوح

شاه ڪريم جي مرشد حضرت مخدوم نوح وفات (١٥٩٠ع) جا ڪجهہ سنڌي بيت مليا آهن. هڪ بيت هت ڏجي ٿو:

سمو بہ ساٿين گڏ، تون لوچج لج کي،
هلندي سمي سامهون، تون پڻ ڪيرت ڪج،
تہ تو پڻ ٿئي ڏڍ، سمي بہ سوپ ٿئي.

## سيد علي ثاني ٺٽوي

شاه ڪريم جي پير ڀائي ۽ ٺٽي جي مشهور عالم ۽ فاضل سيد علي ثاني شيرازي (وفات ١٥٧٣ع) جو هڪ سنڌي بيت مليو آهي:

سرتن سانگ سڪن جو، مون کي رويو رهائين،
آءُ ٿي هلان هوت ڏي، هو ٿيون واريو وهارين،
وريتيون ورن سين، وينيون گهر گهارين،
ڪَهندا ٿيون ڪارين، ڪانـ هلندي هوت ڏي.

انهن ڪان سواءِ ٻين ٻـ ڪن شاعرن جا نالا ملن ٿا، جهڙوڪ: درس علاوالدين سومرو ٺٽو، سيد ابوبڪر لڪياري ڳوٺ آراضي سيوهڻ، شاه خيرالدين جيلاني سکر، سيد هارون، يوسف سهتو ٺٽو، ڪافي گو شاعر فاضل بکري ۽ جرڪس فقير هنگورو.

# فصل ڇهون

# شاه ڪريم جي شاعري

## ڪريم جو ڪلام

حضرت شاه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي طبع ننڍي هوندي ڪان ئي شعر ۽ سماع ڏانهن مائل هوندي هئي. جڏهن متن جذبو طاري ٿيندو هو، ته بي اختيار ٿي بيت چوندا هئا. ۽ اهي بيت وري مٺي آواز سان سماع ۽ وعظ جي مجلسن ۾ پڙهائيندا هئا. ڪين اڳين شاعرن جو شعر به ڪافي ياد هو، جو وقت بوقت مجلسن ۾ پڙهائيندا هئا. قاضي قاضن جابيت به شاه ڪريم جي زباني ئي معلوم ٿيا آهن.

## بيتن جو تعداد

بيان العارفين ۾ شاه ڪريم جا قول به آهن ته بيت به. سندس قولن جي وچ ۾ جيڪي سندس بيت آيل آهن، انهن جو تعداد ٩٣ آهي. جيڪڏهن انهن مان شيخ پراڻ وارو بيت به ڌار ڪبو، ته پوءِ ڪل بيت وڃي ٩٢ ٿيندا. ان ڪان سواءِ هيٺين بيت بابت به يقين نه آهي، ته شاه ڪريم جو آهي يا قاضي قاضن جو. مضمون ۽ سٽا جي لحاظ ڪان قاضي قاضن جو معلوم ٿئي ٿو. پر جيئن ته بيت ڪان اڳ قاضي قاضن جو نالو نه ڪنيو ويو آهي، انهيءَ ڪري شاه ڪريم جو بيت ڪري، شامل ڪيو ويو آهي.

ڪنز قدوري ڪافيا، جي پڙهي پروڙين سڀ،
ته ڪر منڊي ماڪوڙي، ڪوه ۾ پئي ڪڇي اڀ.

انهن بيتن مان ٻه بيت هڪ مصرع وارا، ٻه ٽن مصرعن وارا ۽ باقي ٻن مصرعن وارا آهن.

## شعر جو وزن

شاه ڪريم جو شعر هندي شعر جي وزن "ڇند وديا" موجب معلوم ٿئي ٿو.

شاعريءَ جي فن جي علم ڪي هنديءَ ۾ "ڇند وديا" چيو ويندو آهي. جهڙيءَ طرح "علم عروض ۾" اصول ۽ ارڪان آهن، اهڙيءَ طرح هندي ڇند وديا ۾ به آهن. البت فرق اهو آهي، ته علم عروض ۾ اصول ثلاثي (ٽن حرفن وارا)، رباعي (چئن حرفن وارا) ۽ خماسي (پنجن حرفن وارا) ٿيندا آهن، پر "هندي ڇند" جا اصول هڪ حرفي (هڪ حرف متحرڪ) ۽ ٻه حرفي ( هڪ حرف متحرڪ سان گڏ هڪ حرف ساڪن) ٿيندا آهن. هڪ حرفي اصول کي "لگهه ماترا" ۽ ٻه حرفي اصول کي "گر" چيو ويندو آهي. علم عروض توڙي ڇند وديا ۾ اصول ارڪان جوڙين ٿا، پر ٻنهي ۾ فرق آهي. علم عروض ۾ حرفن جي تعداد کي اهميت آهي، مثلاً فاعلن ۾ پنج حرف آهن، انهيءَ ڪري اهو رڪن خماسي (پنجن حرفن وارو) چيو ويندو. فاعلاتن ۾ ست آهن، انهيءَ ڪري سباعي (ستن حرفن وارو) سڏيو ويندو. ڇند وديا ۾ رڪن کي "گن" چيو ويندو آهي. هر "گن" ۾ ٽي ٽي اصول رکيل هوندا آهن. پر انهن جي ترتيب علم عروض جهڙي نه هوندي آهي. "گن" هي آهن، جن جي تقطيع ۾ "لگهه" لاءِ "٨" نشاني آهي ۽ "گر" لاءِ هيءَ - نشاني آهي. وضاحت لاءِ علم عروض جا "رڪن" به ڏنا وڃن ٿا:

١- يگن( - - ٨ = فعولن) ٢- مگن (٨٨٨ = فعل) ٣- تگن (٨-- - = مفعول) ۴- ڀگن (٨٨ - فاعل) ٥- جگن (٨ - ٨ = فعول)٦- رگن (- ٨ - = فاعلن) ٧- سگن (- ٨٨ = فعلن) ٨- مگن (- - - - = فعلاتن) ٩- لگهه (هڪ حرفو =٨) ١٠- گر ( ٻه حرفو = -).

ڇند وديا ۾ بحر ٻن قسمن جا آهن. "ماترڪ"، جن جو سمورو دارومدار اصولن جي تعداد تي هوندو آهي. "اصول" کي ڇند وديا ۾ "ماترا" چيو ويندو آهي. انهن بحرن ۾ ماترائن جو مقرر ٿيل تعداد نظر انداز ٿيڻ نه گهرجي، باقي اهو ضروري نه آهي، ته حرفن جو تعداد برابر هجي. هيٺ "سميرڇند" جو مثال ڏجي ٿو، جنهن ۾ ١٩ ماترائون هونديون آهن:

٨-- ٨٨-٨-٨٨-٨ - - سدا جم ڦند سون رهه هو اپيتا

٨ - - - ٨٨٨ - - ٨ - - ڀجو جو ميت هي سون رام سيتا

(معنيٰ: هميشه ملڪ الموت جي ڇنبي کان بي خوف رهندين، جيڪڏهن تهه دل سان رام سيتا جو ذڪر ڪندين.)

پهرين مصرع ۾ ٦ گر ۽ ٧ لگهه آهن، يعني ڪل ١٩ ماترائون آهن. ٻي مصرع ۾ ٧ گر ۽ ٥ لگهه آهن، جن جو تعداد به ١٩ ٿئي ٿو. پر پهرين مصرع ۾ ١٣ ۽ ٻيءَ ۾ ١٢ حرف آهن.

ڇند وديا ۾ بحرن جو ٻيو قسم آهي: "ورنڪ". يعني حرفن وارو. انهن ۾ رڪنن جي پابندي لازمي آهي. يعني ٻنهي مصرعن ۾ هڪ جهڙا "گن" هئڻ گهرجن. انهيءَ پابنديءَ جي ڪري فقط "گر" ۽ "لگهه" ماترائن ۾ مطابقت ضروري نه آهي، پر حرفن جي تعداد ۾ به هڪ جهڙائي هجڻ گهرجي، نموني لاءِ وڏين مالا ڇند جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

\- \- \- \- \- \- \- \-

مومين گنگا تاري پگتي

\- \- \- \- \- \- \- \-

پاڙهي ايسي ديجۓ پگتي

(معنيٰ: اي گنگا مون ۾ تنهنجي پوڄا وڌي، اهڙي قوت عطا ڪر.)

هر مصرع ۾ به مگن (- - -) ۽ به گر ( - ) آهن.

ماترڪ ڇند جي هر بيت ۾ گهٽ ۾ گهٽ چار پد هئڻ گهرجن، ۽ هر پد ۾ ٧ کان ١٤٨ تائين ماترائون هجڻ گهرجن.

**دوها ڇند**

هن ۾ به مصرعون ٿين، جن مان هر هڪ ۾ به پد يا چرن ٿين. پهرين ۽ ٽين پد کي "وشم" (طاق) چيو ويندو آهي، جنهن ۾ ١٣ ماترائون ٿينديون آهن. ٻئي ۽ چوٿين پد کي "سم" (جفت) چيو ويندو آهي، جنهن ۾ ١١ ماترائون ٿينديون آهن. هندي دوهو نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

^ - ^^ ^^ - ^^ ^^^ ^^ - ^ - ^^ -

چم چمات چنچل تين تج گهونگهٽ پٽ جهين

^ - ^ ^ ^ ^ ^ ^ ^ ^ ^ ^ ^ - ^ ^ ^ ^ - -

مانو سر سر تابمل، حل اچرت يگ مين

١٣ ، ١١

\- \- \- \- \- \- ، \- \- \- \- \- \-

١٣ ، ١١

\- \- \- \- \- \- ، \- \- \- \- \- \-

(چنچل اکيون سنهي رئي جي گهونگهٽ مان اهڙي طرح سان چمڪن ٿيون، جيءَ طرح گنگا نديءَ جي پاڻيءَ مان مڇين جو جوڙو).

دوهي جي هر سٽ کي "دل" چيو ويندو آهي، ۽ هر دل جي سٽا ۾ هيٺين ڳالهين جي پابندي ضروري آهي:

(١) "وشم" پدن (پهرين ۽ ٽين) جي شروع ۾ جگن (٨ - ٨) رڪن نہ اچڻ گهرجي ۽ ماترائون ١٣ هجن. آخر ۾ رڪن سگن (-٨٨) يا رگن (- ٨ -) يا نگن (٨٨٨) اچڻ گهرجي.

(٢) سم پدن (ٻي ۽ چوٿين) ۾ ١١ ماترائون اهڙيءَ طرح اچن، جو آخر ۾ جگن (٨ - ٨) يا نگن (٨ - -) رڪن اچن. ان کان سواءِ "وشم" ۽ "سم" پدن ۾ هيٺين ڳالهين جو خيال رکڻ بہ ضروري آهي:

(الف) جنهن وشم پد جي شروع ۾ (-٨) يا (٨-) نگن (٨٨٨) اچي، ان ۾ ماترائن جي ترتيب هن طرح ٿيندي:

-- x٣ x٣ x٢ x٣ ٢. چوٿون جوڙو، جو ٽن ماترائن ج آهي، ان جي ترتيب هن طرح نہ هئڻ گهرجي: (-٨)

(ب) جنهن وشم جي شروع ۾ سگن (-٨٨) يا (- -) يا (٨٨٨٨) هجي، ان جي ماترائن جي ترتيب هن طرح ٿيندي: ٤ x ٤ x ٣ x ٢، پر ان ۾ بہ ٽين جوڙي جي ترتيب هن طرح جائز نہ آهي: (-٨)

(ج) "سم" پدن ۾ ماترائن جي ترتيب يا تہ ٣ x ٤ x ٣ ٿيندي يا هن طرح ٿيندي: ٣ x ٣ x٢ x ٣. پنهين ترتيبن ۾ آخري جوڙو هن طرح اچڻ گهرجي: (٨-)

ڪڏهن ڪڏهن يگن (-٨٨) جي جاءِ تي جگن (٨ - ٨) ايندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ گر لگهہ شروع ۾ هجي، تڏهن بہ اهو دوهو "سم" وارو دوهو مڃيو ويندو آهي.

گر ۽ لگهہ ماترائن جي گهٽ وڌ ٿيڻ سان دوهي جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا. انهن مان ١٢٣ قسم هندي شاعرن عام جام آندا آهن. البتہ ايترو آهي، تہ هر حال ۾ دوهي جون ماترائون ٤٨ رهڻ گهرجن. نموني طور دوهي جا قسم هيٺ ڏجن ٿا:

١- ڀرمر ( گر ٢٢ x لگهہ ٤) ٢- سيرِ امر (گر ٢١ x لگهہ ٦)

٣- شرب (گر ٢٠ x لگهہ ٨) ٤- شين ( گر ١٩ x لگهہ ١٠)
٥- مندوڪ (گر ١٨ x لگهہ ١٢) ٦- مرڪٽ (گر ١٧ x لگهہ ١٤) ٧- ڪرپ ( گر ١٦ x لگهہ ١٦) ٨- نز ( گر ١٥ x لگهہ ١٨) ٩- هنس (گر ١٤ x لگهہ ٢٠) ١٠- گيند ( گر ١٣ x لگهہ ٢٢) ١١- پيودهر (گر ١٢ x لگهہ ٢٤]
١٢- چل يا بل [گر ١١ x لگهہ ٢٦] ١٣- بانر [گر ١٠ x لگهہ ٢٨] ١٤- ترڪل [گر ٩ x لگهہ ٣٠] ١٥- ڪڇپ [گر ٨ x لگهہ ٣٢] ١٦- مڇ [گر ٧ x لگهہ ٢٤] ١٧- شاردول [گر ٦ x لگهہ ٣٦) ١٨- اهور [گر ٥ x لگهہ ٣٨]
١٩- بيال [گر ٤ x لگهہ ٤٠] ٢٠- وڊال [گر ٣ x لگهہ ٤١] ٢١- شوان [ گر ٢ x لگهہ ٤٤] ٢٢- اور [گر ١ x لگهہ ٤٦] ٢٣- سرپ [ لگهہ ٤٨].

سنڌي شاعرن دوهي جي سٽا تہ اختيار ڪئي آهي، پر ڇند وديا جي ايتري پابندي نہ ڪئي آهي. ايتري قدر جو ڪڏهن تہ دوهي جي نموني جي سنڌي بيتن ۾ ٤٨ ماترائن کان گهٽ وڌ ماترائون بہ ٿين ٿيون.

البتہ ايترو آهي تہ ماترائون لڳ ڀڳ ٤٨ آهن ۽ قافيو ٻنهين سٽن جي پويان اچي ٿو.

شاه ڪريم جا ڪيترا بيت دوها ڇند مطابق آهن. هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

چرئن جنءَ چت ڪري، سگ سيئي ڇن،
جي ڀائين پريءَ مڙان، تہ مت موجيءَ ڀڃن.

## ٢- سورٺا ڇند

هن ۾ بہ ٻہ مصرعون ٿين، ۽ هر هڪ مصرع ۾ ٻہ ڀاڱا ٿين. هر هڪ مصرع جي پهرين ڀاڱي ۾ ١٢ ۽ پوئين ۾ ١٣ ماترائون ٿين. ٻنهي مصرعن جا پهريان ڀاڱا هم قافيہ ٿين:

---------- 0 ----------
---------- 0 ----------

شاه ڪريم جا ڪجهہ بيت هن سٽا موجب آهن، پر ماترائن جو ٿورو فرق آهي. هڪ بيت نموني طور هيٺ ڏجي ٿو، جنهن جي پهرين ڀاڱي ۾ هڪ ماترا گهٽ آهي، تہ پوئين ۾ وڌيڪ آهي:

هنج تتهين هوءِ، اونهي ۾ اوڙاهہ جو،
اي ڪانيرو ڪوءِ، جو ڇاڇر ۾ ڇيرون ڪري.

## خاص سنڌي صنف

اسانجي سنڌي شاعرن مٿي بيان ڪيل سٽائن جي ميل جول سان نيون سٽائون بہ جوڙيون آهن، جي هن ريت آهن:

**(الف** ) ٻن مصرعن واري بيت جي پهرين مصرع "سورٺا" جي سٽا جي، تہ ٻي مصرع "دوها" جي رٽا جي آهي:

---------- 0 ----------
----------  ----------0

قاضي قاضن ۽ شاه ڪريم جا ڪجهہ بيت انهيءَ سٽا موجب ملن ٿا. ان مان معلوم ٿئي ٿو، تہ اها صنف گهڻو اڳ سنڌ ۾ ايجاد ٿي چڪي هئي. مثال طورشاه ڪريم جو هڪ بيت ڏجي ٿو:

ڪن ڪلاچي پار، سڌ نہ سڄي ساٿئين،
گهاتوئين سندا مڪڙا، ڪي تڙ ٻي نهار.

(ب) ٻن مصرعن واري بيت جي پهرين مصرع "دوها" جي سٽا جي تہ ٻي مصرع سورٺا جي رٽا جي:

---------- ----------0
---------- 0 ----------

شاه ڪريم جا بيت هن سٽا موجب بہ ملن ٿا:

ڦٽيون ڪر ڦڙڪيون، ور ونگائي پاءِ،
جا تن اندر ڪاءِ، سا معلوم محبوبن کي.

(ڄ) ٽن مصرعن کان مٿي وارن بيتن ۾ پهرين مصرع "دوها" يا "سورٺا" جي سٽا جي هوندي، تہ پوئين مصرع گهڻو ڪري "سورٺا" جي هوندي. شاه ڪريم جي ٽن مصرعن واري بيت ۾ پهرين مصرع دوهي جي سٽا واري، ۽ پوئين سورٺا جي سٽا واري، ۽ وچين دوهي جي سٽا واري آهي:

جاڳي جاڳي سسئي، جان هيجان هٿ وڌاءِ،
تان سڄي سيج پرين ري، پنهون پٽر ناھ،
نڪرندي چٽاءِ، گهوڙا گهر نہ سپرين.

## شعر جي ٻولي

ٻين زنده زبانن وانگر سنڌي زبان جون بہ مختلف اپ ڀاشائون يا محاورا

يا لهجا آهن، جن جي سٽا ۽ ساخت ۾ ملڪ جي مختلف جغرافيائي حالتن، تاريخي پس منظر ۽ پاڙيسري ملڪن سان تعلقات کي دخل آهي. سنڌي زبان جا هيٺيان لهجا مڃيا ويا آهن:

١- سريلي يا اترادي، ٢- وچولي، ٣- لاڙي، ۴- ٿري، ۵- ڪڇي، ٦- لاسي، ٧- ڪوهستاني، ٨- اورماڙي، ٩- گوادري، ١٠- جدگالي، ١١- ياڳ ناڙي وارو، ١٢- جهونا ڳڙهي يا ڪاٺيا واڙي.

شاه ڪريم جو شعر لاڙي لهجي ۾ آهي. لاري لهجي جون خصوصيتون هيٺ ڏجن ٿيون:

١- علم لسان موجب آواز ٻن قسمن جا ٿيندا آهن: سر آواز ۽ وينجن، جن کي پراڻي گرامر موجب حروف علت، ۽ حروف صحيح چيو ويندو هو. وينجن جا وري ادائگي ۽ مخرج جي لحاظ کان ڪيترائي قسم آهن. ڪن وينجن ۾ ادائگيءَ وقت هوا جي ڌوڪ شامل نہ هوندي آهي، مثلا پ، ب، ٿ، ت وغيرو. اهڙن آوان کي او سرڳ آواز چيو ويندو آهي. ڪن آوازن ۾ وري هوا جي ڌوڪ شامل هوندي آهي، مثلا ڦ، ڀ، ٿ، ٽ، گهہ، ڙهہ، ٺهہ وغيره. اهڙن آوازن کي وسرڳ آواز چيو ويندو آهي.

لاري لهجي ۾ گهڻي قدر وسرڳ آواز جي بدران اوسرڳ آواز اچاريا ويندا آهن. مثلا گهہ جي بدران گ، لهہ جي بدران ل، نهہ جي بدران ن ۽ ٺهہ جي بدران ٺ يا ڙ چاريو ويندو آهي. شاه ڪريم جي شعر ۾ ڪيترن وسرڳ آوازن جي بدران اوسرڳ آواز آيا آهن، مثلا:

"پريان سندي ڳالڙي، جيڪو ٻي ڪري،"

هت "ڳالهہ" کي "ڳال" ڪري آندو ويو آهي.

يعني الهہ اوسرڳ جي بدران اوسرڳ ا ل ا آيو آهي. هيٺين مصرع ۾ "ماٺهو" جي بدران "ماڙو" آيو آهي. يعني ا ٺهہ ا جي بدران اڙا آيو آهي:

"سو ماڳو ئي ڦير، جتي ڪوڙ ڪماڙو ٺين."

هيٺين مصرع ۾ "پنهون" بدران "پنون" آيو آهي. يعني ا نهہ ا جي بدران ا ن ا آيو آهي:

"تان سجي سيج پرين ري، پنون پٽر ناه"

هيٺين مصرع ۾ "منجها ران" جي بدران "منجا ران" آيو آهي. يعني

ا جهہ ا جي بدران ا ج ا آيو آهي:

"مه ڪر منجاران، پهر ڏونڊ ۾ ڏور جنءَ."

(٢) لاڙي لهجي ۾ ڪن لفظن ۾ ا هہ ا جو آواز ئي ترڪ ڪيل هوندو آهي. اهوئي سبب آهي، جو شاه ڪريم جي شعر ۾ "منهنجي" جي بدران "موجي" آيو آهي، مثلا:

"مت موجي ڪن ڪري، ته ڪي جاب م ڏي."

"پهرين" بدران "پيرين" آيو آهي، مثلا:

"پيرين پاڻ وڃاءِ، پاڻ وڃائي هوءُ لَهُ."

"پنهنجي" بدران "پاجي" آيو آهي:

"ريءَ پاجي ڪتئي، سير پري نہ باه"

### ٣- سر آواز

وينجن ادا ڪرڻ وقت، هوا کي منهن ۾ ڪنهن نہ ڪنهن هنڌ روڪ رنڊڪ ٿئي ٿي، پر "سر آواز" اچارڻ وقت هوا کي روڪ رنڊڪ نہ ٿئي ٿي.سر آواز ٻن قسمن جا ٿيندا آهن: ڊگها سر ۽ ننڍا سر. آ، اي، او ڊگها سر آهن، ۽ اَ، اِ، اُ انهن ج ننڍا سر آهن. ڪن سر آوازن ۾ گهٽائپ هوندي آهي، جهڙوڪ: آن، اين، اون.

لاڙي لهجي جي ڪيترن لفظن ۾ گهٽائپ ترڪ ڪيل هوندي آهي. انهن کان سواءِ لاڙي لهجي ۾ ڪيترن لفظن ۾ ڊگها سر بدلائي ننڍا ڪيل هوندا آهن، ۽ ننڍا بدلائي ڊگها ڪيل هوندا آهن. معياري لهجي ۾ جيڪي لفظ "آ" سان شروع ڪيل هوندا آهن، لاڙي لهجي ۾ "آ" کي بدلائي "اِ" ڪيو ويندو آهي. هيٺ شاه ڪريم جي شعر مان اهڙا لفظ ڏنا وڃن ٿا، جن ۾ معياري لهجي کان سر آواز تبديل ٿيل آهن:

نوٽ- نشاني د جو مطلب آهي: .... بدلجي .... ٿيو آهي.

### ٤- پد

سر آواز ۽ وينجن گڏجي پد ناهين ٿا، ۽ پدن مان لفظ جڙن ٿا. لاڙي محاوري ۾ لفظ جي هر ٻي پد تي [ اَ ] سر استعمال ٿيندو آهي. اهوئي سبب آهي جو شاه ڪريم جي شعر ۾ "هڪڙو" بدران "هيڪڙو" آيل آهي.

| لاڙي لهجو | معياري لهجو | تبديلي |
|---|---|---|
| تن | تون | ا و ن > أن |
| جنءَ | جيئن | اين > اِ |
| پِئو | پَيو | اَ > اِ |
| لَهُ | لوهه | ا و > اُ |
| پري | پرين | اين > اي |
| تِهِ | تنهن | اَن > اِ ۽ اِن > اِ |
| جاب | جواب | وا > اَ |
| جِهِ | جي | ه > ي |
| مَنَ | مون | اون > ا |
| پهار | پاهر | آ > اَ ۽ آ > اَ |
| پَهر | پاهر | آ > اَ |
| ڪِهِ | ڪنهن | اَن > اِ ۽ اِن > اِ |
| مَهَ | منهن | اَن > اَ |
| ٻئي | ٻي | اِي > اِئي |
| تِهين | تَهين | اَ > اِ |
| جني | جنين | اين > اي |
| انين | اونهي | او > اَ ۽ هي > اين |
| پاهجي | پنهنجي | ان > آ ۽ اِن > اِ |
| ڪِنءَ | ڪيئن | اِي > اِ |
| متا | متان | آن > آ |
| هُندَ | هوند | اون > اُن |
| ڪِجن | ڪَجن | اَ†> اِ |
| نڪَري | نڪري | اَ > اِ |
| هون | هجن | ج†> وَ |
| چِئان | چوان | اُ > اُ ۽ و گم ڪيل آهي |
| پوئي | پوي | آ > و |
| آن | اوهان | و هه گم ٿي ويو آهي. |

| | | |
|---|---|---|
| چُٺاء | چيائين | آ أ. ٥ د ي ۽ ئين د آ |
| سڪهون | سڪئون | ئون د هون |
| ويچهون | ويچئون | ئون د هون |

انهن ڳالهين ڪانسواء مخصوص لاڙي لفظ به استعمال ٿيل آهن، جن جي معنيٰ ۽ شرح اڳتي واري ڀاڱي ۾ ملندي.

## شعر جو مضمون

شاه ڪريم جي شعر جو مضمون تصوف جي تعليم مطابق آهي. هو ذهن نشين ڪرائي ٿو، ته ڪائنات جو مالڪ ۽ خالق الله آهي، جيڪو هڪ آهي، ۽ سندس ڪو به شريڪ ڪونهي. هر شيء مان ان ذات جو جلوو عيان آهي:

وائي ٻي م ڀل، مرٺان موران پڪٺان،
ٻلا، سندو سڄٺين، هو هلا چوهل.

طالب کي تصوف جي واديء جي واٽن جي پرک ۽ پروڙ ڀڏائيندي سمجهائيندي ته هي اهو پنڌ آهي، جنهن کي طئي ڪرڻ ۾ عقل ۽ هوش، علم ۽ فهم ڪم نه ايندو، پر سڪ ۽ محبت مان عشق جي راه ۾ وک وڌائڻي آهي. يعني لوڪ جا لاڳاپا لاهي، معرفت جي منزل ڏانهن وڌبو، ته اوکي واٽ به سولي نظر ايندي:

متيون ميڙي ڪانء، واڇا ڪجي وڃ پُو،
جو تو سائر پائيو، سو هر ڀوئي ناهه.

هو ان ڳالهه کي به پسند نه ٿو ڪري، ته طالب ڪم ڪار ڇڏي، سنڌن سڪو ٿي، وڃي جهنگ وسائي. هو سمجهائي ٿو، ته دنيا جو ڪاروبار به ڪندو اچجي، ۽ پنهنجي مالڪ حقيقي سان به تعلق قائم رکجي:

هنيون ڏجي حبيب کي، لڱَ گڏجن لوڪ،
ڪڏيون ۽ ڪروتون، اي پڻ سڳر ٿوڪ.

پر زندگي جو مقصد "سپرين جي سڪ" کي سمجهجي، ۽ نه لوڪ جي لاڳاپي کي. يعني دنيا ۾ محو ٿي، ان کي پنهنجي منزل ۽ مقصد ڪري نه وٺجي:

ڀنيوران ڀه ٿوڪ، ڪِنهِ نه نيا پاڻ سين،

## ڀاڪا ۽ چوٽيون

انهن خوبين ڪانسواء شاه ڪريم جي شعر جي وڏي خوبي اها آهي، ته

هن زندگيءَ جي تجربن ۽ انساني نفسيات کي نظر ۾ رکي، حقيقتون سمجهايون آهن. اهوئي سبب آهي، جو سندس اهڙا بيت پهاڪا ۽ چوڻيون ٿي پيون آهن، مثلاً:

١- زندگيءَ جي اها هڪ وڏي حقيقت آهي، ته جيستائين پاڻ وڃي پنهنجي سر ڪم نه ٿو ڪجي، تيستائين نياپي سنيهي تي ڪم ڪو نه ٿو ٿئي:

”نيه نياپي نه ٿئي، سڏين سيڻ نه هون.“

٢- اهڙيءَ طرح اهو به زندگيءَ جي تجربي جو نچوڙ آهي، ته جيڪڏهن ڪنهن ڪم لاءِ پاڻ ڪوشش نه ونبي، پر فقط پنهنجي سنگتي ساٿيءَ تي لاهي پائي رکبو، ته ڪجهه نه ورندو. شاه ڪريم اها حقيقت هن طرح سمجهائي آهي:

جي اُتر جي لاهه، سڄڻ سڀ پرڪئا،
ري پاڄي ڪتئي، سير ڀري نه باه.

٣- سياڻن جو چوڻ آهي، ته جيڪڏهن ماڻهو مشڪل وقت ۾ ڪنهن سونهين کان صلاح وٺندو، ۽ پڇا ڳاڇا ڪندو ته اڙيو نه رهندو، ۽ وڃي منزل مقصود کي رسندو. شاه ڪريم اها حقيقت هن طرح آندي آهي:

”جي پڇڻا، سي نه منجهڻا، جي پڇن سي وير“

٤- اها انساني نفسيات جي تقاضا آهي، ته راز اوستائين راز آهي، جيستائين پنهنجي دل ۾ آهي. ٻاهر ٻاڦ نڪتي ته پوءِ اهو لڪ لڪي نه سگهندو. شاه ڪريم اها ڳالهه هن طرح بيان ڪئي آهي:

مڻ ييڙيائي ٻلي، جه اپٽي ته واءِ،
جو ٻڌر وڏي ڳالڙي، ته چڏي وڃي ساءِ.

٥- اها انساني فطرت آهي، ته جنهن ڳالهه ۾ گهڻي دلچسپي هوندي اٿس، ننڊ ۾ به ان جي تات تنوار هوندي اٿس. شاهه ڪريم ان ڳالهه ڏانهن اشارو ڪري چيو آهي:

جي جاڳندي من ۾، ستي پڻ سيئي،
من پريان نيئي، پڳهيو پاڻ ڳري.

**صنعتون**

شاه ڪريم جو شعر، نه فقط قدامت جي لحاظ کان ارفع ۽ اعليٰ آهي، پر زبان ۽ بيان جي خوبين جي خيال کان به متاهون آهي. مضمون کي موثر بنائڻ لاءِ تشبيهن ۽ تمثيلن کان ڪم ورتو اٿس، ۽ اهي تشبيهون پنهنجي وطن جي رسمن رواجن، ڏنڌن ڌاڙين ۽ ڏيکن ويکن مان ڪنيون اٿس. لوهار کي سنداڻ تي ڌڪ هڻندو ڏسي چوي ٿو ته، لوهه کي جڏهن سنداڻ تي ڌڪ لڳن ٿا، ته

ورچي وڃي ٿو، پر منهنجي دل جيئن ته، پنهنجي محبوب کي ياد ڪندي رهي ٿي، انهيءَ ڪري ورچي نه ٿي وڃي، توڙي جو ان کي دنيا جي حرص و هوا جا ڏڪ لڳن ٿا:

ڏکين ڏات پئو، هينئڙو له سنداڻ جنءَ،
سنياري کي سچٽين، ورچي تان نه وئو.

ڳوناٽي عورت کي ٻه دلا مٿي تي ڪٺندو ڏسي، ۽ پکيءَ کي پاڻيءَ تي ترندو ڏسي، چوي ٿو، ته جهڙي طرح عورت جي مٿي تي رکيل ٻه دلا هڪ ٻئي سان مليل آهن، ۽ پاڻيءَ تي ويٺل پکي پاڻيءَ سان مليل آهي، اهڙيءَ طرح منهنجي دل به پنهنجي محبوب سان مليل آهي:

پاڻيهاري سر ٻهڙو، جر تي پکي جنءَ،
اسان سجڻ تنءَ، رهيو آهي روح ۾.

هينئن بيت ۾ مڇ کي استعاري طور آندو اٿس. جهڙيءَ طرح مڇ لالچ جي ڪري ڪنڍيءَ ۾ ڦاسندا آهي، اهڙيءَ طرح مادي شين جو طالب به دنيا جي مهاڄار ۾ ڦاسي پوي ٿو:

جا تو گهيڙي گهٽ، ماڪرياڙي مڇڙا،
ان ڪنڍيءَ ڪيڏي ڪيترا، نيئي پڇاڙئا پٽ.

ڇاڇر معنيٰ ننڍو پاڻي. هينئن بيت ۾ ڇاڇر مان مراد آهي: دنيوي يا مادي شيون. اونهي پاڻيءَ مان مطلب آهي: معرفت جي ماڳ. ڇڳير مان مطلب آهي: دنيا جو طالب. گهاتو مان سندس مطلب آهي: معرفت جي منزل ماڻيندڙ:

ڇاڇر ڇڳيرن، گهور نه اڇي گهاتوئين،
اکيون انين سنديون، ڪڏا ڪرون پڇن.

ساڳي نموني هينئن بيت ۾ "هنج" مان سندس مطلب آهي: حق جو طالب، ۽ ڪانيرو مان سندس مراد آهي: دنيا جو طالب:

هنج تتهين هوءِ، اونهي ۾ اوڙاهه جو،
اي ڪانيرو ڪوءِ، جو ڇاڇر ۾ ڇيرون ڪري.

اهڙيءَ طرح ملڪ جي نظارن جي ترجماني ذريعي زندگيءَ کي سنوارڻ ۽ سڦلو بنائڻ جا اعليٰ اصول نهايت سولي ۽ اثرائتي نموني بيان ڪيا اٿس. يعني

سندس شعر زندگيءَ جي تجربن، مشاهدن ۽ سچ جي ساڃاهه جو آئينہ دار آهي.

علم بديع جي لحاظ کان سندس بيت ”پاٽيهاري سر ....“ تشبيه جو سهڻو مثال پيش ڪري ٿو. ان کان پوءِ آيل ٻن بيتن ۾ استعاره باالڪنعايه استعمال ٿيل آهي، جنهن موجب ”مشبه به“ مخفي رکيو ويندو آهي. هيٺين بيت ۾ بہ استعاره استعمال ٿيل آهي:

”نـلها ڍانـڍا سـڪـٽا، هـنـئين جـاڙ جـين.“

هيٺين مصرع ۾ مجاز مرسل ڪم آيل آهي:

”هنيون ڏجي حبيب کي، لڳَ گڏجن لوڪ.“

هتي ”هنئين“ مان مراد ”محبت“ ورتل آهي. يعني مڪان مان مڪين مراد ورتل آهي، ڇاڪاڻ تہ محبت هنئين (دل) ۾ رهي ٿي. هن مصرع جي ٻي لفظ ”لڳَ“ مان ”ڪم ڪاريون“ معنيٰ ورتل آهي. هن حالت ۾ ”لڳَ“ آهن سبب، ۽ ڪم ڪاريون آهي، ان جو نتيجو.

هيـٺين بـيت ۾ صـنـعـت جمع بـالـتـفـريـق ڪم آنـدل آهي، جنـهـن موجب: پهريائين ٻن يا وڌيڪ جنسن کي هڪ معنيٰ ۾ شريڪ ڪري، پوءِ انهن جو فرق يا تفاوت ڏيکاريو ويندو آهي. هن بيت ۾ پهريائين سيني پاٽيءَ وارين کي هڪ ڏيکاري، پوءِ ٻي مصرع ۾ انهن جو فرق ڏيکاريو ويو آهي، تہ ڪا سڄڻن لاءِ ٿي پري، تہ ڪا پورهئي ڪاڻ ٿي پري:

پـاٽـيهاري سـڀ ڪـا، جـا سـر گـهڙو پـري،
ڪا ليءِ سندي سڄڻين، ڪا پورهئي ڪاڻ پري.

هيـٺين بيت ۾ صنعت جمع بالتقسيم استعمال ٿيل آهي، جنهن موجب پهريائين ٻن يا وڌيڪ جنسن کي هڪ معنيٰ ۾ شريڪ ڪري، پوءِ اهي ڌار ڌار ڪري ڏيکاريون ويندڙيون آهن.

هن بيت ۾ پهريائين ٻنيور مان پاڻ سان ڪٺي وڃڻ ۾ ٻن شين کي شريڪ ڪيـو ويـو آهـي. پوءِ ٻي مـصـرع ۾ اهـي شـيـون ”سـڪـڻ سـپـريـن کـي“ ۽ ”لاڳاپوسين لوڪ“ جدا جدا ڪري ڏيکاريون ويون آهن:

ٻنيوران ٻہ ٿوڪ، ڪه نہ نيا پاڻ سين،
سڪڻ سپرين کي، ۽ لاڳاپو سين لوڪ.

هيئين بيت ۾ صنعت ارصاد ڪم آيل آهي. ارصاد جي لغوي معنيٰ آهي: ”چوڪيدار ڪري بيهارڻ.“ هن صنعت موجب پهرين مصرع ۾ ڪوبہ قافيو آڻي، ٻيءَ مصرع ۾ اهڙا لفظ ڪتب آڻبا آهن، جو انهن جي ٻڌڻ سان ٻڌندڙ بنااتڪ چئي، تہ ٻيءَ مصرع جو فلاڻو قافيو ٿيندو. هن بيت ۾ ٻيءَ مصرع جي ٻڌڻ سان، ٻڌندڙ پاڻيهي چوندو: ”پت“.

پنندي پريءَ سان، ويلا ڪندي وت.
ڪا پائيندءِ مانيون، ڪا پائيندءِ ....

**رومانوي داستان**

شاهہ ڪريم جي شعر جي هڪ خوبي هيءَ بہ آهي، تہ هن پنهنجا افڪار ۽ الاهي اسرار رومانـي ڪهاڻين جهڙوڪ: سسئي پنهون، عمر مارئي وغيره ذريعي بيان ڪيا آهن. سندس تمثيلي انداز اشاراتي آهي. يعني هو ڪهاڻي بيان نہ ٿو ڪري، پر ان جي ڪنهن واقعي ڏانهن اشارو ڪري، پنهنجو مقصد نروار ڪري ٿو. شاهہ ڪريم ڪانپوءِ انهيءَ انداز بيان کي شاهہ عبداللطيف اختيار ڪيو، ۽ ان کي وڌيڪ موثر بنايو. ان ڪانپوءِ اها سنڌي شاعريءَ جي روايت بڻجي ويئي، جنهن جي پيروي سمورا شاعر ڪندا آيا آهن.

شاهہ ڪريم جا اهي بيت هيٺ ڏجن ٿا، جيڪي سنڌ جي مشهور رومانوي دستانن موجب چيل آهن:

**سسئي پنهون**

١- وهاڻيءَ ئي وڄ، تو نہ سرندي تن ري،
تان سا وڃي پڄ، پيئي جا ڪاڻ پرين سين.

٢- جاڳي جاڳي سسئي، جان هيجان هٿ وڏاءِ،
تان سيجي سيج پريءَ ري، پنهون پتر ناهہ،
نڪرندي چٺاءِ، گهوڙا گهر نہ سپرين.

**عمر مارئي**

ڪاٺياريون ڪيءَ ڪن، عمر اڇا ڪپڙا،
جن جا ترن ۾، ور تا وين سهن.

**سهڻي ميهار**

جيڪي گهران م وڃ، جيڪي موٽ م سوهڻي،
هيڪڙيائي هت ڪر، هيون پاڇوءِ جنءِ پيچ.

**مومل راڻو**

ڪاڪ وڻن ساڻ، اونيين نہ او رڳي،
جي ڳڻ هون گهڻا، راڻا توءِ روئندا وڻا.

**ليلا چنيسر**

جوري اتي جن، داغُ تو جو داسڙا،
ٿن ڪِي مٿان تن، چنيسر چت ڪٽين.

## پوين شاعرن تي اثر

اهو تہ اظهر من الشمس آهي، تہ مضمون توري هيئت جي لحاظ کان پوين شاعرن، شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي تتبع ڪئي آهي. اها ڳالهہ بہ ڏينهن ڏٺي جيان چٽي آهي، تہ شاه صاحب جي شعري روايتن جو سرچشمو ڪريم جو ڪلام آهي. انهيءَ ڪري چٽائيءَ ۽ صفائيءَ سان چئي سگهجي ٿو، تہ سنڌي شاعرن، شاه ڪريم جي شعر کي بنيادي پٿر بنائي، سنڌي شعر جي عمارت اڏي آهي. جيتوڻيڪ هو جدت ۽ انفراديت پيدا ڪندا رهيا، پر ان هوندي بہ ڪريم جو ڪلام جي روايت سان پنهنجو سلسلو منسلڪ رکيائون.

**شاه ڪريم ۽ شاه لطيف**

شاه لطيف کي ڪريم جي ڪلام سان دلي رغبت هئي. روايت آهي، تہ شاه صاحب سان شاه ڪريم جو رسالو (بيان العارفين) ساڻ هوندو هو.

اهوئي سبب آهي، جو شاه جي رسالي جي قلمي نسخن ۽ ڪن ڇپيل رسالن ۾ ڪيترائي شاه ڪريم جا بيت شاه لطيف جي بيتن سان گڏيل آهن. مثلا رواجي نسخن جي پهرين داستان ۾، شاه ڪريم جا چار بيت آيل آهن. (۱) انهن مان هڪ بيت نموني طور هيٺ ڏجي ٿو (۲):

---

(۱) هوتچند مولچند گربخشاڻي، ڊاڪٽر: شاه جو رسالو جلد ۱، سال ۱۹۲۳ ص ۱۵ مقدمہ (۲) ايضاً- ص ۳۲۳.

سوئي هيڏان، سوئي هوڏان، سوئي من وسي،
تنهين سندي سوجهري، سوئي سو پسي.

اهڙي طرح رواجي نسخن جي سر يمن ڪلياڻ جي داستان ٣ ۾ هڪ بيت، داستان ۵ ۾ ٻه بيت، داستان ٧ ۾ هڪ بيت ۽ داستان ٨ ۾ ٻه بيت آيل آهن. (٣) سريراڳ جي داستان چوٿين ۾ ٻه بيت آيل آهن. (۴) سر سهڻي جي داستان ٣ ۾ هڪ بيت، ۽ داستان ٩ ۾ هڪ بيت آيل آهي. (۵) سرديسي جي داستان ٦ ۾ هڪ بيت آيل آهي (٦).

ان ڪان سواءِ شاه لطيف جي ڪن بيتن ۽ واين ۾ شاه ڪريم جي بيتن جون مصرعون ملايل ملن ٿيون. يعني شاه لطيف، شاه ڪريم جون مصرعون تضمين طور آنديون آهن. مثلا سر ڪنيات جي هيٺين وائي جي ٿل جون ٻئي مصرعون شاه ڪريم جي بيت جون آهن:

سڏين سيڻ نه هون، نيه نياپي نه ٿئي.
ڪاري رات، رت ڦڙا، جان جان نيڻ نه رون،
نيه نياپي نه ٿئي.

سر ڪنيات جي هڪ وائيءَ جي هيٺين بند ۾ هي فقرو "مون ٻيا در گهٽا نهارئا". شاه ڪريم جي هڪ بيت تان ڪنيل آهي.

"مون ٻئا در گهٽا نهارئا، آهين تونهين تون،
يا الا! تو درئوءِ نه ڇڏيان"

مضمون جي لحاظ کان شاه لطيف جي شعر تي ڪريم جي ڪلام جو اثر ٻن نمونن جو نظر اچي ٿو. هڪ اهو، ته شاه صاحب ڪيترا بيت، شاه ڪريم جي بيتن جي پيران چيا آهن، جنهن ڪري شاه ڪريم جي بيت واري مضمون جي وڌيڪ وضاحت ٿئي ٿي. ٻيو هي ته شاه صاحب شاه ڪريم جي بيت وارو مضمون پنهنجي بيت ۾ پيش ڪندي، پنهنجي بيت ۾ جدت ۽ انفراديت پيدا ڪئي آهي. هيٺ ٻنهي قسمن جا ڪجهه مثال ڏجن ٿا:

---

(٣) گربخشاڻي: شا جو رالو، جلد ١، ص- ٦٦ - ٢٦٥ (۴) ايضاً، ص- ۴۴٧
(۵) ايضاً، ج ٢، ص- ٣١ (٦) ايضاً ص- ۴۴٧.

١- اي درسنديءَ مڱڻين، اڳيءَ اِيءَ نہ هير،
جنءَ ڏکيا ڪري پير، سڄيون راتيون سمهين.

(شاه ڪريم)

شاه لطيف انهيءَ خيال کي ڏاڍو تفصيل سان بيان ڪيو آهي. سر پرڀاتي سچو، ۽ سر ڪوهياريءَ جو پهريون فصل انهيءَ سمجهاڻيءَ تي مشتمل آهي. سر پرڀاتيءَ جو هڪ بيت نموني طور ڏجي ٿو:

سيرانديءَ ساز ڪئو، سمهين ساري رات،
جاجڪاڻي ذات، اِيَ نہ هوِ اڳهين؟

(شاه ڪريم)

٢- تن چو الله هيڪڙو، وائي ٻي م سک،
سچو اکر من ۾، سوئي لکيو لک،

(شاه ڪريم)

انهيءَ نوعيت جا بيت بہ شاه لطيف جي رسالي ۾ ڪيترائي ملن ٿا. مثلاً:

وحده لاشريڪ له، ايَ هيڪڙائي حق،
ٻيائي کي ٻک، جن وڌو سي ورسئا.

(شاه ڪريم)

٣- سوئي هيڏان، سوئي هوڏان، سوئي من وسي،
تنهين سندي سوجهري، سوئي سو پسي،

(شاه ڪريم)

هن ۾ وحدت الوجود جو فڪر بيان ڪيل آهي. شاه لطيف انهيءَ فڪر جي ڪيترن ئي بيتن ۾ وضاحت ڪئي آهي. هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

سو هي، سوهو، سو اجل، سو الله،
سو پرين، سو پساه، سو ويري، سو واهرو

(شاه ڪريم)

وائي ٻي م يل، مران موران پڪٿا،
بلا سندو سڄڻي، هو هلاچو هل.

(شاه ڪريم)

اهو خيال بہ وحدت الوجود جي فڪر مطابق آهي. شاه لطيف اهو خيال هن طرح بيان ڪيو آهي، ۽ شاه ڪريم جي بيت جي پوئين مصرع تضمين طور آندي اٿس، صرف مصرع جا ٻہ ڀاڱا ابتا سبتا ڪيا اٿس:

وحدتا ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل،
حق حقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻي مَ ڀل،
هو هلاچو هل، با الله سندو سڄڻين.

(شاه ڪريم)

۵- جي جاڳندي من ۾، سُتي پڻ سيئي،
من پريان نيئي، پڳهيو پاڻ ڳري.

(شاه ڪريم)

شاه لطيف اهو خيال هن طرح بيان ڪيو آهي:

تن تسبيح من مڻيو، دل دنبورو جن،
تندون جي طلب جون، وحدت سر وڄن،
وحده لاشريڪ له، اهو راڳ رڳن،
سي ستائي جاڳن، ننڊ عبادت ان جي.

(شاهلطيف)

خواجہ محمد زمان لنواريءَ وارو فرمائي ٿو:

ستي ان شراب، جن سري سي سون ٿيا،
سمهڻ تن ثواب، ڪتڻ تن کي ڪيميا.

(خواجہ محمد زمان)

چرئن جنءَ چت ڪري، سڳ سيئي چن،
جي ڀائين پري مڙان، تہ مت موجي ڳن.

(شاه ڪريم)

شاه لطيف اهو خيال ڪيترن ئي بيتن ۾ بيان ڪيو آهي. هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو، جيڪو هن بيت جي پران معلوم ٿئي ٿو:

جي ڀائين جوڳي ٿيان، تہ سڳ سيئي چن،
وجي در دوستن جي، نانگا ڪيم نن،
پٽ تنين جي پن، جن ٻجهي نہ ٻجهڻو.

هي مثال نموني طور ڏنا ويا آهن، ورنہ پيا ٻہ ڪيترائي اهڙا مثال ملندا. هي مثال ائين سمجھڻ گھرجن، جيئن ٻار مان ٽويو. فني سٽا جي لحاظ کان شاه لطيف جي بيتن جو بنياد بہ شاه ڪريم جا بيت آهن. شاه لطيف بہ ٻن مصرعن وارا بيت بہ چيا آهن، پر گھڻي قدر ٻن کان مٿي مصرعن وارا بيت چيا اٿس. شاه ڪريم جا فقط ٻہ بيت ٽن مصرعن وارا ملن ٿا. انهن بيتن جي خاص خوبي هيءَ آهي، تہ انهن جي پوئين مصرع ۾ وچ تي قافيو اچي ٿو. شاه لطيف جي سيني اهڙن بيتن ۾، جن ۾ ٻن کان مٿي مصرعون آهن، قافيو پوئين مصرع جي وچ تي اچي ٿو. يعني بيت جي پوئين مصرع جي وچ تي قافيو جو اچڻ سنڌي بيت جي عام روايت ٿي ويئي، جنهن جي سببئي بيت جا شاعر پابندي ڪندا اچن. اهوئي سبب آهي، جو شاه ڪريم کي "شاه لطيف جو مبشر"، "سنڌي ادب جو وهائو تارو"، ۽ "سنڌي شعر جو چاسر" چيو ويچي ٿو.

فصل ستون

# بيان العارفين

## ترتيب

شاه ڪريم جي ملفوظات بيان العارفين سندس مريد محمد رضا سندس وفات کان ٦ سال پوءِ سنہ ١٠٣٨ ھہ (١٦٢٨ع) ۾ مڪمل ڪئي. هن مختلف هنڌن تي وجي، شاه ڪريم جي حياتيءَ جو احوال، سندس هدايتون، علم ۽ حڪمت جا قول ۽ بيت سندس مريدن کان معلوم ڪري قلمبند ڪيا. اهو احوال ۽ قول فارسي نثر ۾ لکيائين. انهيءَ احوال جي وچ وچ تي سنڌي بيت بہ آهن، جيڪي شاه ڪريم انهيءَ احوال هلندي پڙهيا. انهن بيتن مان گهڻا شاه ڪريم جا آهن. انهن سان گڏ ڪجهہ بيت قاضي قاضن ۽ ٻين سنڌي شاعرن جا بہ آيا آهن. ڪي هندي ۽ فارسي شعر بہ آيا آهن. سنڌي بيت پهريائين قديم زماني ۾ هلندڙ سنڌي رسم الخط ۾ لکيا اٿس، ۽ پوءِ انهن جي هيٺان فارسي نثر ۾ انهن جو ترجمو لکيو اٿس.

هيءَ ملفوظات مقدمہ، ٧ بابن ۽ خاتمہ تي مشتمل آهي. ڪتاب جي منڍ ۾ حمد ۽ نعت کانپوءِ ڪتاب تاليف ڪرڻ جو سبب ڄاڻايو اٿس. ان ۾ هن پنهنجو مختصر تعارف بہ ڏنو آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو، تہ سندس نالو محمد رضا هو، مير دريائي ولد داروغہ گهر جو پٽ هو، ۽ ٺٽي جو وينل هو. سندس وڌيڪ احوال ڪونہ ٿو ملي.

## منظوم سنڌي ترجمو

عبدالرحمان ولد محمد ملوڪ ڪاٺ ٻنيڻ، وينل ڪيچ ملڪ جو شهر پيچ، ان جو الف الشباع جي نظم ۾ سنڌي ترجمو ڪيو، ترجمي جو ڪم ربيع الاول سنہ ١٢١٣ ھہ (١٧٩٨ع) ۾ شروع ڪيائين، ۽ ٻارهن باب ساڳي

مهيني جي ٢٠ تاريخ پورا ڪيائين. انهن يارهن بابن کي ”جلد پهريون“ نالو ڏنو اٿس، ۽ پوين پنجن بابن کي ”جلد ٻيو“ نهرايو اٿس. باقي پنج باب ڪڏهن ترجمو ڪيائين، ان جي تاريخ نه ڏني اٿس. يعني هن فارسي نسخي جي مقدمه، ستن بابن ۽ خاتمه کي ١٦ بابن ۾ ورهايو آهي.

فارسي نسخي ۽ سنڌي ترجمي جي ڀيٽا ڪانپوءِ معلوم ٿئي ٿو، ته ترجمو اصل مطابق آهي، ۽ ان ۾ ڪا به ڳالهه ڇڏي نه وئي آهي، البته ڪٿي ڪٿي ٿورو مضمون وڌايل آهي، ته جيئن ڳالهه جي وضاحت ٿئي. ترجمو سنڌي ٻوليءَ جي ڪڇي لاڙي لهجي ۾ ڪيل آهي. ڪڇي لهجو به لاڙي لهجي جي لڳ ڀڳ آهي.

## قلمي ۽ ڇاپي نسخا

بيان العارفين جا جيڪي فارسي قلمي نسخا، ۽ منظوم سنڌي ترجمي جا جيڪي قلمي ۽ ڇاپي نسخا ملي سگهيا آهن، انهن جو وچور هن هيٺ ڏجي ٿو:

### ١- پير حسام الدين وارو فارسي نسخو

هي نسخو 22 x 17/8 سائيز ۾ آهي، ۽ ٤١٤ صفحن تي مشتمل آهي. هر هڪ صفحي ۾ ١٧ سٽون آهن. هي نسخو پير عبدالباقي ولد حافظ حبيب الله ويٺل هنگورجا تاريخ ١٧ صفر ١٠٥١ هه تي نقل ڪيو. محترم ڊاڪٽر دائود پوٽه جي لکڻي موجب هن پنهنجو سچو ڪتاب فقير ڏٿي پرتي بلڙيءَ واري جي اتاريل نسخي تان جوڙيو، جيڪو ١٥ صفر سنه ١١٩٦ هه جو نقل ڪيل آهي. هي نسخو ان کان تقريباً ڏيڍ سو سال اڳ جو آهي، ۽ معلوم ٿئي ٿو، ته اصل نسخي تان نقل ڪيل آهي. هي نسخو صحيح صورت ۽ صاف اکرن ۾ لکيل آهي.

### ٢- پير جهنڊي واري ڪتبخاني جو فارسي نسخو

هن جي سائيز ساڳي آهي. ڪتاب ۾ ٣٧٨ صفحا آهن، ۽ هر صفحي ۾ ١٢ سٽون آهن. محمد سعيد عرف الهرڪٽي سنہ ١١٨٣ ھ ۾ نقل ڪيو. نقل ڪرڻ واري ڪٽي ڪٽي روايتون ڇڏيون آهن، ۽ ڪي سنڌي بيت بہ حذف ڪيا اٿس.

### ٣- منصوره ڪاليج وارو فارسي نسخو (م)

هي نسخو 18 x 23/8 سائيز ۾ آهي. پويان ٻہ ورق ڦاٽل معلوم ٿين ٿا. ڦاٽل ورقن ڪانسواءِ ڪتاب ٦٠٦ صفحن تي مشتمل آهي، ۽ هر صفحي ۾ ١٥ سٽون آهن. محمد صالح ڪاتب سنہ ١٢٤١ ھ ۾ نقل ڪيو. ڪاتب اصل ڪتاب شروع ڪرڻ کان اڳ ڪجهہ صفحا فارسي نثر ۽ نظم ۾ پنهنجي طرفان لکيا آهن. انهن ۾ شاه ڪريم جي زندگيءَ جو مختصر احوال بہ ڏنو اٿس، تہ شاه ڪريم جي توصيف بہ ڪئي اٿس. نہ فقط ايترو، پر شاه ڪريم ۽ شاه لطيف جي وفات جون ڪيتريون ئي تاريخون بہ ڏنيون اٿس.

هي نسخو جيتوڻيڪ گهڻو پوءِ جو لکيل آهي، پر گهڻي قدر صحيح نمونو اُتاريل آهي. عبارتون صحيح آهن، ۽ ڪٿي بہ ڪا ڳالهہ ڇڏيل نہ آهي.

### (٤) سنڌي ادبي بورڊ وارو بيان العارفين سنڌي قلمي (س)

هن جي سائيز 20 x 30/8 آهي، ۽ منجهس ٢٧٧ صفحا آهن. هر صفحي ۾ ١٧ سٽون آهن. ڪاتب سيد غلام شاه قادري ٤ ربيع الاول سنہ ١٢٤٤ ھ تي لکي مڪمل ڪيو. هي فقط پهرين جلد جو نقل آهي. سنڌي تحرير جيتوڻيڪ قديم صورتخطي ۾ آهي. ان هوندي بہ صاف ۽ چٽي آهي. صحت جو پورو پورو خيال رکيو ويو آهي.

**(۵) بمبئيءَ وارو سنڌي ڇاپو (بم)**

هي ڪتاب وڏي سائيز جي ٢٩٦ صفحن تي مشتمل آهي. هر صفحي ۾ ٻہ ڪالم آهن، ۽ هر ڪالم ۾ ٢١ سٽون آهن. هي ڪتاب مخدوم عبدالصمد ولد حاجي محمد مقيم مخدوم نورنگ زاده، ڪتب فروش ميرپور بٺورو، مطبع مرغوب هرديار بمبئيءَ مان سنہ ١٢٩٣ هـ (١٨٧٦ع) ۾ ڇڏائي پڌرو ڪيو. ڪتاب لٿو ۾ آهي، ۽ خود ڇپائيندڙ جو ڪتابت ڪيل آهي.

ڪتاب جي پڇاڙيءَ واري نوٽ مان معلوم ٿئي ٿو، تہ ڇپائيندڙ اصلوڪي نسخي ۾ ڦير ڦار ڪئي آهي. نتيجو هي نڪتو آهي، جو هن ڇاپي نسخي مان ڪيترا سنڌي بيت حذف ٿي ويا آهن، ڪجهہ قول ٻہ ڇڏجي ويا آهن، ڪيتريون عبارتون مختصر ٿي ويون آهن، ڪيترن هنڌن تي مضمون اڳي پوءِ ٿي ويو آهي، ۽ ڪن هنڌن تي مورڳو مضمون ئي غلط ٿي ويو آهي. نہ فقط ايترو پر قديم ٻولي بدلائي ان وقت جو مروج لاڙي لهجو رکيو ويو آهي، ۽ منظوم ترجمي کي آسان بنائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

**هريسنگ وارو ڇاپو**

هي ڪتاب وچولي سائيز ۾ ڇپيل آهي، ۽ ٢۴٦ صفحن تي مشتمل آهي. هر صفحي ۾ ٻہ ڪالم آهن، ۽ هر ڪالم ۾ ٢۵ سٽون آهن. هي ڪتاب لٿو ۾ ماستر هريسنگ ڪتب فروش سکر سنہ ١٩٠٩ع ۾ اسلامي پريس لاهور مان ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪاتب در محمد ويٺل لقمان (خيرپور ميرس) آهي، جنهن ڪتابت ۾ موجوده صورتخطي اختيار ڪئي آهي. البتہ ڪٿي ڪٿي اون ااونا جي بدران اءا ۽ اين جي بدران ا=ا آندو اٿس.

هي ڇاپو بمبئيءَ واري ڇاپي تان نقل ڪري ڇاپيو ويو آهي. البتہ ڪاتب لاڙي لهجي بدلائڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن ڪري عبارت ۾ مونجهارو ٿيو آهي، ۽ صحت بگڙجي وئي آهي.

(٧) بيان العارفين جي ڇاپن ڪانسواءِ بيان العارفين تان هينيان ڪتاب

جوڙيا ويا آهن، جن ۾ شاه ڪريم جا سمورا بيت، ۽ سندس ٿورا قول سنڌي نثر ۾ ڏنا ويا آهن. شروع ۾ شاه ڪريم جي حياتيءَ جو احوال آهي، ۽ سندس بيتن تي تبصرو آهي.

**(الف) رسالو ڪريمي**

مرتب: مرزا قليچ بيگ، صفحا ٢٠، سال ١٩٠٤ع، سائيز 30 x 20/16 ٽائيپ ۾ ۽ موجود رسم الخط ۾.

**(ب) شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام**

مرتب: ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، صفحا ١٢٦، سال ١٩٣٧ع، سائيز 18 23/8 ٽائيپ ۾ پيپلس پريس حيدرآباد ۾ ڇپيل.

**(ج) ڪريم جو ڪلام**

مرتب: ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، صفحا ٢٢٤، سال ١٩٦٣ع سائيز 18x23/8، پريس: قادري پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو، ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي سوسائٽي، اسلاميه ڪاليج سکر.

**(٨) بيان العارفين سنڌي (اڻ ڇپيل)**

هي نسخو ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ڊاڪٽريٽ جي ڊگريءَ لاءِ نئين طرح سنواري سداري سنه ١٩٧٣ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ کي پيش ڪيو. هن ۾ بيان العارفين سنڌي جي صحيح متن کانسواءِ مقدمو، بيتن جي شرح ۽ تاريخي ڳالهين جي اپٽار آهي.

**موجوده ڇاپو**

هن ڇاپي جي متن جون هي خصوصيتون آهن:

١- سنڌي بيت، مختلف قلمي نسخن ۽ ڇاپي ڪتابن ۾ آيل سنڌي بيتن

سان پيتي، ڪوشش ڪري صحيح صورت ۾ ڏنا ويا آهن. حاشيءَ ۾ مختلف، پڙهڻيون ڏنيون ويو آهن.

٢- بيان العارفين مان فقط اهي قول سنڌي نثر ۾ ڏنا ويا آهن، جيڪي سنڌي بيتن سان لاڳاپيل آهن، ۽ بيتن جي مفهوم جي اپٽار ڪن ٿا.

## صورتخطي

موجوده صورتخطي ١٨٥٣ع ۾ تيار ٿي. ان کان اڳ ۾ سنڌي بيت ۽ الف اشباع ۾ لکيل ڪتاب پراڻي رسم الخط ۾ لکيا ويندا هئا، جنهن ۾ ٺيٺ سنڌي اکرن لاءِ ڪي صورتون مقرر ڪيون ويون هيون. اهي به جدا جدا نمونن جون هيون. بيان العارفين فارسي جي قلمي نسخن ۾ جيڪي سنڌي بيت ڏنا ويا آهن، انهن جي صورتخطي به قديم نوعيت جي آهي. هن هيٺ اهڙو پيٽا جو چارٽ ڏنو وڃي ٿو:

بمبئي واري ڇاپي وقت موجوده رسم الخط مروج ٿي چڪي هئي. ان هوندي به مٿين چارٽ مان معلوم ٿيندو، ته بمبئي ڇاپي ۾ ڪي اکر پراڻي رسم الخط ۾ آيل آهن. هن ڪتاب وانگر اهڙي نموني جا بيا الف اشباع وارا مذهبي ڪتاب به اهڙي ئي نموني جي صورتخطي ۾ ڇپيل آهن. هيٺ ڏنل پيٽا جي چارٽ مان اها ڳالهه واضح ٿيندي.

| هاٽوڪي | ح | جهہ | م | س | بم |
|---|---|---|---|---|---|
| ٻ | ب | ب | ب | ب | ٻ |
| پ | پ | ڀهہ، پ | ب | پ | پ |
| ٿ | ٿ | ٿ | ت | ٿ | ٿ |
| ٽ | ٽ، ٽر | ٽ | ت | ٽ | ٽ |
| ٺ | ٺ | ت | ت | ٺ | ٺ |
| ڄ | ڄ | ڄ | ج | ڄ، ج | ڄ |
| ڃ | نج | نج | ج، نج | نج | نج |
| ڇ | ڇ | ڇ، ج | ڇ، ج | ڇ | ڇ |
| ڏ | ڏ، د | ڏ | د | ڏ، د | ڏ |
| ڌ | ڌ | ڌ | د، ڌ | ڌ | ڌ |
| ڊ | ڊ | ڊ | د | ڊ | ڊ |
| ڙ | ر، ڙ | ر | ر | ر | ر |
| ڦ | ق | ق | پ، ف | ق | ق |
| ڪ | ڪ | ڪ | ڪ، ک | ڪ | ڪ |
| ک | ڪ، ک | ک | ڪ | ک | ک |
| ڳ | گ | ک گ | ک | گ | ڳ |
| ڱ | نگ | نگ | ک | نگ | نگ |
| ڻ | ن | ن | رَنْ | ن | ڻ |
| ئون | وَ | وَ | وَ | وَ | وَ |
| اين | = | = | = | = | = |

| هاٹوڪي | ت | ب | ن | ص | ي | ج |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ڄ | نج | نج | ڄ | ڄ | نج | ڄ |
| ڃ | ڃ | ڃ | ڃ | ڇ | ڃ | ڇ |
| ڌ | ڌ | ڌ | ڊ | ڌ | ڌ | ڌ |
| ڏ | ڏ | ڏ | ڏ | ڏ | ڏ | ڏ |
| ڍ | ڍ | ڊ | ڊ | ڍ | ڍ | ڊ |
| ڙ | ر، ڙ | ڙ | ر | ڙ | ڙ | ڙ |
| ڱ | ڱ | ڱ | ڱ | ڱ | ڱ | ڱ |
| اون | وَ | | | | | |
| این | = | = | = | = | = | = |

ان ڪانسواءِ املا ۾ بہ اختلاف آهي. انهن ڪتابن ۾ ۾، نہ، تہ، لفظن سان اڳيان ملائڻ جا نمونا ملن ٿا، جهڙوڪ: تڪر = تہ ڪر، نلڪن = نہ لڪن، تجيڪو = تہ جڪر. "۾" وري پويان ملايو ويندو هو، جهڙوڪ: خلوت۾ = خلوت ۾، "سين" بہ ڪن ڪتابن ۾ لفظن سان پويان ملايل آهي، جهڙوڪ: اڪينسين = اڪين سين:

# اهڃ

| نمبر | نسخي جو نالو | اهڃاڻ |
|---|---|---|
| ١ | پير حسام الدين جي ڪتب خاني وارو فارسي قلمي | ح |
| ٢ | پير جهنڊي واري ڪتبخاني وارو فارسي قلمي | جهہ |
| ٣ | منصوره ڪاليج وارو فارسي قلمي | م |
| ۴ | سنڌي ادبي بورڊ وارو سنڌي قلمي | س، سنڌ |
| ۵ | بمبئيءَ وارو سنڌي ڇاپو | بم |
| ٦ | هريسنگ ڪتب فروش وارو ڇاپو | هر |
| ٧ | رسالہ ڪريمي: مرزا قليچ بيگ | ق |
| ٨ | شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام: ڊاڪٽر دائود پوٽو | د |
| ٩ | محمد رضا وارو اصلوڪو نسخو (هن نسخي جون پڙهٽيون ڊاڪٽر دائود پوٽي جي مرتب ڪيل ڪتاب تان ڪنيل آهن.) | ر |
| ١٠ | فقير ڏٿي پرتي وارو نسخو (هن جون پڙهٽيون بہ ڊاڪٽر دائود پوٽي واري ڪتاب تان ڪنيل آهن.) | د |
| ١١ | تنبيه الجاهلين، مطبع ڪريمي بمبئي، ١٣٣٦هہ (١٩١٧ع) | ت |
| ١٢ | بدرالمنير: مخدوم عبدالله نرئي وارو، مطبع علوي بمبئي | ب |
| ١٣ | مصلح المفتاح: سيد علي محمد شاه، مطبع فيض سبحاني ڪوٽڙي، ١٣٢٢هہ ( ١٩٠۴ع) | ص |
| ١۴ | معراج نامون، مطبع ڪريمي بمبئي، ١٣٣٢هہ (١٩١٣ع) | ن |
| ١۵ | سير بستان (قصص الانبياء)، تصنيف ١٠٧٠هہ، مصنف محمد حسين، مطبع ڪريمي بمبئي، ١٣٣١هہ (١٩١٢ع) | |
| ١٦ | مجموعہ مدحيات، مطبع ڪريمي بمبئي، ١٣٣۴هہ (١٩١۵ع) | ي<br>ج |

# باب پهريون

## شاه ڪريم جي ولادت ۽ پيري مريدي

شاه ڪريم کي ننڍپڻ کان ئي سماع جو ڏاڍو شوق هوندو هو. ننڍپڻ وارن ڏينهن ۾ هڪ پيري سماع جي محفل ۾ وينو هو، ته ائين ڪندي سندس وڏو ڀاءُ اچي اتي نڪتو. هو ڪيس چماٽ هڻي اٿاري گهر وٺي ويو، ۽ وڃي والده جي اڳيان حاضر ڪيائينس. والده کي چوڻ لڳو "منڙي امڙ، مون کي، هن کي هدايت ڪرڻ کان منع نه ڪجانءِ. مان ته علم نه پڙهيس، پر هيئَر هي به ٿو پري رهي. نبي ڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي، ته علم کان خالي نه رهجي، ۽ ابوجهه نه ٿجي. ٻنهي جهانن ۾ علم افضل آهي. هي وري علم پرائڻ ڇڏي وڃي ٿو سماع ۾ مشغول ٿئي. پاڻ کي ائين ڪرڻ نه جڳائي." ان تي سيد صاحب پنهنجي ڀاءُ سيد جلال ڏانهن مخاطب ٿي هي بيت چيو:

(۱) ان در سندي مڱڻي (۱) اڳي اِيَ نه هير (۲)،
جنءِ (۳) ڏکيا) ڪري پير، سڄيون راتيون سمهي (۴).

---

(۱) مڱڻين (ق) (۲) اڳيئي ته هير (س) (۳) جي (س) (۴) هي لفظ (ق) ۾ ڪونهن.

**نوٽ:**

شاه ڪريم جي بيتن جي اڳيان (۱) (۲) وغيره نمبر ڏنل آهن.

قاضي قاضن جي بيتن جي اڳيان * نشاني ڏنل آهي.

ٻين شاعرن جي بيتن جي اڳيان ● نشاني ڏنل آهي.

# باب پيو

## شاه ڪريم جي بزرگيءَ جي تعريف ۾

● فقير حاجي سوري فرمايو، تہ ان وقت جيڪي بزرگ مون ڏٺا، انهن بزرگن کي واحد سان وصال جو ڪو وقت مقرر هو، پر حضرت شاه ڪريم پنهنجي مالڪ جي محبت ۾ سدائين مستغرق رهندو هو.

● هڪڙي فقير ٻڌايو، تہ حاجي سوري وٽ ويس، ۽ کيس چيم، تہ "حضرت شاه ڪريم جا مريد چون ٿا تہ، حضرت سيد صاحب مولي جي مشاهدي ۾ سدائين مستغرق رهندو هو، اها ڳالهہ ڪيتري قدر درست آهي." حاجي سوري فرمايو تہ، اهي فقيرپنهنجي قول ۾ سچا آهن. مون پنهنجي وقت جي ايڪويهن بزرگن، جهڙوڪ: مخدوم محمد اسماعيل جاڳو، سيد رڪن الدين جي خدمت ۾ رهيس، پر مون کي اهڙو مقصد حاصل نہ ٿيو، جهڙو سيد صاحب جي صحبت مان حاصل ٿيو.

● حاجي صابو سومرو مخدوم نوح جي مريدن مان هو. انهي فرمايو، تہ حضرت شاه ڪريم کي سدائين مولي جو مشاهدو حاصل هو. جاڳڻ وقت توڙي سمهڻ وقت هو اهو مشاهدو ماڻيندو رهندو هو.

● مخدوم نوح جي مريد بهاء الدين گودڙي فرمايو، تہ هڪ ڏينهن حضرت شاه ڪريم وٽ ويس ۽ کيس عرض ڪيم، تہ مون تي بہ اهڙي نوازش جي نظر ڪيو، جو مون کي بہ ائين مولي جو مشاهدو نصيب ٿئي، جيئن اوهان کي حاصل آهي.

● حضرت بهاء الدين گودڙي فرمايو، تہ حضرت شاه ڪريم جيڪڏهن سمهي پوي، تہ هن جي اها ننڊ بہ اسان جي عبادتن کان بهتر آهي.

# باب ٽيون

# حق جي واٽ جي طلب

● هڪ مخلص جو بيان آهي، تہ: هڪڙي ڏينهن ميان عبدالله سان گڏجي حضرت سيد صاحب جي خدمت ۾ ويس. گهڻا ڏينهن سندس خدمت ۾ گذارڻ ڪانپوءِ، جڏهن هڪ ڏينهن صبح جو موڪل گهريسون، تڏهن نصيحت ڪيائون، تہ ظاهر توڙي باطن ۾ هر وقت خدا ڪي ياد ڪندا رهجو، ۽ سندس محبت ۽ خوف دل ۾ ڌرجو. جيڪڏهن ياد نہ ڪندا، تہ الله تعاليٰ جي بارگاه ۾ شرمسار ٿيندا. خدا ڪي جيڪڏهن سندس قرب ۽ محبت جي ڪري ياد نہ ڪريو، تہ پوءِ اهو شرم ڪجو، تہ ڪهڙيءَ ڪچهريءَ مان ٿي آيا آهيون، ۽ ڪهڙي شخص سان ملي آيا آهيون. ائين چئي هي بيت فرمايائون:

(٢) تُن چوءَ (١) الله هيڪڙو، وائي ٻي مَ سِکَ،
سچو (٢) اکر من ۾، سوئي لکئو لکَ.

● فرمايائون تہ: فوت الانفاس قتل الانبياء (هڪ دم خدا جي ياد کان غافل رهڻ ائين آهي، جيئن هڪ نبي قتل ڪرڻ) ان مقولي جي سمجهاڻي ڏيندي فرمايائون، تہ جيڪو دم خدا جي ياد ۾ ڪٽجي ٿو، اهو رسول يعني "پيغام پهچائيندڙ" آهي، جيڪو ٻانهي جو پيغام ڌڻي جي دربار ۾ پهچائي ٿو. جيڪو دم الله تعاليٰ جي يادگيريءَ ڪانسواءِ ڪٽجي ٿو، اهو رب جي بارگاهہ ۾ نہ ٿو وڃي. يعني هڪ رسول يا پيغام پهچائيندڙ ختم ٿي ويو. انهيءَ ڪري پنهنجي دم جو خيال رکو، ۽ هر هڪ دم سان الله جو نالو وٺو. دم ڄڻ تہ اوهان وٽ الله جي امانت آهي. جنهن هر دم سان الله جو نالو ورتو، تنهن ڄڻ تہ امانت سلامت رکي. پر جيڪڏهن ڪنهن ان ۾ غفلت ڪئي، تہ ان امانت ۾ خيانت ڪئي.

---

(١) تنهنجو (س) (٢) سچو (بم، هر)

* د ۽ غ ۾ پهريون نمبر بيت ڪري ڏنو ويو آهي. ق ۾ ٻيو نمبر آهي.

● فرمايائون، تہ: جيڪو چوي ٿو، تہ هي ڪم ڪري، پوءِ الله تعاليٰ جو ذڪر ڪندس، تہ ان خطا ڪئي ۽ گمراهہ ٿيو. ڇاڪاڻ جو دنيا جا ڪم ڪٽڻ جا ئي نہ آهن. هڪڙي ڪم ڪانپوءِ ٻيو نڪرندو. دنيا جي ڪمن جو مثال ائين آهي، جيئن واري جو پرڻ (گيچڻ) ٻري مٿي تي رکي ڊوڙڻ. جيئن ٻيو ماٿهو ڊڪندو، تيئن واري پٺي منهن ۾ پوندس.

● فرمايائون، تہ: طالب کي ائين نہ جڳائي، تہ جڏهن دنيا جو ڪاروبار هٿ ۾ هجيس، تہ ان وقت الله تعاليٰ جي ذڪر کان غافل رهي. طالب لاءِ ان ۾ وڏو نقصان آهي، تہ دنيا جي ڳالهين مان واندو ٿي، پوءِ خدا کي ياد ڪري. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

(۳) ذَڪين (۱) ذاتِ (۲) پئو، (۳) هِينڙو لهَ سنداڻَ (۴) جِنءِ،
سنياري کي سَجِڻين، (۵) وِرجِي (٦) تان نہ وئو. (۷)

● فرمايائون تہ: انسان لاءِ ٻيو ڪو اهڙو شرف ڪونهي. جهڙو الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي: فَاذكُروني اَذكُركُم. (مون کي ياد ڪر، تہ مان توکي ياد ڪريان.)

● فرمايائون تہ: فوت کان موت ڀلو آهي، ڇاڪاڻ جو فوت معنيٰ خدا کان غافل رهڻ، ۽ موت معنيٰ انسان کان غائب ٿيڻ.

● فرمايائون تہ: کير ۾ سنيائڻ وجهي تانءِ ڪٽي هلبو، تہ ڏونرو نہ ڄمندو. پر جڪڏهن تانءَ کي ٿورو وقت هڪ هنڌ رکي ڇڏبو، تہ ڏونرو ڄمندو، ۽ ولوڙڻ ڪانپوءِ ان مان مکڻ نڪرندو. فڪر ڪانپوءِ ذڪر بہ انهيءَ مثال وانگر آهي. "اَلذِكرُ بِلا فِكرٍ كَالشجرُ بِلا ثمر" (فڪر ڪانسواءِ ذڪر ائين آهي، جيئن ميوي ڪانسواءِ وڻ.)

● هڪ ڀيري فرمايائون تہ: ٻيا فڪر ڇڏي الله الله چئو. دنيا جون ڳالهيون، ۽ فلاڻو فلاڻو چوڻ ڇڏي ڏيو. پوءِ هي بيت فرمايائون:

(۴) چَرئَنِ [۱] جِنءَ چِتَ ڪري، سگَ سيپئي [۲] چِنَ،
جي ڀائين پرِيءَ مِڙان، [۳] تہ مَتِ مَوجِي ڪِنَ.

---

[۱] ذڪيه (بر، هر) [۲] دات (س) [۳] پيٺو (بر، هر) [۴] سانڌاڻ (بر)، ساران (س) [۵] سچو (س)، سجري (م) [٦] وِدجي (س) وائو (م)
[۱] چرئو [م] [۲] مڙيئي [بر، هر] [۳]، ملان [بر، هر، ق]

● ٻي موقعي تي ساڳيو بيت ٿوري ڦير ڦار سان هن طرح چيائون:

اٿي ڇَلَ ڇرڻن جِنءَ، سگ سيئي ڇِنَ،
جي ٻائين پريءَ مڙان، تہ مت موجي ڳِنَ.

● فرمايائون تہ: جيڪڏهن ڪنهن طالب کان ڪو گناه ٿي پوي، تہ ڪيس افسوس ڪرڻ نہ گهرجي. پر انهيءَ وقت يا غفار، يا غافر، يا غفور چئي. گهڻو افسوس ڪرڻ نہ لڳي، پر الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ مشغول ٿي وڃي. پوءِ هي بيت فرمايائون:

(۵) پريان سَندي ڳالَڙي، [۴] جيڪو ٻئي ڪري،
مَتِ موجِي ڪَنِ ڪري، تي ڪي [ ٦] جَابَ [ ٧] مَرَ ڏي.

● فرمايائون تہ: اجوري يا ثواب جو خيال رکي عبادت نہ ڪريو. ڏٺي تعاليٰ فرمايو آهي، تہ مون کي ڪشف ۽ ڪرامت لاءِ ياد نہ ڪجو، پر شوق، محبت ۽ لقا پسڻ لاءِ ياد ڪجو. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٦ وائي ٻي مَرَ ڀَلَ، مروئان (۸) موران (۹) پکٽان،
ٻلا سندو سَڄڻين، (۱۰) هَو (۱۱) هَلاچو هَلَ.

● فرمايائون تہ: ذڪر جلي (ظاهري ۽ بلند آواز سان) تمام گهڻو ڪريو. اهڙي زور سان ضرب هڻو جو پهرينءَ ئي ضرب سان دل ڀڄي پورا پورا ٿي پوي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٧ متيون ميڙي ڪانءِ، واڇا (۱) ڪجي (۲) وڃ پوءِ،
جو تو سائِرَ پائيو، سو هَرَ ٻوڙي ناهِہ.

● فرمايائون تہ: دل جي گهراين سان ماڻهن سان ملي جلي نہ رهو. حرص و هوا ختم ڪري، پنهنجي مالڪ سان لنو لڳايو. پوءِ هي بيت فرمايائون:

٨ هنيو ڏجي حبيب کي، لڳ ڪَڏجن (۳) لوڪَ،
ڪَڏيون (۴) ۽ ڪَروتون، (۵) اي پڻ سِکر (٦) توڪَ.

---

[ ۴] ڳالهڙي [ ق] [ ۵] منهنجي [ ق]، مهجي [ س، بر] [ ٦] تي [ رد، ع]، تنهن [ ق]، [ ٧] جواب [ بر، هر، س] (۸) موئا (س)، مران (د، م،) (۹) مورن (بر، هر) (۱۰) سچو (س) [ ۱۱] هي [ س] [ ۱] واجا [ س، ق] [ ۲] ڪجي [ س، ق] [ ۳] ڏجن [ ن]، ڪڏجي [ بر، هر] [ ۴] ڪڏيون [ بر، هر]، ڪڏ [ س]، ڪڏي [ ن] [ ۵] ڪروت [ ن]، ڪروٽ [ س]، ڪروتون [ پر، هر [ ٦] سکر [ س، بر هر]

● روايت آهي، تہ هڪڙو پير مرد حضرت سيد صاحب جي خدمت ۾ آيو، ۽ چيائينس: "ڪراڙو ۽ ڪمزور ٿي ويو آهيان، ۽ هينئر عبادت نہ ٿو ڪري سگهان. اهڙي ڪا عبادت ڏسيو جنهن ۾ تڪليف گهٽ ۽ اجر گهڻو هجي." تنهن تي حضرت سيد صاحب چيس، تہ "وڃي الله ڪر ۽ پيون ڳالهيون ڇڏي ڏي. هن کان وڌيڪ سٺي شيء نہ ملندء." پوء هي بيت فرمايائون:

٩ وهاڻيء ٿِي وَڃُ، تو نہ سَرَندِي (٧) تَن رِي،
تان (٨) سا وَڃِي پَڇُ (٩)، پِيئي جا ڪاڻِ (١٠) پرين سين.

● فرمايائون تہ: نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم فرمايو آهي، تہ "مَنْ اَحَبَّ شَيئاً فَاَكْثَرَ ذِكْرَهَ" (جنهن ماڻهوء جي جنهن شيء سان محبت هوندي آهي، اهو اڪثر ان جوئي ذڪر ڪندو رهندو آهي.) پوء هي بيت پڙهيائون:

١٠ جي جاڳندي مَنَ ۾، سُتي پڻ سيئي،
مَنُ (١١) پريان نيئي، (١٢) پکهيو پاڻ ڳري. (١٣)

● حضرت سيد صاحب جي هڪ مريد ٻڌايو، تہ هڪ پيري آءٌ سيد صاحب سان گڏ ڪنهن طرف ٿي ويس. ٻيا مريد بہ اسان سان گڏ هئا. هلندي مون "هو" جي ضرب هنئين. اهو آواز ٻڌي ڏاڍي ٻيجان لڳس، ۽ مون کي مخاطب ٿي چيائون: "ان جي معنيٰ تہ ٻيا ذڪر نہ ٿا ڪن. جو انهن کي تو ٻڌائين." پوء هي بيت پڙهيائون:

[١١] مُٺِ پيڙِ پائي پَلي، جُـهِ [١] اَپـتي [٢] تـہ واءٌ،
جُهِ [٣] پَڌَرِ وِڌِي [٤] ڳالڙي، تہ ڇڏي وڃي [٥] ساءٌ.

● فرمايائون تہ: پنهنجي خالق کان اها اميد رکڻ نہ گهرجي، تہ آءٌ سندس عبادت ڪريان، تہ ڪشف ۽ ڪرامت حاصل ٿئي. نہ فقط ايترو، پر خدا جو ذڪر، مشاهدي ۽ معرفت ماڻڻ يا غوث ۽ قطب ٿيڻ لاء بہ نہ ڪجي. پر محض خدا ڪارڻ (لوجه الله) ذڪر ڪجي. پوء هي بيت پڙهيائون:

[٧] سرندوء [ن. س. بر. هر] (٨) تاسا (ق. بر. هر)، ساتا (س) (٩) پڇ (ن. بر. هر) (١٠) ڪا [ن]. ڪا [م] [١١] مون [ن] [١٢]پيئي [ن. پر. هر.] (١٣) ڪري [ق. بر. هر. س] (١) جو (س. م. د. ع)، جي ( بر. هر. ن) [٢] اپتين (ق)، اپتيائين (س) [٣] جي (ن. س. م. د. ع) [٤] پيئي (س)، و ڌ ء (ق) [٥] وئي (ن)

۱۲ پاٿيهاري[ ٦] سبِ ڪا، جا سِرِ گهڙو ڏري، [٧]
ڪا ليءِ سَندي [ ٨] سَڄِڻي، ڪا پورهئي ڪاڻ پري.

● هڪ ڀيري مريدن کي نصيحت ڪندي فرمايائون، تہ اوهان مان جيڪڏهن ڪو گهڻو پري مشرق ۾ رهندڙ هجي، پر خدا جو ذڪر ڪندڙ هجي، تہ اهو چڻ منهنجي ويجهو آهي. پر جيڪو ماڻهو اوڏو هجي، پر هڪ گهڙي بہ خدا جي ياد کان غافل ٿئي، تہ اهو مون کان ڏور آهي. پوءِ هي سنڌي بيت پڙهيائون:

۱۳ ورَ [ ٩] وِسَرِي تہ ڪوهُ، پر ورَ نہ وِسَرِئوِس، [ ١٠]
ڪو نَہ چُوندو ڪَڏهِين، [ ١١] تہ اَڳڻُ اُوندا هوسِ. [ ١٢]

● احمد فقير رونجهي ٻڌايو، تہ هڪ ڏينهن مون حضرت سيد صاحب کان پڇيو، تہ ”قوت گذران لاءِ اوهان ڪهڙو ڪم ڪندا آهيو؟“ جواب ۾ فرمايائون، تہ: ”ڪوڏر هٿندو آهيان ۽ هر ڏيندو آهيان.“ ان تي وري عرض ڪيم، تہ: ”اهي ڪم ڪندي اوهان خدا کي ڪيئن ياد ڪندا هوندا؟“ تڏهن مرڪي جواب ڏنائون، ”الله تعاليٰ اسان کان ڪڏهن بہ وسرڻ جو نہ آهي. ان لاءِ هي مثال خيال ۾ رکڻ گهرجي: جڏهن ڪا عورت دلا پري مٿي تي رکي هلندي ويندي آهي، ان وقت اهي گهڙا ڪيس هلڻ ۽ ڪچڻ کان روڪيندا آهن ڇا؟“ پوءِ هي بيت پڙهيائون:

۱۴ پاٿيهارِي (١) سِرِ ٻهڙو، جرَ (٢) تي پڪِي جِنءَ، (٣)
اســان سَجَڻُ (۴) تِنءَ، رهــيــو آهــي روح ۾. (۵)

## فقير جو ڪاڏو

● هڪ ڏينهن هڪ مريد سيد صاحب وٽ آيو. ڪيس ڪاٺڻ لاءِ ڇانور آٽي ڏنائون، جي ڪاٺي سيد صاحب کي چيائين: ”سائين، مون اهڙو ڪاڏو اڳي تہ ڪڏهن نہ ڪاڏو آهي.“ پڇيائونس: ”تڏهن واٽ تي ڇا تي ڪاڏءِ؟“ وراڻيائين: جَون جو اٽو ساڻ ڪنيو هوم، ان مان ماني پچائي تي ڪاڌم.“ اهو

[ ٦] پاڻياري (ن، س، بر، هر) [ ٧] پري (س، بر، هر) [ ٨] وٽ (ن، س، بر هر) [ ٩] ورَ (ق) [ ١٠] وساريوس (ن) [ ١١] اکين (س) [ ١٢] اودائوس (ن، بر، هر)
(١) پاڻياري (ق، بر هر)، پاهياري (س) (٢) چر (بر، هر) (٣) پکي جي (س) (۴) تي (س) (۵) مناهور نہ وسري (س)

ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو. هي بيت پڙهيائين:

١٥ اسِين تِئَان آئِيون، [٦] جِتِ ڳُونبو ناهِ،
وَڃَهُون جي وِياهِ، [٧] تہ پَڻْ مَتَهُون [٨] لوئِيون.

● جيڪڏهن ڪو فقير ڪنهن وٽ اچي مهمان ٿئي، تہ ان کي جڳائي تہ ان کي قرض ڪٽي بہ کارائي، توڙي جو کيس هڪ درم جي بدران لک درم ڏيڻا پون. ان هوندي بہ سندس فائدو آهي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

١٦ پَنجين ڊِرَمين [٩] ڊِرَمُ، ڪَڍِ جي ڪي [١٠] سَڄڻين،
تہ پَڻْ توهِين [١١] ڪَتِئو، جي سو سَرَءِ (١٢) ڪَرَمُ.

## فقير جي رهڻي ڪهڻي

● فرمايائون، تہ: طالب کي گهرجي، تہ هو نڪر جي ڪُني جهڙو ٿئي، جنهن ۾ پاڻي وجهي باهہ تي رکبو آهي. پوءِ جيڪڏهن ڏاڍي تَوَ تي هڪ دم پچي پيو، تہ باهہ جي عذاب کان ڇٽي پوندو، پر جيڪڏهن سڄو نہ پڪو ۽ تنگ ٿيس، تہ پوءِ گهڻا ڏينهن پيو عذاب سهندو. پوءِ هي بيت فرمايائون:

١٧ جي مُنْ سَڌَ ڪِئا، پنيوران ٻَهار (١) ٿي،
جي سي (٢) پِرِيَ سَئا، تہ هُونَد نہ ويا نِڪَري.

● فرمايائون تہ: طالب کي گهرجي، تہ جتي رات پويس اتي رهي پوي، پر سفر ۾ ڪنهن جو مهمان نہ ٿئي. جيڪڏهن ڪنهن ڳوٺ وٽ رات پويس، تہ ايستائين شهر کان ٻاهر ترسي پوي، جيستائين ماڻهو سمهي پون. جڏهن سمجهي تہ ماڻهو سمهي چڪا هوندا، تڏهن شهر ۾ وڃي. وڌيڪ فرمايائون، تہ فقير کي گهرجي، تہ اڪيلو رهي ۽ ماڻهن سان ميل جول نہ رکي. ڪنهن اهڙي هنڌ سج ۾ وڃي رهي، جتي ٻيو ڪوبہ نہ ڏسيس. هميشه اڪيلو رهڻ سٺو آهي، جيئن ماڻهو پنهنجو خزانو جهنگ ۾ وڃي رکندا آهن. محبوب بہ اڪيلائيءَ ۾ ئي ملندو. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

[٦] آيون (م) [٧] جي وجون وياهہ [د]، وڃيون جي ويهاء (س) [٨] متئون (م)، متي (س)

[٩] ڊمين ڊم (د)، درمين درم (م) [١٠] ڳڏجي ليءِ (س)، ڪڍجي ڪي (ق) [١١] تو هر (جه)، توئي (ڌ، ق) [١٢] سري (جه، ڌ)، سرئو (ق)

(١) ٻهر (ٻم، ق، هر) (٢) سي جي (ٻم، ق، س،)

١٨ وَرَ سا سَچي [ ٣] ويڙِ، [ ۴] جتي سَجَڻُ هيڪَلو، [ ۵]
سو ماڳوئي ڦيرِ، [ ٦] جتي ڪوڙِ (٧) ڪُمازُوئين. [ ٨]

● فرمايائون تہ: فقير کي گهرجي تہ خلق کان پري اڪيلو رهي. پوءِ هي بيتپڙهيائون:

١٩ جي تَجريدا نِڳئا، (٩) پينا ۾ (١٠) تَفريدَ،
ڪِنين (١١) ڪَذَهين، (١٢) تِئي، (١٣) هنين (١۴) ڏِيازِي (١۵) عِيدَ.

● فرمايائون، تہ فقير کي گهرجي، تہ پهريائين تجريد (ڇڙائي) جا حق پورا ڪري. ان ڪانپوءِ تفريد (خدا سان هڪ ٿيڻ) جي معنيٰ معلوم ڪري.

● فرمايائون، تہ: تجريد جي معنيٰ آهي: جهان کان جدا ٿي، جهان وارن کان لاڳاپا ڇنڻ، ۽ تفريد جي معنيٰ آهي: فاني في الله ٿيڻ، ۽ پنهنجو وجود وڃائڻ.

● فرمايائون، تہ جيڪو چوي ٿو، تہ مان فقير آهيان، ۽ ائين بہ چوي ٿو، تہ خلق سان ميل جول رکڻ ۾ فائدو آهي، ۽ نقصان ڪونهي، تہ اهو فقير نہ آهي، ڪوڙي دعويٰ ٿو ڪري. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٢٠ پَنيوران پہ ٿوڪَ، ڪِهِ (١) نہ نِئا پاڻَ سين،
سِڪَڻُ (٢) سُپيرِينِ سين، [ ٣] پِئو لاڳاپو سين لوڪَ.

● فرمايائون، اَلشَهرَةَ آفَه وَلا كِنَّ النَاسَ يُحِبُو نَها وَالخُمُولَ راحة وَلا كِنَّ النَاس لايَرضيٰ (شهرت هڪ آفت آهي، پر ماڻهو ان کي پسند ڪن ٿا. گمنام رهڻ ۾ راحت آهي، پر ماڻهو ان کي پسند نہ ٿا ڪن.)

● فرمايائون، تہ: مَنۡ مَدۡ حَڪَ فَقَدۡ ذَبِحَڪَ (جنهن تنهنجي تعريف ڪئي، تنهن ڇڻ تہ توکي ڪُنو.)

● فرمايائون تہ: فقير کي ڪرامت ۽ مرتبي تي مرڪڻ نہ گهرجي، پر هو

(٣) سچي (س) (۴) ويڙهہ (هر) (۵) هيڪڙو (س، د)
(٦) پير (م) (٧) ڪوڙ (س، جهہ) (٨) ڪمايو (س، هر، بر)
(٩) نڪتا (م) (١٠) منجهہ (س)، تَنِ (هر) (١١) ڪِنِ (هر، بر، س، د) (١٢) ڪذهين (د،هر، م، بر)، ڪذهن (س) (١٣) نہ تئي (س) (١۴) هن (س، د)، ان (هر، بر،) (١۵) ڏهاڙي (بر، هر، ڏ)، ڏهاڻي (س)
(١) ڪنين (هر، بر، د)، ڪن (س)، ڪي (ر، م،)، ڪين (ق) (٢) سڌ (م) (٣) ۽ (د)، ئي (س)

بلند همت هجڻ گهرجي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٢١ وِنگا وَرَ پاڳنِ، [ ۴] گهور اَبَتي گهوٽيين، [ ۵]
سنيگڙِين پِرَ ڏِئو، وِئا (٣)ڪَڄَ [ ٦] چَرَنِ.

● فرمايائون تہ: روئڻ جا ويهہ قسم آهن، جن مان فقط هڪ الله واسطي آهي، ۽ باقي ١٩ غير جي لاءِ آهن. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٢٢ نِيهُ نيابي نہ ٿئي، سَدِين (١) سيڻَ نہ هُونِ،
ڪارِين راتِين، (٢) رُتَ ڦڙا، جان جان نيڻ نہ رُونِ

● فرمايائون تہ: طالب کي انهيءَ دل مان ڇا حاصل ٿيندو، جنهن ۾ حرص ۽ هوا جا خطرا آهن. پوءِ قاضي قاضن جو هي بيت پڙهيائون:

* سَجَڻ مَنجِ هئامِ، (٣) مَنَ اٿي وِئا او ٺِئا (۴)
هيڏانه هوڏانه [ ۵] هتڙا، (٦) هُنئِين جاڙ [ ٧] وِڌامِ.

● فرمايائون تہ: عمل ڪانسواءِ علم اجايو آهي. انهيءَ ڪري علم سان عمل بہ ضروري آهي. طالب کي گهرجي، تہ پنهنجو وجود وڃائي. ائين ڪرڻ سان اهي الاهي راز هٿ ايندس، جيڪي فصوص ۽ لمعات ۾ بہ نہ ملندس، جيڪي سلوڪ جا مشهور ڪتاب آهن:

**بيت**

اونفي وجود ڪن ڪہ دريابي
سر ڪہ نيابي نہ فصوص لمعات.

● فرمايائون تہ: جيستائين طالب پنهنجو پاڻ قربان نہ ڪندو، تيستائين خدا جي معرفت حاصل نہ ٿيندس. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٢٣ پيرِين (٨) پاڻ وڃاءِ، (٩) پاڻ وڃائي هوءِ لَہُ، (١٠)
ٿُهان (١١) ڏارَ نہ سِپرين، مَہَ (١٢) مَنجهِين پاءِ.

[ ۴] پاڳو (د. ن. م.) [ ۵] کورابتي کوتين (ق) [ ٦] وا (م) [ ٧] ڪڄ (جهہ)

[ ١] سدي (جهہ)، سدئين (ڏ) [ ٢] راتين (د)، رات (س ۽ ڏ). [ ٣] هئم (م) [ ۴] مون ويئي واءُ ٺئا (س، م، د) [ ۵] هيڏاه هيڏاه (س)، هيڏانهن هوڏانهن (هر)، هيڏنه (ق). [ ٦] مهر (س)، هنهي (ب) [ ٧] جار (ق)

[ ٨] پهرين (هر، بر، جهہ، ڏ، ق)، پهريان (س) [ ٩] واڃاءِ (م) [ ١١] پهريان وڃاءِ پاڻ، وڃائي پاڻ وڃاءِ (س) [ ١٠] هو ٿهان (س) [ ١٢] منجائي (س)، منجهائي (بر، هر).

● سندس هڪ مريد مجازي عشق ۾ گرفتار هو. ان ڏانهن هي بيت چوائي موڪليائون:

٢۴ مجازي مَ مِٽَ ڪر، آڪِيُون اِيَ مَ ڦير، [ ١]
هارِيَ[ ٢] حقيقتن (٣) جي، پڇي ٿيين نہ پير. [ ۴]

٢۵ اي مجازي ماءِ، [ ۵] جي تو پائيا سُپرين، (٦)
هاري [ ٧] حقيقي پَري، [ ٨] ڪَڇو (٩) ڪوهُ (١٠) ٿِئاءِ.

● فرمايائون تہ: طالب کي گھرجي، تہ جڏهن بہ ڪنهن بزرگ کان ڪو خدائي سخن سڻي، تڏهن ماٺ ڪري ويهي دل جي گهرائيءَ سان اهو گفتو ٻڌي. جيڪڏهن اها ساڳي ڳالهہ اڳ ٻڌل هجيس، تڏهن بہ ائين نہ چوي، تہ مون کي انهيءَ ڳالهہ جي خبر آهي. اها دل جي ڏاڍايءَ جي نشاني آهي. پوءِ هي بہ بيت پڙهيائون:

٢٦ هِي ڪَنَ (١١) ڳاڌِهان (١٢) وڪئي، ڪَنَ ڪي ٻيا ڳِنيج (١٣)
سَندي پِريان ڳالڙَي، تِنين سِين (١۴) سُٽيج (١۵)

٢٧ ڪَرَها ڪاميَا، جَرَ اَلئو چو نَہ پِيوءِ، (١٦)
مَنَ (١٧) آن گهٽو سِڪارِئو، وَسا لَڌو (١٨) نہ هوءِ.

● فرمايائون ، تہ: طالب کي گهرجي، تہ انهي ماڻهوءَ جيان ٿئي، جيڪوماکهڻ لاءِ ڦرندو وتندو آهي، ۽ وڻ وڻ ۾ نهاريندو وتندوآهي. ائين ڪرڻ سان اهڙي وڻ ۾ ماکي ملي ويندي اٿس، جنهن ۾ پهرائين گمان ئي نہ هوندو اٿس. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

---

[ ١] پير (ٻر، هر، ق، م) (ٻر، هر، ق، م)، پنهي اي مَ پير (س). [ ٢] هاٺي (ٻر، س) [ ٣] حقيقتي (ٻر، هر) (۴) سِر (ٻر هَر، ق). (۵) ماهہ (س) (٦) پانيان (ٻر، هر) (٧) هاٺي (ٻر، هر، س) (٨) پرين (ٻر، هر، د) (٩) ڳڇهو (ٻر، هر) (١٠) ڪوٽ (س) (١١) ڪن هي (جهہ، ٻر هر) [ ١٢] ڳڌ هٺا (د) (١٣) ڪٺيج (ٻر، هر، س)، ڪن هي وڪئي ڪن ڪي ٻيا ڪنينج (ٻر، هر)
[ ١۴] ساڻ (ٻر، هر، س) (١۵) تنين سين سٺيج پاراپا پرين جا (س)
[ ١٦] جو اوتيو [ جهہ] [ ١٧] موهان (س، جهہ)، مون ان (ق)، آن (د) (١٨) پسالڌو (جهہ)، ساڪرو (م)

٢٨ مُنڌ مَ مَنهِ ويُه، اِپي اوسَڙَڪَ [ ١] اس ۾،
تو سيئي سينَ ڪِئا، ڏور جَنين جو ڏيُه.

● فرمايائون، تہ: طالب کي گهرجي، تہ هيڪلائيءَ ۾ رهي، جيئن جيڪي ڏسڻو اٿس، سو ڏسي وٺي. ان جومثال هن طرح آهي، تہ جڏهن درياهہ زور سان پيو وهندو، ۽ اُنهن نهاربو، تہ پنهنجي صورت پاڻيءَ ۾ ڪڏهن بہ نظر نہ ايندي. پر جڏهن پاڻيءَ جو تانءُ پري ٻاهر رکبو، تہ پاڻي آئرڻ ڪانپوءِ ان ۾ پنهنجي صورت ڏسڻ ۾ ايندي. پوءِ فرمايائون:

٢٩ جي لياڪا لوڪَ ڏون، [ ٢] جان جان سي نہ لِتاءِ، [ ٣]
تان تان تئي نہ ماءِ، پورو پسڻ [ ٤] پِريَ سين.

● فرمايائون تہ: جيستائين طالب حرص هوا ۾ گرفتار آهي، تيستائين هو خدا کان پري آهي. اها ڳالهہ هن مثال مان سمجهڻ گهرجي: ڪو ڏاند هَر جو هِريل آهي، پر مالڪ کيس ان ڪم مان ڪڍي ٻي ڪم ۾ لڳائڻ گهري ٿو. ان لاءِ جيستائين هو ان کي ٻک اَج نہ ڏيندو، ۽ هَر کان پري نہ رکندو، تيستائين ٻيو ڪم ڪڏهن بہ نہ ڪندو. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٣٠ اَمَڙِ (٥)ڪوءِ گهروءِ، مُنهان [ ٦] ساتَڙو وِجي نِڪِئو، [ ٧]
هِنَيڙو [ ٨] ڏيئي [ ٩] وَتِ جَنءَ، مَنْ جِنءَ [ ١٠] تانہ ٻَروءِ.

● فرمايائون تہ: عام خلق جون ٻيڙيون هڪ طرف ٿيون هلن، ۽ حق جي طالبن جون ٻيڙيون ان جي ابتڙ هلنديون آهن. عالمن جي هڪڙي واٽ آهي، تہ طالبن جي ٻي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٣١ چورِيءَ پاهَتَ [ ١] ڳجَهہ سين، پَدَرِ ناهِ اَرَتَ،
پيِرين [ ٢] پاڻُ لَڪائين، تِهان پوءِ وَتَ [ ٣]

[ ١] اوسر (جهہ ۽ ق)، اوسڙ (م ۽ د ) [ ٢] ڏوهہ (س)، ڏونہ (بر)، جا (جهہ، هر) (٣) لتا (هر) [ ٤] پسڻ پورو (بر، هر، م)
[ ٥] امڻ (س، امٺا (د) [ ٦] مونٺا (بر، هر، د) [ ٧] نڳرو (بر)، نڪري، نڪريو (ق)، نڪرئو (م، ر) [ ٨] جيرو (س) [ ٩] ڏين (س) [ ١٠] جي (س)، جو (بر، هر، )
[١] پهت (س) (د) [٢] پهرين (س، جهہ) [٣] پهرين لڪاءِ پاڻ کي، پوءِ لڪاءِ وَتَ (س)

● نقل آهي تہ: هڪ پيري هڪ مريد سندس خدمت ۾ آيو. ان کي نصيحت ڪيائون، تہ جيڪو ماڻهو پاڻي نہ پئندو ۽ اڪيلو گذاريندو، اهو خدا کي جلد پهچندو. اهو ٻڌي اهو مريد وڃي اڪيلو رهڻ لڳو، ۽ پاڻي پيئڻ بہ ڇڏي ڏنائين. تانجو ڏاڍوضعيف ٿي ويو. پوءِ هڪ ڏينهن ڏاند تي چڙهي سيد صاحب جي خدمت ۾ آيو. ڇاڪاڻ جو اڳي وانگر پنڌ هلي نہ ٿي سگهيو. خدمت ۾ اچي افسوس ظاهر ڪيائين، تہ ڪهڙو نہ چڱو ٿئي ها. جيڪڏهن اڳي وانگر پيادل اچي سگهان ها. سيد صاحب فرمايو: جنهن پنهنجو نفس ماريو، ان کي سواريءَ تي چڙهڻ روا آهي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٣٢ سِڪان [ ۴] جي نہ سَتين، پارايا [ ۵] پِريءَ [ ٦] جا،
سي [ ٧] ساٿِي نہ ٻُجهَنا، [ ٨] جي تِنبين کي ڏين. [ ٩]

● فرمايائون تہ: خلوت ۾ ويهڻ ان کي جڳائي، جنهن پاڻ کي پنهنجي پاڻ مان ڪڍي ٻاهر ڪيو هجي. ان ڪانپوءِ ئي ڪيس حجري ۾ وهڻ جڳائي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٣٣ ڳالِ اُو [ ١٠] هَيڪَڙي، جا مَنَ ڪالَ ڪِئي، [ ١١]
پيئَر ڪيمَ پَڪَئِو [ ١٢] ٿيندي تان نہ ٻئي.

● جيڪڏهن ڪو اوهان کي نالي سان سڏي، تہ ان کي ٻيٽي مروت سان جواب ڏيو. پر جيڪڏهن اوهان کنهن کي سڏ ڪيو، تہ پهريائين ”ميان“ چئي، پوءِ سندس نالو وٺو. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٣۴ تُندُ مَ تاءِ ڪَتاءِ، [ ١] ٻوڏُ چُوني [ ٢] جيُ چوءِ،
جي پائين پِرِيَ مڙان، تہ ڏوهنُون [ ٣] ڳَنَ پاءِ.

## فقير جو لباس

● فرمايائون تہ: هڪ پيري دل۾ خيال آيو، تہ سٺي پوشاڪ پهريان،

[۴] سڳها (بمر، هر) [۵] پاراپنا (بمر، هر) [٦] پرين (بمر، هر، س، ق)
[٧] سٺئي (مر) [٨] ٻجٺا (مر، جهہ) [٩] جي تن کي تسيانہ ڏين (س)
[ ١٠] اهائي (س) [ ١١] ساجا ڪال ڪئي (س)، اوهائي هيڪڙي، جا مون ڳال ڪئي (بمر، هر) [ ١٢] پکنوَ (جهہ) ٻي من رکئم پکنٺا (بمر، هر)
(١) تاءِ ڪتاءِ (ق) (٢) جي ڏين (جهہ) (٣) ڏهنون (جهہ)، ڏوهنئو

پرانهيءَ خيال کان نہ پاتم، تہ متان مريد حجت ڪن، تہ پير اوچو لباس پهريو هو.

● هڪڙي ڏينهن سيد صاحب سوار ٿي، مريدن سان گڏجي سير تي نڪتو. اوچتو هڪ شخص واٽ تي مليس، جيڪو درويشي، مجاهدي ۽ ترڪ لباس کان مشهور هو. ان وقت اڇي چادر، اڇي دستار، وڏا ۽ اڇا ڪپڙا پيل هيس. حضرت سيد صاحب سان اچي مليو. سيد صاحب ڏانهس نهاري فرمايو: ”تون اهوئي آهين، جيڪو اڳي هوندو هئين.“ هومطلب سمجهي ويو، ۽ هي بيت پڙهيائين:

● ڦِٽيون [۴] ڪر ڦَرَڪيون، [۵] وَرَ وِنگائي پاءِ، [٦]
جا تنَ (٧) اندرِ ڪاءِ، (٨)سا (٩) معلوم محبوب کي.

اهو بيت سيد صاحب کي نہ وڻيو، ۽ بچان لڳس. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

۳۵ فڪر ڪر ڦَرَ ڪِيِن، (١٠) وَرَ وِنگائِي (١١) لاهہ، (١٢)
سائي ساري هٿ ڪر، (١٠) سيٹَنِ جا سَهاءِ.

اهو ٻڌي ان شخص کي ماٺ وٺي وئي، ۽ڪن ٻوساٽيون هليو ويو.

● جيڪو گودڙي پائيندو، ۽ حلال کائيندو، اهو جيڪا دعا گهرندو، اها مستجاب ٿيندي.

● پرهيزگاريءَ جو لباس اهڙو آهي، جهڙو قرآن شريف جو حرف.

● هڪڙي ڏينهن سيد صاحب جي گودڙي فقير تڙ تي ڌوئڻ لاءِ کڻي ويا، ۽ پاڻ تيستائين لڱين اگهاڙو ويٺو رهيو. ائين ڪندي سندس فرزند ميان حسين اچي اتي نڪتو، ۽ پنهنجي والدصاحب کي لڱين اگهاڙو ڏسي پنهنجي چادر لاهي کڻي، سندس ڪلهن تي وڌائين. سيد صاحب کي اها ڳالهہ نہ وڻي، ۽ چادر لاهي زمين تي رکي فرمائڻ لڳو: ”سفيد چادر انهن کي ڏيڪڻ گهرجي، جن جي دل بہ اڇي هجي. اسان کي اها اوڍڻ واجب نہ آهي.“ ان وقت هي بيت

(۴) فڪر (س) (۵) مر فرڪي (س) (٦) پٺو ڳڙٻر ڪٺو، ور وڪائي پيي (بر، هر) (٧) تو (بر، هر، ق، ڏ، (٨) ڪائي (س)، ڪار (م) (٩) معلوما (بر، هر)
(١٠) مر فرڪي (س)، پرڪي (بر، هر، ق)، (١١) وڪائي (بر، هر) (١٢) لاءِ (بر، هر، جهہ)، پاءِ (س)

پڙهيائون:

٣٦ ڪاٺياريون ڪِيَ (١) ڪَنِ، عمر اڃا ڪَپڙَا؟ (٢)
جـني جـا تـرن ۾، ورَ تـا ويـڻ سَـهَنِ.

● فقير جو قوت اهو آهي، جيڪو وقت تي موجود ٿيو. لباس اهو آهي، جيڪو فرض وارا انگ ڍڪي، ۽ سندس اوتارو اهو آهي، جتي رات پويس: "قوت الفقير ما وجد و مالباسهماستر، وسکنه حيث در لَه "

● گودڙي پهرڻ سندس عادت هوندي هئي. هڪ ڏينهن اها گودڙي اوڍي سيد جلال شيرازي وٽ ويو، جنهن اها گودڙي ڏسي کيس چيو، "اها گودڙي لاهي نـ تـا ڇڏيو، ان مان ڪهڙو مرتبو ۽ ڪرامت حاصل ٿئي ٿي؟" سيد صاحب کيس جواب ۾ چيو: ان جو "جُبو" نالو مشهور آهي. قرآن شريف ۾ آيـت آهـي: "يـا بَنِي آدَمَ قَدْ اَنزَلْنـا عَلَيْكُمْ لِبـاسًا يُوارِيْ سَوْ اٰتِكُمْ وَرِيْشـاً (الاعراف- ٢٦)"

(اي آدم جي اولاد، اسان اوهان تي پوشاڪ لاٿي آهي، جيڪا اوهان جي اوگهڙ ڍڪي ۽ زينت ٿئي ٿي.)

**شاديءَ بابت رايا**

● فرمايائون تـ: طالب کي گهرجي، تـ ڇڙو رهي، ۽ ڪڏهن بـ نڪاح نـ ڪري. جڏهن ٻڌندو آهيان تـ فلاڻي طالب نڪاح ڪيوآهي، تڏهن گهڻو افسوس ٿيندو آهي، ۽ مٿي ۾ سُورُ پوندو آهي.

● عيال وارو ماڻهو ٻارن ٻچن ۾ ائين ڦاسي پوي ٿو، جيئن مڇي ڄار ۾. جيئن مڇي نڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي، پر نـڪري نـ سگهندي آهي، تئين هو بـ ڦاسي پوندو آهي. ان باري ۾ مثال ڏيندي فرمايائين، تـ جڏهن مڇي ڄـن ۾ هوندي آهي، تڏهن نـڪرڻ لاءِ تـپا ڏيندي آهي، ٻيون مڇيون، جيڪي ڄـن جي ٻاهران هونديون آهن، اهي وسهنديون آهن، تـ هن کي ڪو وڏومال هٿ آيو آهي، انـهيءَ ڪري هو اهو مال حاصل ڪرڻ لاءِ تـڪڙو تـڪڙو ڊوڙنديون آهن. ۽نتيجو اهو نڪرندو آهي، جو وڃي ڦاسنديون آهن.

● هڪڙي مخلص مريد کان نقل آهي، تـ هڪڙي ڏينهن ڪيترا مريد ۽

(١) ڪيئن (بمر. هر. س) (٢) عمر اڃا ڪپڙا. ڪاٺياريون ڪِيَ ڪن (جهہ)

خادم گڏجي حضرت سيد صاحب جي خدمت ۾ وياسون. جڏهن حجري وٽ پهتاسون، تڏهن ٻيا سڀ پنهنجي پنهنجي جاءِ ڏانهن راهي ٿيا. باقي مان ۽ ٻيو هڪ مريد هڪ حجري ڏانهن وڌياسون. ڇا ڏسون، ته حضرت پير صاحب حجري ۾ ڪپڙو اوڍيون، پاسي ڀر ليٽيل آهي، ۽ مالڪ جي محبت ۾ مستغرق آهي. تي ڏينهن برابر ويٺا هئاسون، پر اسان ڪان ڪابه خبر چار نه ورتائون. آخر اهو خيال ڪري اندر حجري ۾ گهريس، ته ڪين پيرين پئي موڪلائي وڃان. اوچتو منهن تان چادر لاهي، هٽ هٽ ۾ ڏيئي، احوال ورتائون، ۽ منهنجي ڇڙائيءَ جي تعريف ڪيائون. ان ڪانپوءِ چيائون: "مون ٻڌو آهي، ته تنهنجي فلاڻي سنگتيءَ ٻي شادي ڪئي آهي، پر حقيقت ۾ طالب کي شادي ڪرڻ نه گهرجي." پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٣٧ مَتارَڪا (١) ڳِيَرَو، گَرَتَ [ ٢] نه ٻڌن گوڏِ.
آئيا اگـڻِ [ ٣] هوڏِ، سِرُ ڏئو سَرو پَن. (۴)

هي پارسي بيت به پڙهيائون:

اي جوانِ تاتواني زن مکن - چنبري پر خاک را برسر مکن
اگر پارساباشد و خوش سخن - نظر برنکوئي وزشتي مکن
اگر زشت باشد زنِ نيکخو - ولي گر زنِ بد خدايا پناهم

● فرمايائون ته: جيڪو پائين، ته مونکي مولا پاڪ ايتري سگهه ڏني آهي، جو الله تعاليٰ جي ذڪر کان به غافل نه رهندس، ۽ ٻارن ٻچن سان به پورو رهندس، تنهن ڪي نڪاح ڪرڻ درست آهي. جيڪو پاڻ ۾ ايڏي سگهه ساري نه سگهي ان کي نڪاح ڪرڻ نه جڳائي.

● ڪي چون ٿا، ته شادي سنت آهي. بيشڪ سنت آهي، پر نبي ڪريم ﷺ جن رات جو ايترو بيهي عبادت ڪندا هئا، جو سندن پير مبارڪ سڄي پوندا هئا. اها به ته سنت آهي، پوءِ اها سنت ڇو نه ٿا پاڙين؟!

● نقل آهي، ته حضرت سيد صاحب هڪڙي ڏينهن ڪنهن مريد جي وهاَنوَ تي ويا. واٽ تي هي به بيت پڙهندا ٿي ويا:

---

(١) منارڪا (بر، هر)، متان رڪا (ق) (٢) ويهي جي (جهہ) (٣) اگر (بر، هر) [ ۴] پئي (بر، هر)، ٻين سي (ڌ)، سروتي (م)

۳۸ جا تو گهيڙي [ ١] گهٽ، [ ٢] ما ڪَرِياڙي [ ٣] مَچڙا،
ان ڪَنڌيءَ ڪڍي ڪيترا، نيئي پَڇاڙِئا پَٽ

۳۹ ڏورا پَسي ڏورِ، جي وِئين [ ۴] وِهرو ڪري،
ماڪَرِياڙي مَچڙا، هُندَ [ ۵] نہ وِڏين هور.

**علم بابت رايا**

- فرمايائون: شَمّۃٌ مِنَ المَعرِ فَۃِ خَير مِنَ كَثرَتِ العِلمِ"
(معرفت جو هڪ اشارو، علم جي گهڻائيءَ کان بهتر آهي.)
- فرمايائون تہ: علم جا طالب گهڻائي ليندا، ۽ عليم جا طالب ٿورا ليندا.

پوءِ قاضي قاضن جي ها بہ بيت پڙهيائون:

* ڪَنزَ قُدُورِي ڪافيا، ڪِ [ ١] ڪِينَ پَڙِئو مِ [ ٢]،
سو پارِئي [ ٣] ٻئو ڪو، [ ۴] جِنان پِري لَڏو مِ. [ ۵]

* لوڪان نَحوَ صَرفَ، مُنَ [ ٦] مُطالعَ سَپرِين،
سوئي پڙهئو سو [ ٧] پڙهان، سوئي سو حَرفَ.

- هي بيت بہ هڪ ٻيري پڙهيائون (٨):

۴۰ ڪَنزَ قُدوري ڪافيا، جي پڙهي پَرُوڙئين سَبَ،
تہ ڪَرَ مَنڊي ماڪوڙي، ڪوهہ بہ پيئي ڪَچي اَبَ.

- فرمايائون تہ: اَلعِلمُ بِلا عَمَلِ كَشجَرٍ بِلا ثَمَرٍ (عمل کانسواء علم ائين آهي، جيئن ڦر کانسواء وڻ.)
- فرمايائون تہ: منهنجي اچي مرضي ٿي، تہ ڪتاب ڪشف الاسرار جو

[ ١] ڪيڙي (بر) [ ٢] مت (بر. هر.)، گت (ق) [ ٣] ماڪرياري (بر. هر. ق، س) (۴) وهي (بر. هر. س)، ويهي جي (جه) (۵) هڏ (بر. هر. س)، هوند (ڌ)
[ ١] ڪوڪو (١)، ڪوهہ (د) [ ٢] پڙهئام (س)، پڙهئوم (د. هر) [ ٣] هين (بر. هر)
[ ۴] سوپاهم ڪين پڙهئوم (س)، سوپاڙ هين ڪو ٻيو (ق) سوپاڙهي ڪو ٻيو (بر. هر)، سوپارهي ڪو ٻئو (م) [ ۵] پر لڏام (س)، جا اين پري لڏوم (م) [ ٦] مون (بر. ق)
(٧) سوئي (بر. هر)
(٨) انهيءَ بيت بابت بيان العارفين ۾ اهو ڏيکاريل ڪونهي، تہ شاهہ ڪريم جو پنهنجو آهي، يا قاضي قاضن جو. مضمون ۽ سٽا جي لحاظ کان قاضي قاضن جو ٿئو معلوم ٿئي.

مطالعو ڪريان. پر صابوءَ سومري، جيڪو زماني جي عارفن مان هو، چيو تہ، ”مطالعي کي ڇڏي، فقط خدا کي ياد ڪيو.“ سندس انهيءَ نصيحت مان مون کي گھڻو نفعو حاصل ٿيو. پوءِ قاضي قاضن جو هي بيت پڙهيائون:

سيئي سيلَ [ ٩] ٿـئامِ، پَڙئام [ ١٠] جي پاٺان، [ ١١]
اَڪَرَ اَڪِئان ايري، [ ١٢] واڳون ٿي وَرِئامِ. [ ١٣]

## ذڪر ۽ وصال

● هڪ ٻيري هڪ مريد سيد صاحب جي خدمت ۾ آيو. سيد صاحب ڪائنس پڇيو: ”ذڪر ڪندو آهين؟“ ان تي چيائين: ”مون کان ذڪر تہ ڪونہ ٿو ٿئي، پر دل ۾ سو سدائين ان کي ياد ڪندو آهيان.“ اهو ٻڌي فقير کي چيائين: ”جيڪو جنهن شخص جي طلب رکي ٿو، اهو ڄڻ سدائين ان کي ياد ڪندو رهي ٿو، ۽ ان جو ذڪر ڪري ٿو. جيڪو رزق جي طلب رکي، اهو وري ”رزاق“ جو نالو وٺي. الله جو نالو اهو وٺي، جيڪو دنيا جي جنهجهٽ کان آجو هجي، پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٤١ جيڪي گھران مَ وَڄَ، جيڪي موٺ مَ سوهَٽي [ ١]
هيڪڙَيَائي [ ٢] هٺ ڪَرِ، [ ٣] ٻيون، [ ٤] ٻيري ٻيڄَ [ ٥]

● هڪڙي ڏينهن هڪ مريد سندس خدمت ۾ آيو، ۽ نهٺائيءَ مان عرض ڪيائين: ”اوهان سيني کي فيض حاصل ٿيو آهي، پر عجب جي ڳالهہ آهي، تہ اڃا تائين مون کي ڪوبہ فائدو نہ رسيو آهي. ان تي سيد صاحب چيس: ”ائين چوڻ نہ جڳائي. تڏهن ڀلا توکي هن منزل تي ڪنهن پهچايو.“ پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٤٢ سوئي هيڏاهِ [ ٦] سوئي هوڏاهِ، [ ٧] سوئي، مَنِ وسي، [ ٨]
تِنهين [ ٩] سندي سوجَهري، سوئي سو [ ١٠] پسي. [ ١١]

● هڪ مخلص مريد ٻڌايو، تہ مون سيد صاحب جي مجلس ۾ حضرت

---

[ ٩] سيلهہ (هر) [ ١٠] ٿئمر. پڙئمر (مر) [ ١١] پاڻ ليءَ (س، هر)– پڙهڻمر جي پاڻ ليءَ، سي ئي سيل ٿئامر. (س) [ ١٢] اڪر اهوئي اڳيان (س) [ ١٣] وڙ هئامر (س)

[ ١] سنهڙي (جهہ) [ ٢] هيڪڙائي (س، بر) [ ٣] ڪري (س، بر) [ ٤] ٻئو (جهہ)، ٻئائي (س) [ ٥] نيئي (س)

[ ٦] هيڏان (د، مر) هيڏا (جهہ، س)، هيڏانہ (بر، هر.) هيڏا (جهہ، س) [ ٧] هوڏان (د، مر)، هوڏا (س)، هوڏانہ (بر، هر) [ ٨] وساهہ (مر) [ ٩] تنهن (س، بر، هر)، تهمر (جهہ)، تي هين (د، مر) [ ١٠] تو (بر، هر) [ ١١] پسجي (بر، هر )، ڏساهہ (مر)

سفيان ثوريءَ جو هي قول ٻڌايو: ”انما حَرَمَ الوُصُولَ لِيَقَنَع الاُصُولَ (اهڙي ملاقات حرام آهي، جيڪو اصول کي ٽوڙي.) اهو ٻڌي ڏاڍا خوش ٿيا، ۽ ڪيترا ڀيرا اهي ورجايائون. ان ڪانپوءِ مريدن ڏانهن منهن ڪري فرمايائون: خدا جي وصال لاءِ چار اصول آهن:

١- پاڻ کي گهٽي ڪائڻ کان روڪڻ، ٢- ماڻهن سان ثوري محبت رکڻ، ٣- ننڊ ثوري ڪرڻ، ۴- الله تعاليٰ جو گهڻو ذڪر ڪرڻ.

جيڪي طالب انهن اصولن تي نہ هلندا، اهي واحد جي وصال کان وانجهيل رهندا.

## شريعت ۽ طريقت

● شريعت خدا جي راهہ ۾ دروازي جيان آهي. جيڪو دروازو ڇڏيندو، اهو گمراهہ ٿيندو ۽ واٽ نہ لهندو. جيڪڏهن ڪو بادشاهہ جي درٻار ۾ ويندو آهي، تہ دروازي کان ويندو آهي، پر جيڪڏهن دروازو ڇڏي پٽ ٽپي درٻار ۾ ويندو، تہ بي ادب ۽ گستاخ چئبو، ۽ سزا جي لائق سمجهيو ويندو.

● فرمايائون تہ: جيڪي ڪماليت وارا آهن، سي شريعت جا اهڙا تہ پابند آهن، جو جَوَ جيتري وزن جوبہ خيال رکڻ ٿا:

هما مردي تمامت در تمامي - کند با خواجگي کار غلامي

(اهو مرد انتها کي پهتو، جيڪو بزرگيءَ کان پڇي، غلامي اختيار ڪري ٿو.)

● عابد جي نماز رڪوع ۽ سجدي سان آهي، پر عارفن جي نماز وجود وڃائڻ سان آهي.

● خدا جي راهہ ۾ هٿن پيرن ۽ زبان سان نہ هلجي، پر دل جي حضور سان هلجي. پر جيڪڏهن دل ۾ ڪو شڪ شبهو جاڳيس، تہ ٻين کان پڇي تحقيق ڪري. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

۴٣ جي پُڇِٽا، سي نہ مُنجهٽا، جي پڇن سي وِيرَ،
جو لَڪَڻُ [ ١] مَنج ماڙوئين، سو مکڻ [ ٢] منج [ ٣] کير.

● فرمايائون تہ: محبوب جو راز ظاهر ڪرڻ معنيٰ، سر سنيءَ ۾ ڏيڻ، جيئن منصور ڪيو، ۽ ان جو نتيجو ڏٺائين.

(١) ۾ (د) (٢) ڪلڪڻ (د) (٣) ڪنا (ٻر، هر)

● فرمايائون تہ: محبوب توڙي طالب جي انتها نہ آهي، ڇاڪاڻ جو جيڪڏهن محبوب کي انتها هجي ها، تہ طالب کي بہ انتها هجي ها. انتها پڻ روحاني منزلن مان هڪ منزل جو نالو آهي. انهيءَ جي معنيٰ اها نہ آهي، جيئن عام ماڻهو سمجهندا آهن، تہ انتها کان مٿي ٻيو ڪو مقام ئي ڪونهي. ائين سمجهڻ غلط آهي. پوءِ هي بيت پرهيائون:

۴۴ ڇاڄَرِ ڇُڳيرَنِ، گهورَ نہ اچي گهاتوئين، [ ۱]
اڪيون اُنين سنديون، ڪَڏا ڪَرون پُڇن. [ ۲]

۴۵ هَنج تِتَهينِ [ ۳] هوءِ، اُونـِي [ ۴] ۾ اوڙاهم جو،
اي ڪانيرو ڪوءِ، جو ڇاڄَرِ ۾ ڇيُرون ڪري.

● مبتدي هجي توڙي منتهي تيستائين ڪابہ خبر نہ اٿس، جيستائين راز جي خبر نہ اٿس.

● حسب ۽ نسب تي مرڪڻ نہ گهرجي، ڇاڪاڻ جو اهو پڻ دنيا جي اسباب مان هڪ آهي. حقيقت ۾ پنهنجو پيءُ ڏاڏو پاڻ تيڻ گهرجي. اڄ اهو زمانو آيو آهي، جو مري ويلن جي ڪرامتن تي پٽ پوٽا مرڪن ٿا. پنهنجي جان کي جفا ڏيئي، ڇو نہ ٿا پاڻ الله تعاليٰ جي عبادت ڪن. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

۴٦ جي اَتَرِ جي لاهہ، [ ۵] سجڻ سڀ پَرڪِئا،
ري پاڄي [ ٦] ڪَتِئي، سَيَرُ ٻري [ ۷] نہ باهہ [ ۸]

● شريعت ۾ حقيقت ائين آهي، جيئن کير ۾ مکڻ سمايل هوندو آهي.

● طالب کي گهرجي، تہ جيڪڏهن ڪو ڪيس ايذاءُ رسائي، تہ دلگير نہ ٿئي. اهو سڀ ڪجهہ خدا جي طرف کان سمجهي ۽ ان جي بدلي ۾ تڪليف ڏيندڙ کي ڏک نہ ھٿي. مثال طور: جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن کي لڪڻ يا لٺ هڻي، ۽ اهو ماڻهو ان کان لڪڻ يا لٺ کسي پڇي ڇڏي، تہ اها بيوقوفي آهي. لڪڻ يا لٺ جو ڪهڙو ڏوهہ جو ان کي پڇجي. جنهن ڏک هنيس، ان

(۱) ڪو نہ اچي ڪاٿهين (ق) (۲) ڪوڏا ڪرپڇن، اڪر اوني سنديون (س) (۳) تتهر (س)، تتئين (م، د) (۴) اوٺي (بر، هر، ق)
[ ۵] لاڙ (بر، هر، س) [ ۲] پهجي (بر، هر)، پنهنجي (س)
[ ٦] پري (بر، هر، س) [ ۷] نہ پاء (بر، هر)، مَ پاء (س)

ڪان ان جو بدلو وٺي، ۽ نہ لکڻ يا لٹ ڪان. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

● چَندنَ چُورَ ڪَر پِندي، رتو مَہَ ڪَهاڙ،
سچڻ ڏَچَڻُ نہ تئي، جي رُسي [ ١] سوءِ وارَ،
پَرُوڙِئو پراڙَ، [ ٢] تہ ڪرهيندي قرب ٿَبي [ ٣]

● جيڪو وڻ خشڪيءَ ۾ هجي، ۽ سڪي وڃي، تہ ان جو علاج ڪري سگهجي ٿو، پر اهو وڻ جيڪو پاڻيءَ هوندي بہ سڪي وڃي، ان جو علاج ڪونهي.

● جيڪڏهن ڪو ماڻهو هڪ گهڙي ئي ديوانو ٿئي ٿو، تڏهن بہ چڱو، ڇاڪاڻ جو اها گهڙي تہ خوديءَ کان ڇٽي پوندو. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٤٧ قرب ۽ ڪِبرياءَ، [ ٤] ماءِ ملاقي نہ ٿئي
صوفيءَ جي صلح ۾، پورُو اِي پرياءَ. [ ٥]

● هڪ مخلص جو بيان آهي، تہ هڪ ڏينهن حضرت پير صاحب سان پئي ويس. نصيحت ڪندي فرمايائون:

٤٨ سڄَڻ جان سَهُو، [ ٦] تہ ڪَر [ ٧] روح رُچَنديُون
سندو ڪاٺَ ڪَهُو، [ ٨] پُٺَوئي [ ٩] پَرَ سهي.

● جيڪي چون ٿا، جيڪي ڪري ٿو، سو خدا ٿو ڪري، اسان کي طاقت نہ آهي، اهي پليل آهن. انهن کان ڪو پڇي، تہ جڏهن بک لڳين ٿي، تہ ڪاڏو ڇوٿا گهرن؟ ڇوٿا ٿانوءَ ڏوئي، ان ۾ پاڻي وجهي، باهہ ٻارين؟ ان وقت ڇو نہ ٿا چپ ڪري ويهي رهن، تہ جيڪي خدا کي وڻندو، سو ڪندو.

● ظلم سان ورتل هڪ ذرو، حق سان ورتل ٧٠ ذرن کي نقصان رسائي ٿو.

---

[ ١] رسئي (س)، رَساء (م، ر) [ ٢] هي بيت پراڙ نالي شاعر جو معلوم ٿئي ٿو. علامہ دائود پوٽي مرحوم (ص ٥٥) بہ اهو خيال ظاهر ڪيو آهي، پر بيتن جي ڪُتبن ۾ شاهہ ڪريم جو بيت ڪري ڳڻيو اٿس. هتي شاهہ ڪريم جي بيتن ۾ نہ ڳڻيو ويو آهي.
[ ٣] هيءَ مصرع س، جهہ ۽ ق ۾ ڪونهي. بم ۽ هر ۾ هي سڄو بيت ڪونهي.
[ ٤] قرب ڪبرياء (م، ق) [ ٥] پريان (جهہ)- پورو اي پرياء، صوفي جي صلح ۾ (بم، هر، ق، س)
[ ٦] سٺو (بم، هر) [ ٧] ڪجن (س، ق،) [ ٨] ڪهون (جهہ) [ ٩] بتو (جهہ)

● نقل آهي، تہ جڏهن دنيا وارا ماڻهو وٽس ايندا هئا، تہ انهن کي الاهي راز نہ سمجهائيندو هو، پر دنيا بابت ساڻن ڳالهائيندو هو، ۽ هدايتون ڪندو هو، تہ جيئن دنيا ۾ نيڪ ۽ بلند اخلاق ٿي هلن.

● بي نمازي انهيءَ شخص کي چئجي، جيڪو سنت جماعت کي نہ ٿو رسي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٤٩ پَرِ ۾ پَڇِي [ ١] پَرِيءَ کي، پَسجي [ ٢] پَرَڏيهَہ،
جتي [ ٣] ساڄَنَ سَپَجي، [ ٤] ساهَہ کي سو ساڙيهَہ [ ٥]

● طالب کي گهرجي، تہ خدا کي سڃاڻڻ جي خواهش نہ ڪري، ڇاڪاڻ جي جهڙيءَ طرح خدا کي سڃاڻڻ گهرجي، تهڙيءَ طرح ڪوبہ ان کي سڃاڻي نہ سگهندو. ان کي گهرجي، تہ پنهنجو پاڻ سڃاڻي. ائين ڪرڻ سان جيڪا معرفت حاصل ٿيڻي هوندس، اها حاصل ٿيندس. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٥٠ سَڌَ [ ٦] نہ سلامي [ ٧] ٿِئا، وَهِيءَ [ ٨] نہ ورئا [ ٩] جي،
هاٿي تِنين [ ١٠] کي، ناهِہ [ ١١] ماڳَ ملير ۾.

●نقل آندو اٿن، تہ هڪڙو فقير هوندو هو، جنهن جي دل ۾ گهڻا وسوسا هوندا هئا. اهو فقير هڪڙي ڏينهن اچي حضرت سيد صاحب جي ڳوٺ وٽان لنگهيو. خادم هٿان سيد صاحب ڏانهن چوائي موڪليائين، تہ ”پلائي ڪري ڪو ڪوزو موڪلي ڏيو.“ سيد صاحب هڪ ڪوزو موڪليس، پر فقير هي چئي موٽائي موڪليس، تہ ”هي پراڻو ۽ ڪم آندل آهي، ڪو نئون موڪليو.“ سيد صاحب نئون ڪوزو ڏياري موڪليس، ۽ خادم ذريعي هي چوائي موڪليائينس: ”اي وسوسي! تون رڳو ڪوزن کي پوڇيندو آهين ڇا؟ وڃي ڪي ڏينهن ڪنهن خدا جي مرد جي خدمت ڪر.“ پوءِ هي بيت پڙهيائون:

[ ١] پيچي (ق، س)، پري پيچي (بر، هر)، [ ٢] پسجي هي (س) [ ٣] جت (ق) [ ٤] سجي ( بر، هر)، سامهہ کي (س) [ ٥] سپرين سوئي سو سائيهہ (س)، سام کي سو سائيهہ، جتي ساڃن سنجهي (م، جهہ)
[ ٦] سڌ (بر، هر) (٧) تہ سلامي (جهہ) (٨) ناوهي (م) (٩) ورٽا (م)
[ ١٠] اتن (س) [ ١١] ڪون (س)، ڪونه (جهہ)

٥١ پاڻيءَ اُتي [ ١] جهُوپِڙا، مورک اُجَ مَرَنِ، (٢)
داڻهون ڪن مُنَنِ جِنءَ، [ ٣] دَمُ نہ سڃاڻن.

● فرمايائون تہ: اَلمومَنُ مِراٰت المومِنُ (مشڪواه) (مومن مومن جو آئينو آهي.) انهيءَ موجب جيڪو جيڪڏهن ڪنهن مومن ۾ بدي ڏسي، تہ پاڻ ان کان پاسو ڪري. پر جيڪڏهن ڪنهن مومن ۾ ڪي خوبيون ڏسي تہ اهو اختيار ڪري.

● فرمايائون تہ: دنيا چار ڏينهن چار راتيون آهي. پهريون ڏينهن ۽ رات هي آهن، جيڪي هينئر گذرن ٿا. ٻيو ڏينهن آهي: هي سڄو جهان، ۽ رات بہ هڪڙو هي جهان آهي. ٽيون ڏينهن اهو آهي، جڏهن دم ٻاهر آهي، ۽ جڏهن اندر وڃي ٿو تہ رات آهي. چوٿون ڏينهن اهو آهي، جو پنهنجو پاڻ ۾ فنا ٿجي، ۽ باقي بالله ٿجي.

● الله تعاليٰ سيني ٻانهن کي بخشي، ۽ ڪرم ڪري جن چيو: لااِلٰہ الاالله محمد رسول الله ( صلي الله عليه وسلم)

[ ١] مٿي (س)، اُتي (جهہ) [ ٢] اجرن (م) [ ٣] مناجي (م)

## باب چوٿون

# نماز ۽ ورد وظيفا

● فرمايائون ته: فقير کي گھرجي، ته نماز سان گڏ ورد به پڙهي. ورد کانسواءِ جيڪانماز پڙهي وجي ٿي، اها ائين آهي، جيئن گھه کانسواءِ طعام.

● فرمايائون ته: جنهن کي رزق جي تنگي هجي، اهو هيءَ ترتيب اختيار ڪري: جڏهن پنهنجي گھر ۾ داخل ٿئي، ته ٽي ڀيرا قل هوالله سورت پڙهي. ائين ڪرڻ سان الله تعاليٰ سندس گھر ۾ برڪت وجهندو، ۽خوشحال ٿيندو.

● فرمايائون ته: ماني کائڻ کان اڳ ۾ ٻئي هٿ ڌوئڻ گھرجن.

● فرمايائون ته: جيڪو ماڻهو پرائي پوک وٽان لنگهندي، سلن کي اهڙو نقصان پهچائي ٿو، جو اهي سلا وري نسري نه سگھن، ته ان جون ايتريون نيڪيون ناس ٿين ٿيون، جيترن سلن کي نقصان پهچايائين.

● فرمايائون ته: جيڪو سمهڻ وقت ڪلمو پڙهندو، ۽ وري ننڊ مان اٿڻ وقت ڪلمو پڙهندو، ته ملائڪ ان جي سڄي ننڊ واري رات عبادت ۾ شمار ڪندا.

● فرمايائون ته: هر ڪنهن مسلمان سان عزت سان پيش اچجي. جيڪو ائين ڪندو، الله تعاليٰ ان جا گناه بخشيندو.

● فرمايائون ته: ان ماڻهوءَ کي وڏو اجر ملي ٿو، جيڪو ڪنهن ٻي مومن جي ڪم لاءِ ڊڪ ڊوڙ ۽ بحث مباحثو ڪري، ان جو ڪم سرانجام ڏئي ٿو.

# باب پنجون

# سوال جواب

● پڇيائونس: اکين، ڪنن، هٿن ۽ پيرن جو ڪهڙو ذڪر آهي؟

● فرمايائون: ڪنن سان جيڪي عجيب ڳالهيون ٻڌي، اهي الله تعاليٰ کان تصور ڪري. اکين سان جڏهن الله تعاليٰ جي قدرت پسي، تہ الله تعاليٰ جي تعريف ڪري، تہ هي سڀ انهيءَ خالق جي خلقت آهي. ٻي ڪنهن کي قدرت ناهي. هٿن ۽ پيرن جو اهو ذڪر آهي، تہ هٿن پيرن کي جيڪا حرڪت حاصل آهي، اها انهيءَ قادر مطلق کان سمجهجي.

● هڪ ڀيري ڪائنس هن بيت جي معنيٰ پڇيائون:

● ڪارين ڪَنين ڪَڪَڙا، [۱] ڪَرَهَ وِلاڙَ [۲] وجن، [۳]
ويلو [۴] ڪَنِ نہ وِڃَ ۾، نہ اوڳارَ پَچَنِ. [۵]

● فرمايائون تہ: ان بيت جون ٻہ معنائون آهن: هڪڙي "ڏينهن ۽ رات هلندا رهن ٿا ۽ بس نہ ٿا ڪن،" ۽ ٻي "حياتيءَ جا دم يا پساهہ، جي تڪڙا تڪڙا هڪ ٻي پٺيان گذرندا رهن ٿا."

● پڇيائونس. يقين جي معنيٰ ڇا آهي؟

● فرمايائون: يقين جون ٽي معنائون آهن: ۱- علم اليقين ۲- عين اليقين ۳- حق اليقين. جڏهن ڪو ٻڌي تہ، فلاڻي وٽ درياهہ آهي، تہ اهو ٿيو: علم اليقين، جڏهن درياهہ وٽ پهچي ۽ اکين سان ڏسي، تہ اهو آهي: عين اليقين، ۽ جڏهن ان درياهہ ۾ مستغرق ٿئي، تہ اهو آهي، حق اليقين.

● پڇيائونس: فقير خدا جي قرب ۽ مشاهدي جي طلب رکن ٿا، سو ڇو؟ فرمايائون: قرب، مشاهدا ۽ مراقبا گهڻن ئي نمونن جا آهن، اوهان جو

[۱] ڪڪڙين (ر، جهہ)، لڪڙين (م) [۲] ولاڙيا (ق)
[۳] ڪاري گهڻين ڪڪرين ڪر ولاڙ وجن (بم) [۴] ويلو (م)
[۵] پچنءَ (جهہ)، اوڪار پچن (بم)

اشارو انهن مان الائي ڪهڙن ڏانهن آهي؟ متان اهڙو مشاهدو طلبيندا هجو، جنهن ۾ ڪو مڪر ۽ فريب رکيل هجي، جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي: "و مڪروا و مڪر الله و الله خير الماڪرين." پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٥٢ سوئي صلح سَجّڻين، سوئي ڦوڙائونِ،
والله خرالماڪرين، اِي هُي [ ١ ] ميڙائون.

● مخدوم ساهڙ (لنجار) پنهنجي مريدن کي فرمايو، تہ جڏهن دم اندر نيون، تڏهن چئو الله ۽ جڏهن ٻاهر ڪڍو، تڏهن بہ چئو الله. پڇيائونس، تہ ان مان ڪهڙو فائدو آهي؟ فرمايائون: ان مان اهو مطلب آهي، تہ هر هڪ دم جو جدا ثواب آهي.

● پڇيائونس، تہ مخدوم بلال پنهنجي مريدن کي فرمايو هو، جڏهن دم اندر نيون، تڏهن "هو" چئو، ۽ جڏهن ٻاهر آڻيو، تڏهن "اِلا" چئو، ان جو مطلب ڇا آهي؟ فرمايائون: سڀ انبياءِ ۽ اولياءِ پوئين دم لاءِ ٿي رنا، تہ مرڻ وقت دم الائي ڪيئن نڪرندو؟ انهيءَ ڪري جيڪڏهن آخري دم اثبات سان وڃي، تہ اها الله تعاليٰ جي وڏي مهرباني.

● پڇيائونس: "عشق ۽ محبت ڇا آهن؟" فرمايائون: "ٻئي هڪ شيءِ نہ آهن، پر ٻنهي ۾ فرق آهي." پڇيائونس "ڪهڙو فرق آهي؟" فرمايائون: عشق باهہ جيان آهي، جنهن ۾ جيڪي وجهجي، سو سڙي رک ٿي وڃي، محبت جومثال هن طرح آهي، تہ ڪک، ڪندا، ڇيٽا ۽ ڪِرِ هڪ هنڌ گڏ ڪري اهڙيءَ طرح دونهي دکائجي، جو ان جو ٿورو ٿورو دونهون ٻاهر نڪري، ۽ ماٿهو ائين وسهن، تہ انهن ڪکن ڪندن ۾ توءُ نہ آهي، پر جڏهن ان کي کولين، تہ اندر ڳاڙهي باهہ ڏسڻ ۾ اچين.

● پڇيائونس، تہ شيخ پني تي گهڻا ماڻهو اچن ٿا، سو ڇو؟ فرمايائون: شيخ پنو نہ آهي، پر اها ٿي ذات آهي.

● پڇيائونس: فقير جي معنيٰ ڇا آهي؟ فرمايائون: فقير لفظ ۾ چار اکر آهن، جن مان "ف" مان مراد آهي: طالب هميشہ (خدا جي) فڪرم رهي، "ق" مان مطلب آهي: هميشہ قرار نہ هجيس، "ي" مان مقصد آهي: خدا کان

[ ١ ] ايهم (س)

ياري گھري، ۽ بي جو خيال نہ ڪري، ۽ "ر" جو مطلب آهي: هميشه رياضت ۾ هجي.

● پڇيائونس: ميران محمد جونپوري جڏهن سنڌ ۾ آيو هو، تہ پاڻ کي مهدي تي سڏايائين، پر عالمن مخالفت تي ڪيس، اها ڳالهہ ڪيئن آهي؟ فرمايائون: الله تعاليٰ بزرگن کي رتبا بخشيندو آهي، جي هو ماڻهن کان لڪائيندا آهن. ميران محمد جونپوري کي بہ اهڙو مرتبو عطا ٿيو هو، جو لڪي نہ سگھيو. تنهنڪري پاڻ کي "مهدي" جو لقب رکايائين، تہ جئن ماڻهو ان جي مخالفت ڪن ۽ ڪيس سڃاڻي نہ سگھن.

● پڇيائونس: خدا کي ڪيئن سڃاڻجي؟ فرمايائون: اهو ڪم تمام ڏکيو آهي، ان جي پهرين آزمائش اها آهي، تہ الله تعاليٰ بندي کي تمام گھڻو مال متاع ڏيندو آهي. پر جيڪڏهن بندي مال متاع کي ڪجھ بہ نہ سمجھيو، تہ بهشت جي طلب دل ۾ وجھندس. پر جيڪڏهن بهشت ڏانهن بہ لاڙو نہ رکيائين تہ پوءِ ڏانهس هڪ نور موڪليندو، جيئن سمجھي، تہ خدا جو نور آهي. جيڪڏهن ان تي بہ نہ هر ڪجي، تہ پوءِ وري ان کان بہ تيز نور موڪليندس، جيڪو اڳوڻي کان سئوڻو تيز هوندو. جيڪڏهن ان جي تجليءَ تي بہ موهت نہ ٿو ٿئي ۽ انهن کان منهن موڙي ٿو، تہ پوءِ خدا جي راهہ ۾ ان لاءِ فقط هڪ پل رهي ٿي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٥٣ ڪاڪ وَٽَنِ [ ١] ساڻ، اونيين [ ٢] نہ اوربگي [ ٣]
جي گُڻَ هُوَنِ گھڻا، تہ بہ راڻا توءِ [ ۴] رُئندا وِئا. [ ٥]

٥۴ جاڳي جاڳي سسئي، جان هيجا هَٿَ وِڌاءِ،
تان سجي سيج [ ١] پري ري، پُنُو [ ٢] پَتَرِ ناهِہ،
نڪرندي چُئاءِ، گھوڙا [ ٣] گھرِ نہ سَپرين. [ ۴]

● پڇيائونس: تجلي ڇا آهي؟ فرمايائون: زبان سان ان جو بيان ڪري نہ ٿو سگھجي، پر فقط دل کي ان جي خبر پوي ٿي. پوءِ چيائون:

[ ١] وٽي (د) [ ٢] اونين (س، بم، هر) [ ٣] اورڪي (بم، هر) [ ۴] راڻا تو (جهہ) [ ٥] جي هوا سرت سڄاڻ، تہ رئندا ئي رت وئا (س)

٥٥ مورک مور نہ پڄهٽا، هيڏا هوڏا [ ٥] ڪن،
ڪَتَرَ جن اکين ۾، سي ڪِيَ پِرِي [ ٦] مڙَنِ. [ ٧]

● پڇيائونس: بزرگن چيو آهي، تہ طالب کي حاڪم وٽ وڃڻ نہ گهرجي، ڇاڪاڻ جو ان ۾ سندس نقصان آهي، ۽ اوهان حاڪمن سان ملندا رهو ٿا. اهو ڪيئن آهي؟ فرمايائون: بزرگن سچ چيو آهي. پر اسان انهن وٽ ٻي جي نفعي لاءِ ويون ٿا، پاڻ لاءِ نقصان سهون ٿا.

● پڇيائونس: زال سان گڏجڻ وقت بہ خدا کي ياد ڪرڻ گهرجي؟ فرمايائون ان وقت بہ الله کي ياد ڪرڻ درست ۽ چڱو آهي، ڇاڪاڻ جو اهو خوشيءَ ۽ عيش عشرت جو وقت آهي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٥٦ سا ڪِئو [ ٨] سائي (٩) ڪِنِ، سِپيريان [ ١٠] جي [ ١١] ڳالَڙِي، [ ١٢]
هيڪَڙائي سڪئا، ٻي نہ اَڄَهِي [ ١٣] تَنِ.

● پڇيائونس: فقير جي معنيٰ ڇا آهي؟ فرمائون: فقير جا ٽي لفظ آهن. "ف" مان مراد آهي: فنا، "ق" مان مطلب آهي: "مولا پاڪ سان قرب"، ۽ "ر" جو مطلب آهي: "حق جي رويت."

پڇيائونس: خدا تعاليٰ پنهنجي ذات کي هنن صورتن ۾ ظاهر ڪيو آهي، تڏهن پلا بدصورت ڪهڙي چئجي؟ فرمايائون سڄو جهان سهڻو آهي، ڇاڪاڻ جو ان ۾ مولاپاڪ ظهورو ڪيو آهي. (١)

● پڇيائونس: هڪ ماڻهو اسان جي اڳيان هي بيت پڙهي ٿو، پر اسين حيرت ۾ آهيون ۽ معنيٰ نہ ٿا سمجهي سگهون:

● وائي [ ٢] وڃيم شال، ۽ ڪَنين سين [ ٣] ڪَيَم سٽَان، [ ٤]
جي پلو ڪري پالَ، تہ اکين سين انڌو ٿيان.

[ ٦] سچ (ق) [ ٧] پنوهہ (ڌ) [ ٨] ڪر (ق) [ ٩] پوئين مصرع "جهہ" ۾ ڪونهي. بم، هر ۽ س ۾ هي سڄو بيت ڪونهي. [ ١٠] هيڏا هوڏاهہ (س) [ ١١] پرين (جهہ) [ ١٢] هي بيت بم ۽ هر ۾ ڪونهي. [ ١] ڪيو (بم، هر) [ ٢] سا (بم، هر، س) [ ٣] پرينءَ (بم، هر)، پريان (س) [ ٤] سندي (بم، هر) [ ٥] ڳالهڙي (بم، هر) [ ٦] اڇي ( بم، هر، س) [ ١] پٽائي صاحب فرمايو آهي: پريان سندي پار جي، مڙئي مٺائي. [ ٢] واو (جهہ)، واڌ (م) [ ٣] سان (س) [ ٤] سٽا (س)، سٽان (بم، هر)

● فرمايائون: انهيءَ بزرگ سچ چيو آهي، تہ هو خدا جو دوست آهي، جاڪاڻ جو چيو اٿن: العارف لاينظر ولا يسمع غيره ولا يتفكر غيره (عارف خدا کانسواءِ ڪنهن کي بہ نہ ٿو ڏسي، ڪنهن کي بہ نہ ٿو ٻڌي، ۽ ڪنهن بہ ٻي جو خيال نہ ٿو ڪري.)

# باب ڇهون

## حلم، تواضع ۽ مجاهدي جي بيان ۾

● نقل آهي، تہ حضرت سيد صاحب جوانيءَ جو گهڻو عرصو هن طرح گذاريو: وڏي صبح جو فجر جي نماز جي بانگ ڏيندا هئا. تنهن کانپوءِ نماز پڙهي، مسجد ۾ گهڻو وقت وهندا هئا، ۽ ورد پڙهندا هئا. جڏهن سج نيزي جيترو مٿي ايندو هو، تڏهن اشراق جي نماز پڙهي گهر ايندا هئا، ۽ رڌڻ پچائڻ جي ڪم کي لڳي ويندا هئا. طعام تيار ڪري فرزندن جي اڳيان رکندا هئا. جڏهن ڪائي خوش ٿيندا هئا، تڏهن ڪاسو هٿ ۾ ڪٺي شهر ۾ نڪرندا هئا ۽ پني آٽي فقيرن جي اڳيان رکندا هئا. انهن کي ڪارائي خوش ڪري، ڏاند ڪاهي ٻنهيءَ تي ويندا هئا. ٻنيءَ جو ٽڪرو ڪيڙي ڏاند ڇوڙيندا هئا ۽ پوءِ جهنگ ۾ ڏاندن لاءِ گاهہ ڪرڻ ويندا هئا. ان ڪانپوءِ منجهند ٽاڪ جو ڍڳا ڪاهي گهر ايندا هئا. اهو گاهہ ڏاندن کي وجهي، وضو ڪندا هئا ۽ اتي ئي ٻہ رڪعتون نفل پڙهي وچي ٻيپهريءَ جي بانگ ڏيندا هئا، ۽ سنت جماعت سان نماز پڙهندا هئا. تنهن ڪانپوءِ وري هر ڪاهڻ ويندا هئا. ٽيپهريءَ مهل ڏاندن کي پاٽي پياري گهر ايندا هئا، ۽ انهن کي گهڻو گاهہ وجهي، وچي ٽيپهريءَ جي نماز پڙهندا هئا. ان ڪانپوءِ سانجهيءَ ۽ سومهاڻي جي نماز پڙهڻ تائين وينا هوندا هئا. سومهاڻيءَ جي نماز پڙهي وري بہ اتي ئي وينا رب کي ياد ڪندا هئا، جنهن ڪانپوءِ اٽي گهر اچي رڌ پچاءُ ڪري، فقيرن لاءِ پني ايندا هئا، ۽ ڪائڻ وقت انهن تي نظر رکندا هئا، تہ متان ڪو فقير بکيو نہ رهجي وڃي. جيڪڏهن ڪنهن فقير کي بکيو ڏسندا هئا، تہ پاڻ وارو حصو فقير کي ڪارائي ڇڏيندا هئا.

جڏهن سندن مريد، خادم ۽ فرزند ڪائي پي سمهندا هئا، تڏهن وضوڪري نفل پڙهندا هئا. تنهن ڪانپوءِ ڳوٺ کان ٻاهر نڪري "راهوٽ" ۽ ٻين ڳوٺن ۾ ويندا هئا. جنهن جنهن ڳوٺ ۾ ويندا هئا، ان ڳوٺ جي

مسجدن جو پاڻي پريندا هئا ۽ وٽ لاءِ پتر آڻي رکندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن مسجد ۾ ڪو مسافر ستل هوندو هو، ته ان کي زور ڏيندا هئا. اهڙيءَ طرح ڳوٺن مان ٿيندا، پانهن سان درياهه ٽپي، ٺٽي ايندا هئا. اتي اچي پهريائين ستين جي آستان (جنهن کي ننڍو گره چوندا هئا، ۽ جنهن ۾ ست ڏيئرون نا بالغ ستل آهن)، ۽ شيخ جهنڊي پاٽيءَ جي زيارت ڪندا هئا. تنهن ڪانپوءِ مڪليءَ ٽڪريءَ تي اچي هر هڪ بزرگ ۽ وليءَ جي جدا جدا زيارت ڪندا هئا. ان ڪانپوءِ ٺٽي شهر ۾ اچي، هر هڪ مسجد جو پاڻي پريندا هئا، ۽ وٽ لاءِ پتر رکندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن مسجد ۾ ڪو سمهيل ڏسندا هئا ته، ان کي جهٽ ڪن لاءِ زور به ڏيندا هئا. پوءِ "آر" ڏانهن ويندا هئا، جتي شيخ پٺي جي مزار آهي. شيخ پٺي جي زيارت ڪري پوئٽي موٽندا هئا. موٽ تي ٻين بزرگن جون زيارتون ڪندا ويندا هئا. تان جو جڏهن صبح صادق ٿيندو هو، تڏهن مسجد ۾ اچي صبح جي بانگ ڏيندا هئا. ماڻهو پاڻ ۾ چوندا هئا، ته حضرت پير صاحب وڏي صبح جو اچي ٿو بانگ ڏئي، شايد ننڊ ڪانه ٿي اچيس. صبح جو نماز پڙهڻ ڪانپوءِ مٿي بيان ڪيل دستور موجب وري ڪم ۾ مشغول ٿي ويندا هئا.

جوانيءَ ۾ ڪافي عرصو سندن اهو دستور رهيو، پر اها ڪنهن کي به خبر نه هوندي هئي. جيڪڏهن ڪنهن کي عجب لڳي ته هڪ رات ۾ ايترا پنڌ ۽ ڪم ڪيئن ڪندا هئا، ته اهو چئبو ته اولياء الله جي ڪارنامن کان بي خبر آهي، جن کي هڪ پير مشرق ۽ ٻيو مغرب ۾ رکڻ جي سگهه الله تعاليٰ ڏني آهي.

● نقل آهي ته: هڪڙي ڏينهن حضرت سيد صاحب جن هڪ هنڌان ٻلي جي مڇي ۽ ماني کائي مريدن، خادمن ۽ فرزندن سان گهوڙين تي چڙهي ڳوٺ اچي رهيا هئا. ساڻن به ٽي ڪونرا پاڻيءَ جا ساڻ هئا. جن مان جنهنکي اڃ لڳي ٿي، تنهن پيتو ٿي. پر انهن مان پاڻ پاڻي ڪونه ٿي پيتائون. تان جو ڏاڍي اڃ لڳن، تڏهن به ڪنهن کي پاڻيءَ لاءِ ڪونه چيائون. جڏهن گهرن کي اچي ويجها ٿيا، تڏهن پڇيائون، ته ڪو پاڻيءَ ڍڪ آهي؟ جنهن تي فقيرن عرض ڪيو، ته جڏهن پاڻي هيو تڏهن توهان چيوئي ڪونه ٿي، هاڻي ته ڍڪ به ڪونهي. ان تي مريدن کي چيائون، اڳي اوهان کي انهيءَ ڪري نه ٿي چيم، ته متان توهان کي پورو نه پوي.

● هڪ دفعي سيد صاحب جن فرزندن سان گڏجي، پنهنجي ٻنيءَ ۾ ڪر چونڊڻ ويا. سنگ چونڊيندي سندن هڪ فرزند بيهوش ٿي ڪري پيو. گهڻيئي سڏ ڪيائونس، پر جواب ئي ندارد. آخر ائين وسهڻ لڳا تہ فوت ٿي ويو الائي ڇا؟ پر گهڻي وقت ڪانپوءِ سامت ۾ آيو. پڇيائونس تہ ورندي ڇو نہ ٿي ڏنيءِ؟ چيائين، "بک جي غلبي ۾ بي طاقتيءَ ڪان جواب نہ ٿي نڪتو." پوءِ سيد صاحب جن ڪيترا سنگ مهٽي، ٻوهي ڪيس ڏنا. تڏهن وڃي هلڻ جهڙو ٿيو. هڪڙي ڏينهن سندن وڏو فرزند ميان دين محمد ڪنهن شخص جا جَوَ ڪٽي، اڌ ٽويو ان جو گهر ڪٽي آيو. انکي چڙهي چنبي، پيهي پچائي، وڏي شوق سان کائڻ لڳو، تہ ائين ڪندي سيد صاحب آيو. اچي چيائين، تہ مسجد ۾ هڪ بکارو فقير آهي، جيڪڏهن مانيءَ جو ٽڪر هجي، تہ ڏيو. ميان دين محمد اها ماني ڪٽي کين ڏني، جنهن تي خوش ٿي ماني ڪٽي فقير کي ڪارائي آيا. پوءِ گهر اچي چيائون، تہ هينئر اميد تہ بک اوهان جي ويجهو نہ ايندي ۽ اوهان جي حالت بهتر ٿيندي. ٿورن ڏينهن ڪانپوءِ کين معلوم ٿيو تہ سندن غيرآباد زمينون آباد ٿيون آهن. ان سلسلي ۾ پاڻ هي بيت پڙهندا هئا:

٥٧ پِنندي پرين سين، ويلا ڪَندي وَتَ،
ڪو پائِينِدءَ [١] مانيون، ڪو پائيندءِ [٢] پَتَ.

● فرمايائون تہ: هڪ ڏينهن احمد آباد جي شهر ۾، جو گجرات ۾ آهي، هڪ فقير ڏٺم. دل گهڻوئي چيو تہ مون سان الله جي واٽ جون ڳالهيون ڪري، پر ڪجهہ بہ نہ ڪچيائين. ڪيترو وقت ماٺ ڪيون وينو رهيو، آخر آءُ اٿي ڪڙو ٿيس، تڏهن هي بيت پڙهيائون:

هيڪو [١] جو اکر وِنگڙو، [٢] گَرَ تَسي ڏي،
انڌاري گهرِ [٣] ديولا، [۴] ڦِرِ ڦِرِ جوت ڪري. [٥]

● نقل آهي تہ: هڪ سال سنڌ ۾ اچي ڏڪار پيو. ماڻهو ويچارا بک ۾ پاهہ ٿيڻ لڳا، پر سيد صاحب جن تازا توانا هئا. سندن منهن مبارڪ ۾ قحط جو ڪوبہ اثر ڪونہ ٿي ڏٺو.

---

[١] وجهندءِ (جهہ) [٢] کي پائينديون (م)

[١] هيڪ (س)، ايڪ (جهہ) [٢] ونگرا (س) [٣] گر (س) [۴] ڏيورا (س) [٥] هي بيت ٻرءِ هر ۾ ڪونهي.

● نقل آهي تہ: هڪڙي ڏينهن ڪنهن مظلوم اچي سيد صاحب جن کي عرض ڪيو تہ "فلاڻو حاڪم منهنجي پلي مينهن زوريءَ ڪٺي ويو آهي. اوهان الله لڳ ان وٽ هلو تہ، من ڏئي وجهي" ساڻس گڏجي ان حاڪم وٽ ويا، جنهن سندن تعظيم ڪئي. هو ڳالهہ سمجهي ويو ۽ سيد صاحب جن کي چيائين تہ شايد هن مينهن لاءِ آيا هوندءُ، سا وٺي وڃو ۽ تڪليف معاف ڪجو. پر پلائي ڪري وري نہ اچجو." تنهن تي چيائونس تہ، "ائين نہ چوءُ. جيڪڏهن ڪو الله جي واسطي ڪم چوندو، تہ اسان اکين سان ايندا سين. جيڪڏهن اوهان نوڪرن کي چوندءُ تہ، اسان کي اچڻ نہ ڏين، تڏهن بہ ايندا سين. جيڪڏهن هو لڪڻ هٿي ڪڍي ڇڏيندا، تڏهن بہ الله جي نالي تي ايندا سين."

● نقل آهي تہ: هڪڙيءَ رات بلڙيءَ جا ڪي ڏنار، درياه جي ڪپ تي باه ٻاري سمهي پيا. اسر جو سيد صاحب جن درياه تي تڙ ڪرڻ آيا. تڙ ڪري جو نڪتا تہ، سيءُ ٿيڻ لڳن، جنهن ڪري باهہ جي پرسان ويهي توءُ وٺڻ لڳا. جڏهن ڏنارن جي مٿس نظر پيئي ۽ پانيائون تہ، ڪو ڌاريو ماڻهو باه تي وينو آهي، تڏهن ڏاڍي ڪاوڙ لڳن ۽ مٿن لٺيون وسائڻ لڳا. پاڻ ڪجهہ بہ نہ ڪڇيائون، فقط بيٺا رهيا. جڏهن صبح ٿيو، تڏهن ڪيس سڃاتائون. پوءِ تہ پيرن تي ڪري پيس ۽ معافي وٺڻ لڳس. پاڻ چيائون تہ، مونکي اهي لٺيون توهان نہ هنيون آهن، اهو چاڻي ٿو، اوهان جو وچ ۾ ڪي ڪين وڃي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٥٨ ڏوهہ نہ ڏمرئوءِ، [ ١] ڏِنوءِ [ ٢] جي ڏاتارَ موهہ [ ٣]
ماٺِڪين [ ۴] هَٿَ پَري، پاٺا آڏو اُسَرِئوءِ. [ ٥]

● نقل آهي تہ: هڪ رات حجري ۾ باهہ ٻاري سمهي پيا. ائين ڪندي هڪ شخص اندر لنگهي آيو. جنهن کي پنهنجي جاءِ ڏنائون ۽ پاڻ ٻي پاسي کان سمهيا. جهٽ نہ گذري تہ ٻيو ماڻهو آيو. انکي بہ جاءِ ڏيئي ٻي پاسي تي سمهيا. اهڙي طرح ڏهہ ماڻهو آيا ۽ پاڻ هر هڪ کي پنهنجي جاءِ ڏيندا رهيا. صبح جو ڏنائون تہ، سيني جي پيرن کان سمهيا پيا آهن.

[ ١] ڏمرئو (س، جهہ)، ڏمرادا (ق) ڏٺي (س، جهہ)، ڏٺءِ (د)
[ ٣] مَهَ (ڏ، جهہ، س) [ ۴] ماٺڪ (س) [ ٥] آڏو اچي اسرئو، آندو اترئو (جهہ)

## باب ستون

# سخاوت جي بيان ۾

● نقل آهي تہ: هڪ دفعي حضرت سيد صاحب ڪن بزرگن ۽ مريدن سان ٿي ويا. واٽ تي جتي منزل ڪندا هئا، اتي صبح جو جهنگ مان ماني پچائڻ لاءِ ڪاٺيون ڪري ايندا هئا. سڀ بزرگ ڪين چوندا هئا تہ، اوهان ويهي رهو، مريد پاڻهي ڪاٺيون آڻيندا. تڏهن بہ ڪاٺيون آڻيندا هئا. سندن اهي اخلاق ۽ عادتون ڏسي، بزرگ پيا شرمسار ٿيندا هئا.

● فرمائيندا هئا تہ: مهمان کي ايترو ڪاڏو ڏجي، جو ڏوَ ڪري ڪائڻ ڪانپوءِ هڪ ماڻهوءَ جي ڪاڌي جيترو بچي پوي. جي ائين نہ ڪيائين تہ، مهماني جو حق بجا نہ آندائين.

● نقل آهي تہ: هڪ دفعي "حاجي سورو"، جو ڳوٺ "ورهاڪي" جو وينل هو، جو "جوڻ" جي طرف آهي، اچي سيد صاحب وٽ مهمان ٿيو. ان لاءِ قسمين قسمين طعام آڻي رکيائون. تنهن تي حاجي سوري کين چيو تہ، "ايڏا طعام ڇو رکيا آٿَو، اسان تہ، هڪ ئي ڇڏائي نہ سگهنداسين." ورندي ڏنائون، "اسانجي رسم اها آهي. اوهانکي جيڪي وڻي سو کائو."

● نقل آهي تہ هڪ دفعي هڪ مسڪين اچي سوال ڪيو. ان کي هٽ تي وهاري، ويا شهر ۾ ان لاءِ پنڻ. پن مان ٿي خرار اَنْ ٿين، جو هڪ گڏهہ تي لڏي آڻي ان کي ڏنائون.

● نقل آهي تہ، هڪڙي پيري هڪ عورت هڪ ماني ڪڻي سيد صاحب جن جي خدمت ۾ آئي. ان کي ڏاڍي عزت ڏنائون، ۽ چيائون تہ، "جنهنکي ڪجهہ بہ نہ هجي، تنهن هوندي بہ سخاوت ڪري تہ، ان جي تعريف ڪرڻ جڳائي. جنهن گهڻي مال دولت مان ڏنو تہ، اها ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي."

# باب انون

## محبت ۽ شوق جي بيان ۾

● سيد صاحب جن اڪثر جهنگ ۾ ويندا رهندا هئا. هڪڙي ڏينهن هڪ فقير، جو سندن دوست هو، کين صلاح ڏني ته، جهنگ ۾ نه وڃو ته بهتر، چاڪاڻ جو اتي شينهن ۽ ٻيا ڦاڙيندڙ مرون رهن ٿا. اهو ٻڌي رهندو اڳي ڪان به گهڻو وڃڻ لڳا ۽ پري پري ٻيلي جي وچ ۾ وڃي، وڏي شوق سان ٻوڙن کي ڀاڪر پائيندا هئا ته، من شينهن ڪائين. پر جتي به ويندا هئا ته، اتان شينهن ۽ مرون ڀڄي ويندا هئا ۽ ٻوڙا خالي هوندا هئا. ڪڏهن به ڪين ڪنهن شينهن يا مرون‏ءَ هٿان ايذاءُ نه رسيو، بيت:

٥٩ مَتو [١] واهَڙَ ڪُنَ ڪري، سنبوٻين [٢] ساڄَ، [٣]

پِرِي نه پئا ڀَنَ ۾، [٤] مَنُ پائِيندي واڄهَ. [٥]

● نقل آهي ته: فرمايائون ته، ” دل ۾ خيال آيو ته، مست اڳهاڙا ٿي گذاريون، ۽ هيءُ ڦڪائيءَ واري گودڙي لڳن تان لاهي ڦٽي ڪريون، پر جڏهن وقت جي عارف مخدوم نوح سان ملاقات ٿي، تڏهن اهو خيال دل تان لهي ويو.“ بيت:

٦٠ صورت ليکي هت، معنيٰ ليکي [٦] ماروئين، [٧]

عمر، مَنُ [٨] جي چت، اوطاقون ٿَرَنِ ۾.

● نقل آهي ته: هڪڙي ڏينهن سيد صاحب، صبح جو مسجد جي ڀت سان رسو ٻڌي، هي بيت به ٿي پڙهيو ۽ زار زار رنائون به ٿي. ٻيپهريءَ ڏاري زمين تي ڪري پيا ۽ ڪجھ وقت ڪانپوءِ مس مس حال ۾ آيا ۽ اٿيا. پوءِ هي

---

[١] مٿيو (بر، هر)، مٿو (جهه) [٢] پڇي سابري (س)، ساپايون (بر، هر) سبوبي (ڌ) [٣] ساڄ (بر، هر.) [٤] پرين پٺا پٽ ۾ (بر، هر) ”ق“ ۾ نه جو حرف آيل نه آهي. [٥] مون وجهندي واڄهه، پرين پٺا نه پن ۾ (س) پائي واڄ (م) [٦] لکي (بر، هر) [٧] مارئي (بر، هر) [٨] منهنجي (س)

بيتپڙهيائون:

٦١ جوري [ ١] اتي جَنِ، داغ ٿهجو [ ٢] داسَڙا،
ٿَنْ ڪِنءَ مٿا تن، ڇَنيسر ڇِت ڪَٿِين؟

● نقل آهي تہ: سيد صاحب جن فرمايو، ”خدا جيُ عاشقن جا حجرا دوزخ جي تري ۾ هوندا.“ بيت:

٦٢ ڪَلاڇِيَ [ ٣] ڪَنا، موتي ڪونہ آئيو،
ڪِنين رَڃَ وڃائيا، ڪَنين توبَهَہ تاءُ. [ ٤]

● هڪڙي خادم کان نقل آهي تہ: هڪ ڏينهن سيد صاحب پنهنجي ڳوٺ وڃي رهيا هئا. مان بہ ساڻن گڏ هوس. الاهي شوق وجد، ۽ محبت ۾ اهڙا تہ مستغرق هئا، جو ٻن پهرن تائين ڪجهہ بہ نہ ڪڇيائون. آءُ پڻ، ماٺ ڪيون سندس ڪڍ ٿي آيس. انهيءَ استغراق جي حالت ۾ رستي جي پروڙ ئي نہ ٿي پين، مونکي ايتري چوڻ جي جرات نہ ٿي ٿي تہ، هن طرف يا هن طرف هلو. تانجو وڃي گپ چڪ ۾ ڪرياسين، جتان پاڻ ڇڏائي وري هلڻ لڳاسين. جڏهن ڳوٺ جي ويجهو آياسين، تڏهن بہ ڪين پتو ڪونہ ٿي پيو تہ، ڪو گهر جي ويجهو آيا آهيون. پڪ هيم تہ، ڳوٺ ڇڏي اڳتي وهي ويندا، انهيءَ ڪري ڊوڙي وڃي سندس اڳ ورتم، تڏهن وڃي هوشيار ٿيا ۽ گهر ڏانهن هليا. پوءِ هي بيت پڙهيائون.

٦٣ ڪَن ڪَلاڇِيَ [ ٥] پار، سَڌَ [ ٦] نہ سَڄِي [ ٧] ساٿيين، [ ٨]
گهاتوئين سَندا مَڪَڙا، ڪي [ ٩] تَڙِ ٻي نهارِ. [ ١٠]

● نقل آهي تہ: هڪ ڀيري سيد صاحب جن کي امامن سڳورن جو قصو اچي ياد پيو. ڪيترو وقت زار زار روئي، پوءِ مراقبي ۾ ٿي وينا. وري ڪنڌ مٿي ڪٿي امام حسين جو نالو ڪٿي، ڪجھ مدت پٺي هنجون هاريائون. اهڙيءَ طرح وري وري مراقبي ۾ ٿي وينا ۽ امام پاڪ جو نالو وٺي گهڙيءَ گهڙيءَ هاءِ هاءِ ٿي ڪيائون، پر ڏک وچان ڳالهائڻ ئي نہ ٿي اڪلين. آخر هي بيت چيائون:

[ ١] جنري (س)، جهوري (ق) [ ٢] تون جو (د)
[ ٣] ڪلاڇي جي (بم، هر، ق) [ ٤] ڪني رڃ ويا، گهڻن گهاتوئڙن جا (بم، هر، س)
[ ٥] ڪلاڇي جي (بم، هر) [ ٦] سڌ (بم، هر، ق) [ ٧] سجهي (بم، هر،

٦۴ ڳوريَ [ ١١ ] ٻــي نــ تــاتِ، مِـهاڙ ئي مَــنَ ۾،
جو [ ١٢ ] ڀِڻُ پيئي رات، تـ هُو سائِر [ ١٣ ] هوءِ سوهَڻي.

• نقل آهي تـ، هڪڙي ڏينهن هڪ عورت، سيد صاحب جن جي خدمت ۾ آئي ۽ پنهنجي مڙس جي گلا ڪرڻ لڳي تـ، مونکي ماري ٿو ۽ نماز پڙهڻ کان جهلي ٿو. ٻڌڻ سان الاهي شوق جو مٿن غلبو ٿيو. ۽ ڪيترو وقت اکين مان آب هاريائون. آخر هي بيت پڙهيائون:

٦٥ هوتَ نــ ڏٺائون، ڏوهُــ نــ ڏيـان جـيڏيين،
مٿي ڪري هَٿَڙا، هَندَ [ ١۴ ] مَنَ [ ١٥ ] جِنءَ [ ١٦ ] رنائون.

• نقل آهي تـ: هڪڙي مريد، هڪ ڏينهن سيد صاحب جن کي چيو تـ، هڪ بزرگ هوندو هو، جو ١٢ سال لاڳيتو الاهي محبت ۾ آسمان ۾ اکيون وجهي هڪڙي هنڌ بيٺو هو. فرمايائون تـ، "جيڪي ان ڏٺو هو، سو جي اسان ڏسئون ها تـ، ٢۴ ورهـ ائين بيٺا هجون ها." پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٦٦ مَجا [ ١٧ ] ڪِئا مُهانِ [ ١٨ ] ڪَلين [ ١٩ ] مٿي ڪِينراَ، [ ٢٠ ]
سَيَڙُ چـامَ سيٽانِ، [ ٢١ ] ويـهِي راتِ وِرُوهِــيو.

• نقل آهي تـ: هڪ ڏينهن سيد صاحب جن هڪ هنڌ اڪيلا ويٺا هئا ۽ هيءُ بيت پئي پڙهيائون:

٦٧ ڪِه [ ٢٢ ] سَرَ سندا هَنجَڙا، ڪَٿي [ ٢٣ ] ٿا لَمَنِ، [ ٢۴ ]
ٻجا مــان پـون، تــ من اڏامــن مـن ۾. [ ٢٥ ]

---

ق) [ ۴ ] ساٿيين (بم، هر، س، جهـ) [ ٥ ] ڪِه (ڌ)، گهري (م) [ ٦ ] وجي ٽپي نهار (بم، هر)، وجي ٻي تڙ نهار (س)، ٻي تڙڪيم نهار، سندا گهاتوئين مڪڙا (جهـ)
[ ١١ ] گهوري (بم، هر، ق) [ ١٢ ] جيءَ جو (م)، جه (ق) [ ١٣ ] ساهر (س، جهـ) [ ١۴ ] هوند (بم، هر) [ ١٥ ] ما (س،)، مون (د) [ ١٦ ] جي (س، د)
(١٧) ما جا (س)، ما چا (جهـ، مجا ڪيئا (ق) (١٨) مهار (س) (١٩) ڪلي (س)، (ر) ڪلن (م) (٢٠) ڪير (م)، ڪيئا (ق) (٢١) سيڙان (س) (٢٢) ڪي (ر) (٢٣) ڪِٿي (د) (٢۴) چٽن (بم، هر، ق، جهـ) (٢٥) هيءَ مصرع صرف "س" ۾ آهي.

انھيءَ بيت چوڻ شرط محبت ۽ شوق مان اکين مان آب وھڻ لڳن ۽ روج جي ڪري طاقت نہ ٿين جو ٻي مصرع پڙھڻ، ۽ بيت پورو ڪن.

● نقل آھي تہ: سيد صاحب جن ھي بيت اڪثر گھڻي شوق ۽ محبت جي وقت پڙھندا ھئا:

٦٨ آيَلِ سوھڻو [ ٢٦] رَڏ، [ ٢٧] سوھَڻي ڪامَ وِسھَي،
سُتي ھُئڙا (٢٨) گڏ، جان جاڳان تان ناھِہ پِري.

---

(٢٦) سھڻو (بمر. ھر. س)، سوھڻون (د) [ ٢٧] رد (بمر. س. ھر. ق)
[ ٢٨] ھئڙم (بمر. ھر. س. ڌ. ق)، ھوا (م)

# باب نائون

## سماع ۽ وجد جي بيان ۾

● جوانيءَ جي زماني ۾ هڪ دفعي سيد صاحب جن سماع پئي ڪيو، ته راڳيندڙ هي بيت چيو:

آڪَڙيون ملير ۾، جَنين راتو ڏينه،
* عمر اَسائِنِ سين، هائي ڪندي ڪِيءَ. [ ١]

انهي ٻڌڻ کان پوءِ ايتري قدر وجد ۽ شوق پيدا ٿين، جو ڪلهن واري چادر لاهي ڪني قوال کي ڏنائون ۽ پاڻ پنن اگهاڙن سان اندر حجري ۾ وڃي مراقبي ۾ وينا. ڳائيندڙ چادر موٽائي آڻي اڳيان رکين، پر پاڻ فرمايائون، ”موٽائي ڪڏهن به نه وٺنداسين. ڏهه ڪاسا نانگليءَ جي گهر پيا آهن، اهي به توکي بخشاسون، پيو به جيڪڏهن گهر ۾ هجي ها ته، توکي ڏيون ها.“ پوءِ هڪ مريد کان اهي ڏهه ڪاسا آڻائي راڳيندڙ کي ڏيڻ لاءِ چيائون.

● نقل آهي ته: هڪڙي پيري سيد صاحب جن سماع ٿي ڪيو، ائين ڪندي هڪ راڳيندڙ بيت ڏنو، جو ٻڌندي ئي زمين تي ڪري پيا. ايتري قدر استغراق ۾ ٿي ويا، جو نه ڪو لڱ ئي ٿي چرين، نه ڪو جواب ئي ٿي ڏنائون. مريدن خادمن ڀانيو ته شايد دارالبقا ڏانهن راهي ٿيا. ڪجهه وقت کانپوءِ ڳائيندڙ وري پيو بيت ڏنو. جڏهن آواز ڪن تي پين، تڏهن هوش ۾ آيا ۽ سماع کي لڳي ويا.

● نقل آهي ته: هڪڙي ڏينهن سماع ڪندي مٿن حال اچي غلبو ڪيو ۽ الاهي محبت ۽ شوق سندن جثي مبارڪ تي غالب پيو. ان وقت هي بيت پڙهيائون:

٦٩ ڏيهہَ [ ١] ڏهائين [ ٢] ناهِہ، [ ٣] جتي پيرَ [ ٤] نہ پڪيا، [ ٥]
تتي ڪاهوڙِيان، [ ٦] وَرَ ڏيئي [ ٧] وَڻَ چُوندءَا. [ ٨]

---

[ ١] هائي ڪندي ڪِيَ، عمر آسائن سين (س)

[ ١] ڏهہ (د) [ ٢] ڏهائي (س)، ڏهاڙي (بر، هر) [ ٣] ڏور (س) [ ٤] پهچ (س) [ ٥] پڪيا (س)، پڪٽا (م، هر) [ ٦] گهاريان (بر، هر) [ ٧] ڏئو (م) [ ٨] چران (بر، هر)

جيڪي بہ بزرگ ۽ مريد اتي حاضر هئا، تن سڀني چيو تہ، سيد صاحب هن بيت چوڻ سان وڏو ڪمال ڪيو آهي. جڏهن اهو ٻڌائون، تڏهن ڪين چيائون تہ، اهو بيت سولو آهي، پر هيءُ سمجهڻ گهرجي:

٧٠ مَنْ [ ٩] پِريان [ ١٠] جا پَکَڙا، تِهان پَري ٿئا. [ ١١]

اهو ٻڌي سڀ چپ ٿي ويا.

● فرمايائون تہ: سماع پڻ علمن مان هڪ علم آهي، جنهن ۾ ڪوبہ خطرو ڪونهي.

● نقل آهي تہ: پيريءَ وارن ڏينهن ۾، اڌ رات جو اٿي سنڌي بيت چوندا هئا. جڏهن صبح جو حجري ۾ اچي وهندا هئا، تڏهن فقير ٻاهر اچي سرود سان سماع ڪندا هئا ۽ پاڻ ٻين فقيرن سان ٻڌندا هئا.

[ ٩] پرِ (س) [ ١٠] پريا (س) [ ١١] ٿئام (بم. هر)

## باب ڏهون

# توحيد جي بيان ۾

● فرمايائون، تہ تيڏو هڪ شيءِ جي بدران ٻہ ڏسندو آهي. اهو عيب ۽ نقص پاڻ ۾ اٿس، پر ڏوھہ ٻين تي ڏيندو آهي. پوءِ چيائون:

٧٢ پائيون جان [ ١] نہ ڪِجَن، روئي ڏوئي اَڪَڙيون، [ ٢]
جَرُ ڪِجَرُ [ ٣] جن اکين [ ۴] ۾، سي ڪِنءَ [ ۵] پِرِي [ ٦] پَسَنِ.

● فرمايائون تہ: الله تعاليٰ سج مثال آهي، نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم ان جي پرتوي جيان آهن، ۽ ٻي موجودات ان جو پاڇو آهي. پاڇي جو دارو مدار پرتوي تي، ۽ پرتوي جو سج تي آهي. هاڻي جيڪڏهن ڪو شخص چوي، تہ هيءَ سموري روشنائي سج ڪان آهي، تہ سچ چيائين. اهڙيءَ طرح ڪائنات ۾ الله تعاليٰ جي نور ڪانسواءِ ٻي ڪابہ روشنائي ڪانهي، جتي ڪٿي سندس ئي نور روشن آهي:

● فرمايائون تہ: بزرگن فرمايو آهي، تہ جيڪي ظهور ۾ اچي ٿو، سو سڀ اهوئي آهي. هن انسان جي لباس ۾ بہ پاڻ کي ئي پڌرو ڪيو آهي:

آن پادشاهِ اعظم دربستہ بود محکم
پوشيده دلقِ آدم ناگاه برسر آمد. ٠

(اهو وڏو بادشاه، جنهن پنهنجو دروازو محڪم بند ڪيو هو، سو آدم جو جامو پهري، اوچتو ظاهر ٿيو.)

پوءِ قاضي قاضن جو هي بيت پڙهيائون:

* لا لاهيندي ڪَنِ ڪي، لا مورهين [ ١] ناھہ،
بلا [ ٢] ري پريان، ڪِتِ [ ٣] نہ ڏسي ڪِين [ ۴] ٿئو.

---

[ ١] تا (بم، هر،) [ ٢] اکيون (بم، هر، جهہ، س) [ ٣] ڪجر (د، بم، هر)، ڪجل (و ں) [ ۴] وچ ۾ (بم، هر) [ ۵] ڪيئن (جهہ، بم، هر)، ڪي (س، د) [ ٦] پرين (جهہ، س)
(١) مورائين (س) (٢) بالله (س، جهہ) (٣) ڪٿ (بم، د، س) (۴) ڪي (بم)

ان بيت جي پيران هي بيت فرمايائون:

٧٢ لا مَ لـوڏي ڪَـڍُ، اِلا مَ لاهِـہ [ ٥] لِڪَ سين، [ ٦]
جو مظهر سندو [ ٧] ماڙوئين، [ ٨] تہِ ڪي ڪَرِيين وَڏُ.

قاضي قاضن جو هي بيت پڙهيائون:

* سائر ڏيئي لَتَ، اوڇي نيچِي پوڙِئي، [ ٩]
هيڪائين هيُڪ ٿئو، ويئي سَـبَ جِهَتَ.

ان جي پيران هي بيت چيائون:

٧٣ سائر ڏي نہ لَتَ، اوڇِي نيچِيءَ سَبَ ڪِنهن [ ١٠]
نابودي نہ ٿئي، [ ١١] اِي نا ديدي جِهَتَ.

ان جو مثال اها ساوڪ آهي، جيڪا زمين تي ايري ٿي، پر پوءِ درياه جي پوڙ هيٺ اچيو نظر کان گم ٿيو وڃي. حقيقت ۾ ان سلوڪ ڪي نابود نہ ٿيو، پر ان ڪي هستي آهي، جا درياه جي غلبي سبب گم ٿي وئي آهي.

فرمايائون تہ: جڏهن نڙ وارو نڙ وڃائيندو آهي، تڏهن نڙ جو آواز جوڏاري پڪڙجي ويندو آهي. ماڻهو چوندا آهن، تہ نڙ ٿو وڃي. پر اهو ماڻهو، جيڪو نڙ وڃائيندو آهي، ان ڪي خيال ۾ ئي نہ آڻيندا آهن.

● فرمايائون، تہ بي صورت (ذات مطلق) صورت ڪثرت ۾ ظهورو ڪيو آهي. تنهنڪري بي صورت ڪي صورت ۾ ڏسڻ گهرجي. حقيقت ۾ هيءَ صورت هرگز نہ آهي، پر اهائي بيصورت آهي. بي صورت ڪي صورت ڪانسواءِ ڏسي نہ ٿو سگهجي.

تمثيل ڏيئي فرمايائون، تہ جيڪڏهن جدا جدا رنگن وارن شيشن ۾ پاڻي وجهبو تہ، هر هڪ شيشي ۾ پاڻي شيشي جي رنگ وارو ڏسڻ ۾ ايندو، پر حقيقت ۾ سڀني ۾ ساڳيو بي صورت پاڻي آهي.

● فرمايائون تہ: الله تعاليٰ فرمايو آهي، تہ اول ارادو ڪيم، تہ پنهنجي صفت ظاهر ڪريان، تہ جيئن منهنجي جمال جو جلوو ظاهر ٿئي. انهيءَ ڪري

(٥) لاهي (بر، هر) (٦) الا چِنُ ملڪَ سين (جهہ) (٧) مَ (س) (٨) تي ڪي (د) (٩) سبِ ڪنهن (د، بر، هر) [ ١٠] پوڙئي (بر، هر، ڪهر (س) (١١) نيندي (بر، هر)

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي نور مان هي جهان خلقيم ۽ ان کي پنهنجو آئينو بنايم، تہ جيئن پاڻ کي ان صورت ۾ پسان. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٧۴ ڪا جا پَرِ پرينَ، نہ سا ہَڏي نہ سُئي، [ ١]
مَتيون سَبِ مُنجهَنِ، اِهي [ ٢] ڏِني قضبي.

● فرمايائون تہ: الله تعاليٰ فرمايو آهي، كُنتُ كَنزاً مَخفِياً فَاَحْبَبْتُ اَنْ اُعْرفَ فَخَلَقْتُ الخَلْقَ [ ٣] (مان هڪ مخفي خزانو هوس، پوءِ مون پسند ڪيو، تہ پاڻ کي سڃاڻرايان. پوءِ مخلوق کي پيدا ڪيم.) پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٧٥ پاڻ [ ۴] ئي سلطان، پاڻ [ ٥] ئي ڏي سَنيهَڙا،
پاڻ [ ٦] ڪَرَ پاڻ لهي، پاڻ سُڃاڻي پاڻ.

● فرمايائون: الله تعاليٰ جو فرمايو آهي، "ياايها الذين آمنوا" (يعني: اي ايمان وارو) سو اهو خطاب پاڻ ڏانهن اٿس، ٻي ڪنهن ڏانهن نہ سمجهو. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٧٦ اسين سڪَهُون [ ٧] جَنِ کي، سي [ ٨] تا اسين پاڻ،
هاڻي وَڃُ گمانَ، صحيح [ ٩] سُڃاتا (١٠) سُپَرين. [ ١١]

● فرمايائون تہ: "لا فاعِلَ في الوُجُودِ اَلاّ الله" (الله کانسواءِ وجود ۾ ڪوبہ ڪم ڪرڻ وارو ڪونهي.) پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٧٧ توکي توڙائين، "لا" سين لاٿائون،
اجاڻ آئون، واريون وجهين وچ ۾.

ان کانسواءِ قاضي قاضن جو هي بيت پڙهيائون:

---

[ ١] نہ سا سُئي، نہ ہڏي (س) [ ٢] آهي (بر، هر) اهڙي (س) [ ٣] حديث قدسي مشهور آهي.
[ ۴] پاڻ هي (س)، پاڻهر (جه) [ ٥] پاڻهر (جه، س) [ ٦] پاڻهہ (جه)
(٧) سڪون (بر، هر، س)، سڪئون (د)، سڪهر (جه) (٨) تاسي (جه)،
تان سي (د) (٩) سهي (د) (١٠) سڃاتو (بر، هر) (١١) وڃان وڃ گمان، سڃاتوسين سپرين (س)

* "لا" لاهيندي ڪَنِ ڪي، "لا" موراهين [١٢] ناهِ،
بِلا، [١٣] ري پِريا، ڪِتِ نہ ڏسي [١۴]ڪو پئو.

ان جي رد ۾ سيد صاحب هي بيت پڙهيو:

"لا" ۾ لوڏي ڪَڍُ، "الا" ۾ لاهہ لِڪَ سين،
جو مظهر سندو ماڙوئين، تہِ کي ڪَرِيين وَڏَ. *

● فرمايائون تہ: اَلحَقِيقَتُ سار فِي الاَ ڪوٰ ان (يعني: "حقيقت دنيا جي هر شيءِ ۾ سمائجڻ واري آهي.)

---

(١٢) مورهين (د)، مورائين (س) (١٣) بالله (س) (١۴) پسجي (س)، ڏسجي (بر، هر
(٩) ڪي (د)، ڪين (بر، هر)

* هي بہ بيت مرزا قليچ بيگ ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي، شاهہ ڪريم جا ڪري ڏيکاريا آهن. پر گلزار ابرار ۾ هنن بيتن جو ترجمو ڏنل، انهن کي قاضي قاضن ڏانهن منسوب ڏيکاريو ويو آهي. انهيءَ ڪري هي بہ بيت بہ قاضي قاضن جا سمجهڻ گهرجن.

* هي بيت ٻيو ڀيرو آيو آهي.

# تنزيه ۽ تشبيه

● فرمايائون تہ: تنزيه ۽ تشبيه هڪ شيءِ آهن، پر نالا ٻہ اٿن. تنزيه عين تشبيه آهي، ۽ تشبيه عين تنزيه آهي،پر فقير کي ٻئي گهرجن. ڇاڪاڻ جو پکي هڪ پَرَ سان اڏامي نہ سگهندو آهي. تشبيه جي معنيٰ آهي: هن موجودات ۾ جيڪي ڪجهہ پِن اکين سان ڏسجي، ڪنن سان ٻڌجي، يا جيڪي بہ قول يا فعل صادر ٿين، اهي سڀ خدا کان سمجهجن. تنزيه جي معنيٰ آهي: جهان ۾ جيڪو بہ موجود آهي، سو سڀ اهوئي آهي، ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي.

● تمثيل: فرمايائون، تہ بيابان ۾ ماڻهو ٻري کان رج ڏسي سمجهندو آهي، تہ پاڻي آهي، پر جڏهن ويجهو ويندو آهي، تہ ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندو اٿس. هي جهان بہ رج مثل آهي، جنهن کي ماڻهو ڪا شيءِ سمجهن ٿا، پر حقيقت ۾ ڪجهہ بہ نہ آهي، جيڪي آهي، سو پاڻ آهي.

● فرمايائون تہ: پير يا مرشد جي جسم مان مولا کي پسجي. ان کانسواءِ غير جو خيال بالڪل نہ اچي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٧٨ جِهِ [١] سَرَ سَندو نُورَ، جيلاهُ [٢] سو سونهون [٣] تَبي،
تيلاهہ [٤] لَپَنِ سپرين، ڳالِ [٥] لَهِجي [٦] مُورَ.

● فرمايائون تہ: سُبحانَ مَنْ اَظهَرَ الْاَشْياء وَهُوَ عَينهَا (پاڪ آهي اهو، جنهن شين کي ظاهر ڪيو، حالانڪ اهوئي ان جو عين آهي.) پوءِ هي بيت پڙهيائون[٧]:

سوئي هيڏان، سوئي هوڏان، سوئي مَنِ وَسي،
تَنهِين سندي سوجهري، سوئي سو پسي.

● فرمايائون تہ: سلوڪ جي واٽ ۾ سڀ عاجز آهن. ڪنهن بہ ان جو پرو پاند نہ لڌو آهي. جيڪو چوي، تہ آءٌ اهو علم ڄاڻان ٿو، تہ پڪ سمجهو

[١] جي (د)، جنه (بم، هر) [٢] جيڏا (س) [٣] سهون (د)، سوهو (س) [٤] تيلا (س)، تيلانهہ (بم، هر) [٥] ڳانهہ (بم، هر) [٦] ڪهجي (جهہ) [٧] هي بيت پيو پيرو آيو آهي، انهيءَ ڪري نمبر نہ ڏنو ويو آهي.

تہ، ان کي ڪجھ بہ نہ ٿو اچي. پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٧٩ آهي آهجائو، [١] پير پريان جو جيڏيون،
جِنين ساجائو، [٢] تـِنين تان نہ پروڙئو.

● فرمايائون تہ: لهر ۽ درياہ هڪ شيءِ آهن، پر نالا بہ اٿن.

● فرمايائون تہ: چوندا آهن، تہ ڏيو ٻري ٿو. حالانڪ ڏيو وٽ ۽ تيل ڪانسواءِ نہ ٻرندو آهي. ماڻهو انهيءَ وٽ ۽ تيل ڏانهن نظر نہ ٿا ڪن، ۽ روشني ڏئي ڏانهن منسوب ڪن ٿا. جيڪڏهن ڏئي ۾ وٽ ۽ تيل نہ هجي تہ ڪڏهن بہ نہ ٻري.

● فرمايائون تہ: کل قول قول الله و کل فعل فعل الله (يعني: سڀ ڪو قول خدا جو قول آهي، ۽ سڀ ڪو فعل خدا جو فعل آهي.)

● فرمايائون تہ: عارف ٻن قسمن جا آهن: "عارف قبل شيءِ" ۽ "عارف بعد شيءِ". عارف قبل شيءِ (شيءِ کان اڳ سڃاڻو) اهو آهي، جيڪو پهريائين خدا کي سڃاڻي ۽ پوءِ شين کي ڏسي، انهن کي ان ذات مطلق جا مظهر سمجهي، ۽ "عارف بعد شيءِ" (شيءِ کانپوءِ سڃاڻو) اهو آهي، جيڪو پهريائين شين جو مشاهدو ڪري، ۽ پوءِ شين کي خدا جو مظهر ڪري سمجهي.

● فرمايائون تہ: شيخ ابو طالب مڪيءَ فرمايو آهي، "اَنا اوّلُ مِنْ رَبِي سَنَتَينِ" (يعني آءٌ پنهنجي رب کان بہ ورهہ اڳي هوس). پوءِ هي هنديءَ بيت پڙهيائون:

اي سمنا، [٣] گانٺ [۴] پريم ڪَي، پَڙي [۵] جو ڪيسي پيرِ،
ايہَ ڪولي کَلي نهين، [٦] سَبَ جَڳَ رَهيا آڏيرِ.

---

[١] اهجائو (ق) [٢] منجاڻو (ق) [٣] يعني هي "سمن" نالي شاعر جو آهي. [۴] ڳهاٽ (بم، هر) (۵) بهي (بم) [٦] ڪري تخمينا اس مين (بم)

# باب يارهون

# نبين جو احوال

● شعلو: فرمايائون تہ، هڪ ڏينهن حضرت موسيٰ الله تعاليٰ جي درگاه ۾ ٿي ويو تہ، واٽ تي هڪ جوان نظر آيس، جيڪو هڪ رنگ محل جي سبزيءَ تي عبادت ڪري رهيو هو. حضرت موسيٰ جي سلام ڪانپوءِ هن جواب ڏيئي عرض ڪيو، تہ الله تعاليٰ جي درگاه ۾ دعا گهرجانءِ تہ، هو منهنجي دل ۾ محبت جو قطرو وجهي. اتي پهچڻ ڪانپوءِ هن ڪان اها ڳالهہ ئي وسري وئي. الله تعاليٰ فرمايس، ”تو منهنجي دوست جو نياپو وساري ڇڏيو.“ حضرت موسيٰ عرض ڪيو: ”خداوندا، سندس سچو حال توکي معلوم آهي.“ خطاب آيو، تہ ”نياپي ڏيڻ وقت سندس دعا قبول ٿي وئي.“ موٽ تي ڇا ڏسي تہ، رنگ محل ويران ٿي ويو آهي، ساوڪ سڪي ويئي آهي ۽ اهو شخص بيهوش ۽ بي خبر پٽ تي پيو آهي. سندس اکيون آسمان ۾ ڪتل هيون. سجاڳ ڪري پڇيائينس تہ، ”اڳي ڪهڙي حال ۾ هئين ۽ هاڻي ڪهڙي حال ۾ آهين؟“ ان جوان تہ جواب ڪونہ ڏنس، پر الله تعاليٰ جو آواز آيس تہ، ”اي حضرت موسيٰ! جنهن کي منهنجي محبت جو قطرو نصيب ٿيندو آهي، تنهنجو اهڙو حال ٿيندو آهي. پهريائين جڏهن باغن ۾ عبادت ٿي ڪيائين تہ، اجا محبت حاصل نہ ٿي هيس.“ پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٨٠ سَجَڻَ ساعت [ ١] هيڪَڙي، جي ٿِينِ [ ٢] اکيئون [ ٣] ڏار،
تہ ڪَرَ سَبَ جِمارَ، ڏنوسين [ ٤] نہ ڪڏهين.

٨١ هنيون نہ حاضر جن، پسري نہ اکَڙِينِ ۾، [ ٥]
ٿلها ڍانڍا سڪٿا، [ ٦] هِيئين [ ٧] جاڙ جين. [ ٨]

[ ١] سات سات (جهہ) [ ٢] ٿيا (س)، ٿيي (بم، هر، ق) [ ٣] اکين (ر)، اکيان (بم، ق، هر) [ ٤] ڏنوسون (بم، هر، ق)، ڪهِ نہ ڏٺا (س)، توسين هٺا (جهہ)

[ ٥] پري نہ اکڙين ۾ هنيون تہ حاضر جن (س)، [ ٦] تتان ڏار سڪرا (بم، هر)، ٿلها، ڌانڌا سڪران (ق) [ ٧] هونهين (بم، هر)، هنهم (س) [ ٨] هنهم جاڙجين، ٿلا ٿاٿا سڪتان (س)

# باب ٻارهون

# بزرگن ۽ ولين جا نڪتا

● شعلو: فرمايائون تہ: هڪڙي ڏينهن عارفن جي بادشاھہ حضرت بايزيد بسطاميءَ، تي الاهي شوق غالب ٿيو ۽ عرش تي پهچي، چوڻ لڳو: "اي عرش مونکي خدا جو ڏس ڏي، جو چيو اٿس تہ، "اَلرَّحْمانُ عَلَيَ العَرشِ اسْتَويٰ- طه-٥-" (يعني: رحم وارو الله عرش تي قائم آهي.) عرش جواب ڏنس، "جنهنکي تون ڳولهين ٿو، تنهنکي خاڪين ۾ ڳولھہ، ڇاڪاڻ جو فرمايو اٿس تہ، "اِنَاَ عَرَضْنَا الاَ مَانَةَ عَلَي السَّمَاوَاتِ وَالاَرْضِ وَالجِبَالِ فَاَبَينَ اَنْ يَحْمِلنَهَا وَاَشْفَقنَ مِنهَا وَحَمَلَهَا الانسَانُ اِنهُ كَانَ ظَلوماً جَهُولاً."- الاحزاب- ٧٢. (اسان آسمانن، زمين ۽ جبلن کي امانت آڇي، پر هنن ان جي کڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ ان کان ڊنا، پوءِ ان کي انسان کنيو، تحقيق هو پاڻ تي ظلم ڪندڙ ۽ اڻ ڄاڻ آهي.) پنهنجو راز خاڪي انسان ۾ رکيو اٿس، تنهنڪري تون اتي وڃي ڳولينس. جيڪي انسانن ۾ آهي، سو ٻي ڪنهن ۾ بہ نہ آهي." پوءِ هي بيت پڙهيائون:

٨٢ اِنهيَ ۾ آهي، جي ٿنْ پائيين جهُوپَڙا،
تاڙي جي لاهي، تہ چارو [١] لوڪ ٿيي.

٨٣ مَہُ ڪر منجاران، [٢] ڀهر [٣] ڍوندي مَ ڍور جِنءَ
اُڪري آرا، [۴] ڪنديَ پُڄَڻَ ڏاڪڙي. [٥]

● شعلو: فرمايائون تہ، ڪنهن زماني ۾ هڪڙو فقير ۽ شهزادو پاڻ ۾ دوست هوندا هئا. بادشاھہ جي مرڻ ڪانپوءِ جڏهن شهزادو تخت تي ويٺو، تڏهن فقير ڪنهن ٻي ملڪ ڏانهن هليو ويو هو. هڪڙي ڏينهن ان فقير کان ڪنهن غريب شخص هڪ درهم گهريو، جنهن کي چيائين تہ، "هل تہ هلي

[١] اوجارو (بمر) [٢] مہ مجهارا پاءِ (بمر) [٣] پهار (جهہ) [۴] ارا (جهہ) [٥] اڪڙي آرا ڪيي پيچڙ ڏانہ ڪري (بمر)

وقت جي بادشاهہ کان وٺي ڏيانءِ، جيڪو منهنجو دوست آهي." آخر صلاح ڪري ٻئي اتي هليا. هوڏانهن شهزادي وزير کي چيو تہ، "دينارن جي ڳوٿري کڻو تہ، فقير دوست کي ڳولهي هلي ڏيان." شهر کان ٻاهر نڪتا تہ، فقير ٻہ ملين. ٻنهي ويهي پاڻ ۾ روح رهاڻ ڪئي. پوءِ فقير ان شخص لاءِ هڪ درهم جو سوال ڪيس. بادشاه جي اشاري تي هڪڙو درهم ان کي ڏنو ويو، جو هو وٺي موڪلائي رمندا رهيا. وزير حيران ٿي پڇيو تہ، "بادشاه سلامت! هيءَ سڄي ڳوٿري فقير لاءِ کڻائي هليا هيا، سو ڏنوس ڇونہ؟" بادشاه وراڻيو، "جيڪڏهن هو طمع رکي سوال نہ ڪري ها تہ، جيڪر هيءَ سڄي ڳوٿري ڏيانس ها، هاڻي جڏهن طمع رکيائين تہ، هڪڙو درهم بس اٿس." پوءِ هي بيتپڙهيائون:

٨۴ تـو ڏانَ توتي ڏاڻَ، هي پاڻ اتي مڱڻو،
اهي پارين آسئو، ڪو ڇئي وڃائي پاڻ.

● فرمايائون تہ: حضور صلي الله عليه وسلم جن جي زماني ۾ هڪ شخص هوندو هو، جو فاسق ۽ فاجر هو ۽ ساري رات خراب ڪمن ۾ گذاريندو هو. جڏهن مئو، تڏهن حضور صلي الله عليه وسلم جن کي خبر ڏنائون تہ، سندس جنازي سان هلو. جنازي ٻنيان هلڻ وقت پاڻ سڳورا پيرن تي هلي رهيا هئا. ماڻهن جي پڇڻ تي فرمايائون تہ، "آسمان کان ايترا ملائڪ لٿا آهن، جو زمين تي پير رکڻ جي جاءِ ئي ڪانهي." اصحابن کي عجب لڳو ۽ چوڻ لڳا تہ، "هي شخص تہ، ڏاڍو گنهگار هو." موٽڻ کانپوءِ پاڻ ڪريم جن ان شخص جي گهر آيا ۽ سندس پٽن کان پڇڻ لڳا تہ، "هي شخص ڇا ڪندو هو ۽ ڪهڙي عبادت ڪندو هو؟" هنن ڪين ٻڌايو تہ، ظاهري طرح وڏو گنهگار هو ۽ ڪيترا ڪچا ڪم ڪيا هئائين، پر سمهڻ وقت هي دعا گهرندو هو:

سُبحَانَ اللـــه المُقدِرِ لِمَا يَشَاءُ بِقُدرَتِه وَ فَعَالٌ لِمَا يُرِيدُ بِعِزَتِه، بَرَحمَتِكَ يَا اَرحَمَ الرَاحِمِينَ.

( پاڪ آهي اهو خدا، جو پنهنجي قدرت سان جيڪي وڻيس ٿو، سو خلقي ٿو ۽ جو پنهنجي طاقت سان جيڪي گهري ٿو سو ڪري ٿو. اي ٻاجهاري ۾ ٻاجهارا تنهنجي ٻاجهہ گهرجي.) ان دعا گهرڻ کانپوءِ ڇوندو هو

تہ، ”اي خداوندا! جيڏي تنهنجي وڏائي آهي، جيڏو تون آهين، تيڏي تو ۾ اميد آهي.“ (١) پوءِ حضور صلي الله عيله وسلم جن کي يقين ٿيو تہ، ايڏو شرف ان دعا جي ڪري مليو هوس. شاه ڪريم هن ڪانپوءِ هي بيت پڙهيو:

٨٥ جهُورِيرا جهُٽڪَنِ، [٢] متي مَينِ مڱٽا،
سَيَڙَ راتِ سَمڪِيا، [٣] ڏِڪِيا ڏينهَ [٤] ڏسن،
گهر تا گهوٽ وڃن، چِندا لٽي چارٽين.

● فرمايائون تہ: هڪڙي بزرگ هڪ ڏينهن حجم ڪان ٽي سنوارت ڪرائي. انهيءَ دوران بہ بزرگ لا اله الا الله جو ذڪر ٽي ڪيو، جڏهن چپن جا وار ونڻ لڳس، تڏهن چيائين تہ، ”ٿوري دير وات بند ڪريو، تہ متان ٽڪو نہ اچي وڃيو.“ بزرگ وراڻي ڏنس تہ، ”صبر ڪيئن ڪريان، سڄ پيو هلي، اهو ڪو بس ڪري ٿو؟ جڏهن اهو هلڻ بس نہ ٿو ڪري تہ، پوءِ مون ڪي ڪهڙي طاقت آهي، جو الله جي يادگيريءَ ڪان غافل رهان.“ ان حڪايت ڪانپوءِ سيد صاحب هي بيت پڙهيو:

٨٦ تان ڪي ڳوري ڄلَ، جان لاڙائو سڄ ٿئو،
هاڙي ڏاري هل، وڃي هوتن [٥] جو ٿئو.

● فرمايائون تہ: ڪنهن بزرگ ڪان پڇيائون تہ: ”مجازي عشق ڪيئن پڇائجي؟“ چيائين تہ، ”مجاز مانيءِ جيان پچائجي، جا نہ ڪچي رهي نہ سڙي وڃي.“ ان ڪانپوءِ سيد صاحب هي بيت پڙهيو:

٨٧ مجازي موهي، ڪڏهن [١] ويندءِ نِڪَري،
اَڪَڙيون توهي، مَچَڻ وِهين وِسَهي.

● شعلو: فرمايائون تہ: هڪ دفعي هڪ واعظ، وعظ ۾ چيو تہ جيڪو، ماڻهو ٧ ڀيرا الحمد پڙهي، درياه تي چوڪاريندو، تہ ان هنڌان درياه سڪي ويندو. هڪڙي مزور جيڪو روزانو درياه ٽپي ڪانيون ڪري ايندو هو، هن

[١] پٽ ڏٽيءَ چيو آهي:
”جيڏو تنهنجو نانءُ، پاڃهہ بہ اوڏي ئي مڱان.“
[٢] جهرڪن (بر) [٣] سمڪئو (بر) [٤] ڏان (بر)
[٥] هوتني (ڄهہ)
[١] ڪڏي (ڄهہ) [٢] واري (جهہ)

اهو وعظ ٻڌي، الحمد ياد ڪيو. ان ڪانپوءِ هو درياه تي ڦيٽو وجهندو هو، ته درياه سڪي ويندو هو، ۽ هو لنگهي ويندو هو. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ ان ساڳي واعظ ڪيس اهڙي نموني درياه ٽپندي ڏٺو، جنهن تي عجب ڪائي ڪائنس درياه جي سڪي وڃڻ جو سبب پڇيائين. ڪانير چيس، "تو جيڪو طريقو ٻڌايو هو، ان تي ئي ته هلان ٿو." واعظ دل ۾ خيال ڪيو، ته چو نہ مان بہ ائين ڪيان. سو الحمد پڙهي چوڪاري درياه ۾ گهري پيو، ۽ انهيءَ گهڙيءَ درياه ۾ ٻڏڻ لڳو. گهڻيون ئي دانهون ۽ سڏ ڪيائين، پر ڪجهہ بہ نہ وريس. ان ڪانپوءِ سيد صاحب هي بيت پڙهيو:

٨٨ ويساهہ وارن [ ٢] لنگهيئو، اَويساهَنِ تارِ، [ ٣]
ملو وڃي ڪُنَ ڪَرَ، ٿَنَ ڪَنِرَ [ ۴] ڪوڏِ نِهار.

[ ۴] اويساهي سوار (جهہ) [ ۵] منر (جهہ)

باب تيرهون

# سنڌ جي بزرگن جون حڪايتون

● شعلو: فرمايائون، تہ هڪري ڏينهن حضرت سيد رڪن الدين متيارن واري فرمايو، "تيرن جي ٻئي پريو، تيزيءَ مان پيو هٽان. اهي تير ڪن جي ڪنن وٽان، ۽ ڪن جي منهن وٽان لنگهي وڃن ٿا. پر اهڙو ڪارگر نہ ٿو ٿئي، جو اهو پٽ تي ڪري، ڪوڪون ڪري، ۽ مجروح ٿي پئي.

● شعلو: فرمايائون، تہ مخدوم اسماعيل سومرو فقير بہ هو تہ غني بہ. ڪيس ماهيو مال جهجهو هوندو هو. هڪ ڏينهن سندس نياٽيءَ مخدوم عثمان کان پڇيو، تہ انسان جون ٻانهيون جڏهن ڏڌ ولوڙينديون آهن، تہ ڏڌ جا ڦڙا سندن پيرن کي لڳي وري چاڏيءَ ۾ پوندا آهن، اهي پاڪ آهن يا نہ؟ تڏهن مخدوم صاحب چيو [١]:

● چارئي پَلوءَ چڪَ ۾، [٢] پڇي پارِيرَ وِٽِ،
اِنَ اِهڙي احتياط سين، ڦٽ پچاٽا ڦِٽ.

پوءِ چيائين، تہ "بادشاه جا انعام ونو ٿا، ۽ وري پڇو ٿا اهڙا مسئلا؟" سيد صاحب اها ڳالهہ ڪري پوءِ هي بيت پڙهيو: [٣]

٨٩- چارئي پَلوءَ چڪ ۾، اديون مُنَ آهين.
پانئڻ جي پائين، سي تِرڪَنِ تَڪَڙي.

● شعلو: فرمايائون، تہ هڪڙو فقير هوندو هو، جنهن کي الله تعاليٰ جو وصال نہ ٿي ٿيو، ۽ هي بيت پئي ورجايائين:

● اَرَتاسَ مِلاءِ، جِس ملندي [١] مَنَ ملي. [٢]
دِيا پيک اَتاءِ، نيت ڪا ڪپڙا ڪون

---

[١] هي بيت مرزا قليچ بيگ، شاه ڪريم جو ڄاڻايو آهي. [٢] ڪي (جهہ)
[٣] هي بيت بيان العارفين جي موجوده نسخن مان ڪنهن ۾ بہ ڪونهي، فقط "ق" ۾ آهي.
[١] ملاءِ (جهہ) [٢] ميلي (جهہ)

سيد صاحب فرمايو، تہ ”ديا“ مان مطلب آهي: الله تعاليٰ ۽ پيڪ مان مراد آهي: قيامت.

● شعلو: فرمايائون، تہ هڪڙي ڏينهن هڪ ملامتي بزرگ، [ ٣ ] قاضي قاضن جي مسجد جي محراب ۾ اڳهاڙو محراب طرف پير ڪري سمهيو پيو هو. جڏهن قاضي قاضن ڪيس ان حالت ۾ ڏٺو، تہ درو ڪڻي پير ڪان هڻڻ لڳس. چا ڏسي، تہ پيرن جي جاءِ تي مٿو آهي. پيرن جي جاءِ ڏانهن ويو، تہ وري اتي بہ مٿو ڏسڻ ۾ آيس. اهڙيءَ طرح ڪيترائي ڀيرا ڪوشش ڪيائين. آخر ڏاڍو تنگ ٿيو. ان ڪانپوءِ ان بزرگ چيس: ”پير جيڏانهن وڻني تيڏانهن ڪر، پر دل پنهنجي خالق ڏانهن ڪر.“ ان ڪانپوءِ درو ڦٽي ڪري خدا جي طالبن مان ٿيو، ۽ هي بيت پڙهيائين:

* جوڳِيَ جاڳايوسِ، سنتو هوسِ ننڊ ۾،
تِهان پوءِ ٿيوسِ، سندي پريا پيچَري.

● فرمايائون، تہ سنڌ جو بادشاه مرزا شاه حسن (ارغون) هڪ ڀيري ملڪ جو سير ڪندي اگهم ڪوٽ وٽان اچي لنگهيو. جيڪو نيرن ڪوٽ جي ويجهو آهي. اتي هوٽي اگهمي نالي هڪ بزرگ ٽڪڙو ٽڪڙو سندس پنيان هلڻ لڳو. جڏهن بادشاه کي اها خبر پئي، تڏهن چيائين: ”شايد زمين جو ڪو ٽڪرو اٿس.“ بادشاه هلندي هلندي اچي ان زماني جي مخدوم عمر بودلي جي جاءِ وٽ پهتو. عمر بودلي ڏانهنس ڪو بہ توجهہ نہ ڏنو. لاپرواهہ ٿيو وينو رهيو، ۽ بادشاهہ جي ڪابہ تعظيم نہ ڪيائين. جڏهن بادشاه کي سندس روش جي خبر پئي، تڏهن چيائين: ”زمين نہ هوندس، تڏهن تہ اسان جي تعظيم نہ ٿو ڪري.“

● فرمايائون، تہ سيد علي شيرازي ٺٽي جي مخدوم آچر جو مريد هو. هڪ ڏينهن مخدوم آچر کي ويني زور ڏنائين، تہ ائين ڪندي مخدوم عبدالحليم (جيڪو درويش دائود جي درگاهہ ۾ مدفون آهي) اچي اتان لانگهائو ٿيو. سيد علي شيرازي کي زور ڏيندو ڏسي، مخدوم آچر کي چيائين:

[ ٣ ] ”بم“ ۽ ”ق“ ۾ اها ڳالهہ الٽي آيل آهي. يعني ”ملامتي بزرگ“ جي بدران خود ”قاضي قاضن“ جو نالو آندو ويو آهي. سيني قلمي نسخن ۾ ائين آهي، جيئن مٿي آندو ويو آهي

"هَتي هُن طرح ۽ هِتي وري هن نموني؟!!" ان تي مخدوم آچر جواب ۾ چيو: "پيا گهٽن ۾ تورا ۽ هي تورن ۾ تورا." اهو جواب ٻڌي، هو هليو ويو. ان ڪانپوءِ سيد علي شيرازيءَ مخدوم آچر کان انهيءَ سوال جو مطلب پڇيو. انهيءَ تي مخدوم آچر ڪيس ٻڌايو، تہ "سوال جواب جو مطلب هو، تہ هُتي يعني حضور نبي ڪريم ﷺ جي بارگاهہ ۾ ڪهڙيءَ نہ آزي ۽ نيزاري ۾ هوندو آهين، ۽ هتي وري سندن اولاد کان خدمت ٿو ڪرائين؟! جواب جو مطلب هي آهي، تہ گهٽا ماڻهو اهڙا آهن، جيڪي چاهين ٿا، تہ ٻين مان گهٽي ۾ گهٽو فائدو حاصل ٿئي. اهڙا ماڻهو ٿوري ۾ تورا آهن، جيڪي چاهين ٿا، تہ اسان مان ٻين کي فائدو حاصل ٿئي. ان جواب مان منهنجي مراد اها هئي، تہ زور انهيءَ ڪري ٿو ڏيارايان، تہ جيئن زور ڏيندڙ کي مون مان فائدو حاصل ٿئي.

● فرمايائون، تہ هڪ ڀيري سيوهڻ جو مخدوم نجم، حضرت مخدوم نوح جي خدمت ۾ آيو، ۽ ڪائنن پڇيائين، تہ "هينئر ڪهڙي امر ۾ مشغول آهيو." جڏهن مخدوم نوح ڪيس ڪوبہ جواب نہ ڏنو، تڏهن وڏي آواز سان چيائين: "هينئر ڇا پيا ڪريو؟" ان تي مخدوم نوح ڪنڌ مٿي ڪري چيو: "مخدوم هن وقت ڪجهہ بہ نہ ٿو ڪري" ائين چئي قرآن شريف جي هيءَ آيت پڙهيائين: "والله خلقكم وما تعملون" - الصّافات- ٩٢ (هو ڌانهن اوهان کي ۽ جيڪي اوهين بنايو ٿا، تن کي الله پيدا ڪيو آهي.)

اها آيت ٻڌي مخدوم نجم خاموش ٿي ويو ۽ ڪجهہ پريرو وڃي وينو.

# باب چوڏهون

## شاه ڪريم جي تصرف بابت

● هڪ مخلص جي روايت آهي، تہ هڪ ڏينهن حضرت سيد صاحب جن جي زيارت جي خيال کان ٺٽي کان نڪري سندن ڳوٺ آيس. جنان معلوم ٿيو، تہ پاڻ ڪيڏانهن ٻاهر نڪري ويا آهن. نااميد ٿي موٽيس ۽ پناهہ واهہ جي ڪناري تي اچي ڏک ۾ ويهي رهيس، ۽ سڪ سان هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳس. اوچتو پري کان هڪ مٿي اگهاڙو سوار ايندو ڏٺم ۽ صحيح ڪري ويس تہ حضرت پير صاحب جن آهن. ان وقت الاهي جمال جي بحر ۾ غرق هئا، ۽ عشق جي ڏوريءَ ۾ ايڏو ٻڌل هئا، جو سرير جي سڌ بہ ڪانہ هين. ايتري قدر جو ڪين اهو بہ سماءُ ڪونہ هو، تہ مٿو اگهاڙو آهي، جڏهن مون کي ڏٺائون، تڏهن فرمايائون:

-٩٠ ”مَنْ ڏورائين لڪئا، تہ هي گهاتوئن وياءُ.“ [١]

پوءِ پنهنجي ڳوٺ ڏانهن رخ رکي مون کي فرمايائون. تہ فلاڻي هنڌ هڪ شخص منهنجي مهماني ڪئي هئي، اچوڪو ڏينهن رهڻ لاءِ ڏاڍيون منتون ڪيائين، پر مون نہ مڃيو ۽ اٿي هليس، تہ ڳوٺ وچي سهڙان. ان وقت مون کي بہ بک لڳي هئي، سو هڪ ماني هڙ مان ڇوڙي ڏنائون.

● نقل آهي، تہ هڪ دفعي حضرت سيد صاحب جن ڪڪرالي جي ڳوٺ ۾ ڪنهن وٽ وڃي مهمان ٿيا، ۽ ان جي ماني کاڌائون. ڪن ماڻهن کي جڏهن اها خبر پئي، تڏهن انهن کي ٻچان لڳي ۽ چوڻ لڳا. تہ حضرت پير صاحب کي چورن جي گهر ۾ رهڻ ۽ کائڻ مناسب نہ هو. انهيءَ خبر ٻڌڻ تي فرمايائون:

---

[١] هي گهاتوئن ويا، مون ڏوريائين لڪيا (ق)

۹۱- خرقان [ ۱ ] خوش ڪري، اچي ويناسون،
جائين ڏني حسن کي، تائين ڏيندهين [ ۲ ] مَنَ.

● هڪ موقعي تي فرمايائون، تہ حقيقت ۾ مشهوري مصيبت آهي، پر ماڻهو ان کي پسند ڪن ٿا، ۽ گمنامي راحت آهي، پر ماڻهن کي ان مان مزو نہ ٿو اچي. مرتبو ۽ عزت ڳولڻ فقيرن کي نہ جڳائي. طالب کي بلند همت ٿيڻ گهرجي، بيت:

ونگا ور پاڳن، گهور ابتي گهوٽيين،
سينگڙيين پر ڏئو، وٺا ڪڇ چرن. (۳)

● فرمايائون. جيئن تہ تون ٻانهون آهين. تنهنڪري جيڪي مالڪ ڪري ۽ سندس خيال ۾ اچي، تہ ان تي راضي رہ، ۽ ائين نہ چئو تہ هيئن ڇو ڪيائين ۽ هونءَ ڇو ڪيائين، ۽ ڇاجي ڪري ڪيائين. پوءِ هي بيت پڙهيائون [ ۴ ]:

اِيَ ڪڇائي منڄ تو، جو تہ ٻائيو ڪَڄَ،
جيڪي سندو سَڄَڻين، سو سيوئي سَڄَ. [ ۵ ]

**باب پنڌرهون:** هن ۾ شاهہ ڪريم جي وفات جو ذڪر آهي.

**باب سورهون:** هن ۾ سيد صاحب جي فرزندن جو ذڪر آهي. بيان العارفين جو صاحب آخر ۾ لکي ٿو: مون هي رسالو سنہ ۱۰۳۸ هہ ۾ پورو ڪيو.

هر کہ خواند دعا طمع دارم - زانکہ من بنده گنهگارم.

**نوٽ:** بابن جي اها سٽا بيان العارفين سنڌي مطابق رکي وئي آهي. بيان العارفين جي فارسي نسخي ۾ ست باب آهن، جن کي بيان العارفين سنڌي ۾ ڇوڏهن بابن ۾ ورهايو ويو آهي. ستن بابن کانپوءِ "خاتمہ" آهي، جنهن کي پندرهين ۽ سورهين باب ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

---

[ ۱ ] هن مان مراد آهي شيخ ابوالحسن خرقاني، جيڪو ايران ۾ وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي. سنہ ۳۴۸ هہ ۾ بسطام جي هڪ ڳوٺ خرقان ۾ سندس ولادت ٿي، ۽ سنہ ۴۲۵ هہ ۾ وفات ڪيائين. [ ۲ ] ڏيندو ( بمہ هر) [ ۳ ] هي بيت پيو پيرو آيو آهي. (۴) هي بيت بمہ ۾ ڪونهي [ ۵ ] شاهہ لطيف چيو آهي:
" ڪانهي ڪڙائي، ڇڪين جي ڇيت ڪري"

# فصل پهريون

# معنيٰ ۽ شرح

[ اشارا : معنيٰ ۽ شرح ۾ هيٺيون تخفيفون اختيار ڪيون ويون آهن:

پرا = پراڪرت  ف = فارسي

سن = سنسڪرت  م = مصدر

ع = عربي.  : "يا" جي نشاني ]

## ڏکين لفظن جي معنيٰ

آيل = امڙ، جيجل، امان

اُپ = (پرا. اپ، سن. اپر- اپ = پاڻي + پر = پرڻ. يعني ڪڪر، آسمان.) آسمان، آڪاس. (ظرف)، مٿي، اڀو، اڇو.

اتر = (سن. اتر- اد = مٿي + تر = پار پوڻ)، اتر طرف، عيوضو، بدلو.

اپتڻ = کولڻ.

اُجهي = م - اجهڻ (سن- اُدوهہ- اُذ = مٿي + وهہ = ڪشڻ) اڪلڻ، ٽيڻ، پهچڻ، پڄڻ. شاهہ لطيف اهو لفظ ساڳيءَ معنيٰ ۾ هن طرح ڪم آندو آهي.

"جي پيا منهن مهراڻ،

تن پانڌين پڳهہ نہ اجهي."

آرا = سن. آرا- آ = تائين + ر = وڃڻ) دل جو لاڙو، پيار، انگل. ناز، مرضي، ور، وٽ، وهڪرو، گهير، ڪن. چڪر، مهاڙ، اٽي ذڪر راند ۾ پنجون انگ.

اَرٿ = (سن. اَرٿَ=ڳولڻ) مطلب، معنيٰ، شرح، اشارو، مضمون، ڳالهہ، سمجهاڻي، سبب، فائدو.

اَسُئو = (اَ = نہ + سئو = ڀڌ وارو، عقل وارو)، بي عقل، بيوقوف.

اُڪَري = م - اڪرڻ، (سن. اتڪَرشَڻَ - اُت = مٿي + ڪَرشَ = ڇڪڻ)، ٻاهر ڪڍڻ، پار پهچائڻ، ٻيءَ پر لنگهي وڃڻ، پار پوڻ.

الا = (ع. حرف استثناء)، پر، ڪانسواءِ، غير.

اَلئو = الائي.

اَمڻ = اَ = نہ + من = دل)، بي دليو، بي خيالو.

"اورڪي" يا "اورڳي" = م- "اورڪڻ"، اورڳڻ (پرا. اَوَلَڪَڪَ، سن. اَوَلَڪَشَڻ)، جانچي ڏسڻ، سڃاڻڻ، پچائڻ، اورانگهڻ.)

اوسڙ = م - اوسڙڻ (سن. اوسر: اشڻ. اَشَ = سڙڻ)، اس ۾ رلڻ، اس ۾ سڙڻ، پٽڪڻ، انتظار ڪرڻ، اوسيڙو ڪيڻ،، پاهه ٿيڻ (بک ۾)

اوڳار = اوڳرائي، اوڳارڻ.

اوڳار پچن =اوڳارڻ بند ڪن.

اُهڃائو = اهنج- (سن. اَسَهيَہ. اَ = نہ + سَهَہ = سهڻ)، ڏکيو، اهنجو، مشڪل، بي نشان.

بجا = وجا (پرا. وِجَا. سن. وِديا. وِدَ=جاڻڻ)، علم، ڪلا، ڪاريگري، ڄاڻ.

بِلا = (ع. باالله. بہ = سان + الله. الله جو قسم)، الله جو سنهن، الله جو قسم.

بُجهڻا = م - بجهڻ (پرا. بُجَهہ، سن. بُدَ. بُدَ = ڄاڻڻ)، پروڙڻ، سمجهڻ، ڄاڻڻ، سڃاڻڻ. پائڻ.

پاڄو = پجندڙ، تتندڙ، پڳل، تتل.

پڪتئو = م- پڪڻ، جهيڙو ڪرڻ، اجايو سجايو ڳالهائڻ.

پڻ = مڃيءَ ڦاسائڻ وارو وڏو ڄار.

پير = (سن. پَرمَ)، دستو، ڏول، نمونو، ور.

پيري = م- پيرڻ (سن. پَرمَڻ)، پير ڪرڻ، ڦيرائڻ، هلائڻ، ورائڻ، وڪڙ ڏيڻ.

پيڙيائي = پيڪوڙيل، بند تيل.

تجريد = (ع) اگهاڙو ڪرڻ، ڪل لاهڻ، اعراب ۽ نقطا نہ ڏيڻ، شڪ ۽ ٻيائي ڪان جدا رهڻ.

تفريد = (ع) دنياوي شين ڪان تڳا توڙي، پنهنجو پاڻ فنا ڪري، خدا سان وجي هڪ ٿيڻ.

تجريد تفريد = سلوڪ جي راهہ جي هن اصطلاح جو مطلب آهي، تہ طالب ڪي جڳائي، تہ پهريائين پنهنجي دل مان شڪ، وسوسا ۽ ٻيائي جا اکر ڪيڍي ڇڏي، ان ڪان پوءِ ئي سندس دل ۾ سلوڪ جو سوجهرو اچي سگهندو. جڏهن هن پنهنجي قلب مان سموري ڪس ڪيڍي ڇڏي، تڏهن هو دنيا جي لڳ لاڳاپن ڪي ڇڏڻ ۽ پنهنجي نفس ڪي ضابطي ۾ رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو، ۽ اهڙي طرح وجي حق سان هڪ ٿيندو.

تُنُدُ = (ف)، تندي ڪرڻ، شوخي ڪرڻ، ڪاوڙ ڪرڻ، چينبڻ، گهٽ وڌ ڳالهائڻ، برو ڀلو چوڻ.

توهي = م- توهڻ، راضي ڪرڻ.

تاءِ ڪُتاءِ = هر هنڌ، هر جاءِ، جاءِ بجاءِ.

ٿوڪ = (سن. سٿوڪَ) شيءِ، چيز، وکر.

پائيون = (سن. پَڪا)، خشڪ، صاف.

پارايا = (سن. پَرشت يَاوَ.پرِيش = موڪلڻ +ياوَ =حالت:موڪلڻ جي حالت)، نياپا، سنيها، پيغام.

پاڻيهاري = پاڻي ڀريندڙ عورت.

پاهت = مصلحت، اتفاق، رستو، واسطو.

پٽر = (پرا. پَٽرَ، سن. پَرسترَ)، پاهڻ، پهڻ، فوتيءَ لاءِ غم ڪرڻ جي جاءِ، وڇاڻو، هنڌ، وهڻ جي جاءِ.

پڇاڙيا = م- پڇاڙڻ. (پرا. ڪالَڻَ، سن. پَر ڪشَالَن پَر = گهڻو، چئني طرفن کان +ڪشَلَ= صاف ڪرڻ)، ڌوئڻ، زور سان هڻڻ.

پڌر = سن. پَرسِدَ)، پڌري، ظاهر.

پرياءُ = (سن. پَريايَ. پَر = چئني طرفن کان + اِڻ = وڃڻ) ريت، رسم، دستور، خيال، سمجهه، اتفاق.

پڪٿان = ( پڪ + "ٿا" پڇاڙي) (پرا. پَ ڪَ، سن. پَڪشَ= ڪَنيُ پَرَ، تيز، پڪي پڪڻ

پڳهيو = م- پڳهڻ. پرا. پَ ڳهَ، سن. پَرِ گرهَ) پڳهه سان ٻڌي قابو ڪرڻ، قابو ڪرڻ، اٽڪائڻ.

پيو = پيتو.

ٿَٽ = (سن. سٿَت)، جٽ ٿٽ

ٿڙڪيون =(ع-فتيلة)،فتيل، چيوٽ، چتين لڳل ڪپڙو.

ٿوڙائون =فراق،جدائي، وڇوڙو.

جاب = (ع. جواب)، سوال جو جواب، ورندي، وراڻي.

جوري = جيرو، جگر.

جهتِ =(ع)، ڪنارو، طرف، پاسو، سمت، ڏس، رخ.

جُهٽڪِن = ڪَٽِڪَن، آواز ڪن، تنوارن.

جهوريرا =جهوڙا، جهاپا، تنور، چڳا.

چارٺين = چارڻن جي، يعني فقيرن جي.

چِندا = چنتا، اڻ تڻ، ڳڻتي، الڪو، فڪر.

چاچِر = تانگهو، ننڍو پاڻي، ڇڪَ.

ڇُڳير = (سن. گڄَ + " اير" پڇاڙي) ڪلنگيءَ وارا، بهادر، پهلوان، جوڌا،شهزادا.

چُلُ = م- چلڻ، (سن. اَچَلَڻ، هلڻ، تکڙو هلڻ.

چيرون = رانديون، لامارا.

حاضر = (ع)، سامهون يا آڏو هجڻ وارو.

حبيب =(ع) دوست، يار.

خوش = (ف). راضي، مزي ۾، فرحت ۾.
داغ = (ف). نشان، ڏنڀو، چٽو، ٽڪو.
دم = (ف). ساهہ، حياتي، گهڙي، جهٽ، روح، طاقت، قوت.
ڌات = (سن. ڌرتَ = جهلڻ). عادت، نمونو، طرز، ڪم ڪار.
ڏڪڙي = ڏکيو، مشڪل، تڪليف ڏيندڙ.
ڏاڻ = (سن. دانَ- دا=ڏيڻ). ڪاڏو، خوراڪ، بخشيش.
ڏجڻ = دشمن، ضد: سجڻ.
ڏکئا = م- ڏکِن.
(پرا. دِکا. سن. دِيڪشا). خوش، آسودا، سُنا.
ڏهہ = (پرا. ديَس. سن. ديسُ). ڏيهہ، ملڪ، وطن.
دم = (ع. دِرهَمَ. پرا. دَمَ. سن. دَرمَ). سڪي جو قسم.
ڏهائين = ڏيهن جهڙو، ملڪن جهڙو.
ڍانڍا = خالي، پورا، ڪوڪلا.
رڏ = رد، بيڪار، اجايو.
روح = (ع). جان - انسان ٻن جزن جو مرڪب آهي: جسم ۽ روح. جسم ٻاهريون يا ظاهري پوش، جو مادو آهي، ۽ انسان جي مرڻ ڪانپوءِ فنا ٿي وڃي ٿو. روح اها طاقت آهي، جا جسم کي هلائي ٿي، ۽ فنا نہ ٿي ٿئي.
ساڄ = (ف ساز). اوزار، سازو سامان.
ساڃائو = (سن. سَڄيانَ) سڃاڻل، ڄاڻل، پروڙيل، سمجهيل.
ساڙيهہ = (سن. سَوديش- سَو = پنهنجو + ديسُ = ملڪ) سائيهہ، وطن، ديس.
ساءُ = مزو، لطف.
سائر = (ع. سائر. سن. ساگرَ) سمنڊ، وڏو درياهہ.
سُپر = (سن. سَبَلَ، س = ساڻ + بَلَ = ٻَلُ). چڱيءَ طرح، چڱي نموني.
سُپجي = م- سپجڻ (سن. سُ + اُتَ = مٿي + پَدَ = پيدا ٿيڻ).، ڄمڻ، نپجڻ، رهڻ، ماپڻ، سمائجڻ، ملي، لبي، هٿ اچي (هٿي).
سپڙ = سنڌ جو مشهور سخي مرد، جيڪو سمي گهرائي مان هو. هن کي شاهہ صاحب بہ ڳايو آهي.
سُڃي = م- سڃڻ. ٻڌجي، سجهي
سر = (ف). مٿو.
سرا = شراب.
سگر = (ع. ثَغر). سوڙهو لنگهہ، او کو ٻيچرو، اوٽ، رستو.
سلامي = (ع. سلام). سلام ڪندڙ.

سلطان = (ع)، حاڪم، بادشاهہ مالڪ.
سَمَگِئا = م- سمگڻ (سن. سَمَگَت)، نوازڻ، راضي ڪرڻ.
سُنهون = سونهون، واقف
سنيهو = (پرا. سَندَيس، سن. سَندِيَش- سَمَ= ساڻ + دِش = وڏڻ) پيغام، نياپو، پارانيو.
سنپوئي = مڇي ڦاسائڻ جي چار جو قسم.
سهڻو = (پرا. سوَهڻَ، سن. شوپَنَ)، خواب.
سهو = م- سهڻ (سن. سَهَنَ. سَهَہ = برداشت ڪرڻ)، سهندڙ، بار ڪندڙ،بردبار.
سينءَ = لاءِ، واسطي، ڪارڻ.
سيٽان = ساٿڻ، انهن سان.
صلح - (ع)، ٺاهہ، سلوڪ، ميل ميلاپ.
صورت = (ع)، صورت، تصوير، شڪل.
صوفي = (ع)، سلوڪ جي راهہ جو پانديئڙو، تصوف جي طريقي تي هلندڙ، حق جو طالب، سچو فقير.
عيد = (ع)، هر اها شيءِ جنهن جي عادت پئجي وڃي، جيڪا شيءِ هر هر اچي، ماڻهن جي گڏ ٿين جو ڏينهن، مسلمانن جي جشن جو ڏينهن يا مذهبي خوشيءَ جو ڏينهن (مسلمانن جون وڏيون عيدون هي آهن:
١- عيد ميلادالنبي ٢- عيد الفطر، ٣- عيدالاضحيٰ. ڪرستانن جي جشن جو ڏينهن. ڪرستانن جون مکيہ عيدون هي آهن:
١- عيد الفصح يا عيد القيامہ، جنهن کي ايسٽر بہ چئبو آهي. هن ڏينهن تي حضرت عيسيٰ کي صليب تي چاڙهيو ويو هو. ٢- عيدالفقي، ٣- عيدالميلاد، جنهنکي ڪرسمس ڊي (CHRISTMAS DAY) بہ چئبو آهي. هن ڏينهن تي حضرت عيسيٰ جي ولادت ٿي هئي). يهودين جي جشن جو ڏينهن، خوشيءَ جو ڏينهن، خوشيءَ وارو وقت.
فڪر = (ع) سوچ، ويچار، خيال، غور، ڳڻتي.
ڪارين ڪنين = ڪارن ڪنن وارا.
ڪاميا = مست درياهہ.
ڪانيرو = پکيءَ جو قسم جو ڪارسرو ٿيندو آهي، ۽ مڇي ڪائيندو آهي. هتي ڪانيري مان مراد آهي، دنيا جو طالب.
ڪاٿياريون = ڪاڻ واريون، غرض واريون- ڪاڻ = مطلب، غرض.
ڪبرياءُ = (ع)، وڏائي، عظمت، بزرگي.
ڪذا = ڪوڏ مان، خوشيءَ مان، شوق مان.

ڪر = (سن. ڪلا. ڪَلَ = ڳڻڻ)، خبر، سنيال، سڌ.
ڪر = سنڌو، ليکو، ڳائين.
ڪَرهَڻُ = (پرا. ڪَلَهَ. سن. ڪَلَهَ. ڪَلَ = آواز ڪرڻ.) وڙهڻ، لڙڻ، جهيڙو ڪرڻ.
ڪرهيندي قرب ٿئي = وڙهڻ ڪانپوءِ قرب حاصل ٿئي ٿو. يعني پنهنجو نفس مارڻ ڪانپوءِ رب جي رضا حاصل ٿئي ٿي.
ڪُماڙو = (ڪُ = خراب + ماڙو = ماڻهو)، خراب ماڻهو.
ڪرهو = (پرا. ڪَرَهَ. سن. ڪَرَڀَ)، جوان اٺ، ڪرهو.
ڪلين = ڪلهن ڪان
ڪڪڙا = ڪکي رنگ وارا. پوري رنگ وارا.
ڪُنرَ = (سن. ڪَندِل)
ڪَندِل = ڪنڊو، جوڳيءَ جي ڪنن جو والو) والي وارو، درويش، فقير.
ڪوڏ = خوشي، شوق.
ڪهاڙ = ڪهاڙي، ڪهاڙو.
ڪينرو = (سن. ڪَنرَ) ساز جو قسم.
قرب = (ع)، پيار، محبت، ويجهڙائي.
قضيو = (ع)، حڪم، قضا، انسان جو فوت ٿيڻ.

ڪانءِ = م. ڪائڻ، ساڙي ڇڏ، جلائي ڇڏ.
ڪِجي = م- ڪجڻ (پرا. ڪَيئڻَ، سن. ڪيدَنَ، ڪِدَ = دک ڏيڻ)، بي حال ٿيڻ، چڙڻ، خفي ٿيڻ.
ڪُڏيون =حجرا، ڪوٺيون، اوطاقون.
ڪَروتون = مسجديون.
گَرٽ = (سن: گَرِ = ڳنڍ ڏيڻ)، ڳنڍ، ناڻي جي ڳنڍ، دولت، پيسا، ناڻو.
شاهه لطيف ٻه ساڳيءَ ئي معنيٰ ۾ اهو لفظ ڪم آندو آهي: "ٻڌي گوڏ گرٽ، ساٿو هٿجي سور جو"
گمان =(ف)، شڪ، انومان اندازو، خيال.
ڳڀرو = (سن. گِرٽَ = روپَ)، اپرندڙ جواني وارو، پنو، ٻار، ڇوڪر، نينگر، نوجوان.
ڳوي =وٽ.
ڳوري = طالبو، عاشق، مشتاق زال.
گهٽ = گهٽ ۾، نڙيءَ ۾.
گَهوٽئين = گهوٽن جي.
گهور = نظر، ديد.
لا = (ع- حرف نفي)، نه، ناڪار. هي حرف صوفين جي مسئلي نفي ۽ اثبات لاءِ ٻه ڪم ايندو آهي. مطلب آهي، ته پهريائين دنيا جي سيني شين جي نفي ڪجي، يعني ائين اعتبار

ڪجي، تہ دنيا ۾ ڪنهن شيءِ کي حقيقي وجود ڪونهي. ان کي "لا" جي منزل چوندا آهن. "لا" يا نفيءَ کانپوءِ ٻي منزل آهي "اثبات" جي. يعني نفي ڪرڻ کانپوءِ چئجي، تہ فقط هڪ ذات مطلق هر هنڌ جاريءِ ساري آهي.

لاهہ = هيٺاهون حصو، لاڙ، لاڙو، لاهي، (ضد چاڙهيءَ جو) وٽن ۽ ٻوڙن جون پاڙون.

لتاءِ = م- لتڻ. بند ڪَيءِ

لڏو = وسپت. هڪ تاري جو نالو، لکيو، نصيب.

لکَ = (سن. لَکشا)، ذرو، ٿورو.

لَکَڻُ = (پرا. لَڇَڻ، سن. لَکشَڻَ- لَکَشَ = نشان ڪرڻ.) گڻ، لڇڻ، خصلت

لُهُ = لوهہ.

لياڪا = جهاتيون، ليوپائڻ، ٽنگ مان نهارڻ. ٽنگ، سوراخ.

مانَ = شل.

ماڪرياڙي = ڪنڊي.

مِت = سمجهہ، هدايت.

مَتارڪا = (سن. مَتَ- مد = مستي ڪرڻ + "رو" پڇاڙي)، متل، رطوبت وارو، پهلوان، خوش

مجازي = (ع. مجاز = رستو، حقيقت جو ضد، دنياوي شيءِ، خاص طرح سان انسان سان محبت.

مرئان = مرن کان- مرو = جانور.

مجا ڪئا = (مجا = مزا ڪيا)، سرها ٿيا، خوش ٿيا.

مچڻ = متان، مبادا.

مظهر = (ع)، ظاهر شيءِ، ظاهر وجود.

معنيٰ = (ع)، مطلب، مراد، ارٿ، سمجهاڻي.

ملاقي = (ع)، ملاقات ڪرڻ وارو.

منڌ = (سن. مگڌا. مڻ = ٻي سڌ ٿيڻ) جوان عورت.

مور = (سن. مولَ)، موڙي، پاڙ، اصل.

ميين = (پرا. مَيہَ. سن. مَيہ)، ائن تي.

نابودي = (ف - نا = نہ + بود = هجڻ)، جنهن جو وجود نہ هجي.

ناديدي = (ف. نا = نہ + ديد = ڏسڻ)، اهو ماڻهو جنهن نہ ڏٺو هجي يا ٿورو ڏٺو هجي.

نگِيا = م- نگڻ (پرا. نِگمَن، سن. نِرگمَنَ- نر = ٻاهر + گم = وڃڻ)، نڪرڻ، پرڻ، پيدا ٿيڻ، نڪري ٻاهر ٿيڻ.

نور = (ع)، روشني، روشنيءَ جو ڪرڻو جو شين کي ظاهري، ذات بابرڪات آنحضرت ﷺ.

واچا = واچان = واچ مان- واچ =

سڪ، محبت، قرب.
واهڻ = وهڻ، وهڪرو، واهه، درياهه.
والله خير الماڪرين = (قرآن حڪيم جي آيت جو حصو)، (الله بهترين تدبير ڪندڙ آهي.)
وٿ = (پرا. وٿ، سن. وَستَ- خود. "وست" بہ اسان وٿ شيءِ جي معنيٰ ۾ مروج آهي. عام گفتگوءِ ۾ چئبو آهي: "شيءِ وست آندي اٿم.")، شيءِ، چيز.
واءُ = واءُ وانگر هر هڪ تي ظاهر ٿي وڃي، ظاهر.
ور = وڏيڪ چڱي.
ورجي = م- ورجڻ (سن. ورو چَنَ. و = نہ + رَجَ = چاهڻ)، پڄڻ، پرڻ، ڦٿڪڻ، اٿلڻ پٿلڻ، بي آرام ٿيڻ، پگهارجڻ، ڳرڻ، ڪڪ ٿيڻ.
وروهيو = (سن. ونودنَ. وِ = گهٽتو + نن = تاڪيد ڪرڻ) ورورهہ ڪئي، صحبت ڪئي، ملاقات ڪئي.
ولاڙ = (سن. وِلول - وِ = گهٽتو + لَلَ = لڏڻ)، سَٽَ، لَرَ، تڪڙا، تکا، تيز.
وسا = وس ۾.
ونگائي = (سن. وَڪرَ. بَڪِ = ڏنگو ٿيڻ)، ڏنگو، مڙيل. ڏنگا پيچ.
وهائي = (سن. وِياتَنَ. وِ = گهٽتو + يا = چمڪڻ)، سڄي رات، پرهہ ڦٽي. پاڪ ڦٽي، صبح جو سوير.
وهِي = (سن. ويَس = عمر) جواني، عمر، مند
وهرو = وهلو. تڪڙو تڪڙو، جلدي، تيزيءَ سان.
وير = (پرا. وِير، سن. وير. وِيرَ = طاقت)، پلوان. پهلوان، بهادر، سياڻو.
ويڙ = (سن. ويشٽَ)، جهنگ جهڳٽو، گاهہ جي جاءِ، گهر، جاءِ، گهرن جو مجموعو
ويلو = وقت
ويڻ = (پرا. وَيڻَ. سن. وَچَنَ. وَچ = چوڻ)، سخن، پول، مهڻو، طعنو.
هاري = (سن. هارتَ-هرَ = ونڻ) هار ڪاڏل، نياڳي، نادان زال، محبياٺي.
هاڙو = جبل جو نالو.
هل = گوگاءُ (غوغاءُ) آواز، ڏس، پتو.
هلاچو = هلچو، هل، هنگامو، گوڙ.
هربو = (ع. حرب)، ڊوڙ، چال، تپو، وک، قد..
هنجهہ = پکيءَ جو قسم، جنهن جو قوت موتي آهي. هتي هنجهہ مان مراد آهي: حق جو طالب.
هور = (ع- هول). ڊپ، خوف، فڪر، ڳڻتي، انتظار، الڪو، ڪاهہ، هيٺ، ڪپت، هلاڪي.
هينئڙو يا هنيو = دل.

# شاهه ڪريم جي بيتن جي شرح

بيت ٣- جهڙيءَ طرح سان لوهه کي سنداڻ تي ڌڪ لڳندا آهن، تهڙيءَ طرح سان منهنجي دل کي ڌڪن کائڻ جي عادت پئجي وئي آهي. يعني منهنجي دل تي هر وقت دنيوي شين جا ڌڪ لڳندا رهن ٿا، پر جيئن ته آءٌ پنهنج مالڪ کي ياد ڪندو رهان ٿو، ان ڪري ان تي انهن ڌڪن جو ڪوبه اثر نه ٿو ٿئي.

بيت ٤- جيڪڏهن محبوب سان ملڻ چاهين، ته منهنجي هن نصيحت تي عمل ڪر: دل ديوانن جيان ڪري، دنيا جا لاڳاپا لاهي ڇڏ ۽ ظاهري عقل جي پابندي ڇڏي ڏي.

ڀٽ ڌڻيءَ به فرمايو آهي:

"جي پائين جوڳي ٿيان، ته سڳ سيئي ڇڏ."

انهيءَ نظريي جي مدنظر ڀٽ ڌڻيءَ سهڻيءَ لاءِ چيو آهي، ته گهڙو جيتوڻيڪ محبوب سان ملڻ جو وسيلو هوس، پر جڏهن هو موٽائي آڻيندو هوس، تڏهن فراق جو سبب بڻبو هوس. پر جڏهن گهڙو ڀڳس، وسيلو ويس، تڏهن ئي وڃي هميشه لاءِ محبوب سان ملي:

"گهڙو ڀڳو گهوريو، پاڻان هو حجاب."

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:

جڏهن وسيلن، لوڙهي ڇڏي لڙ ۾،
پارارا پرين، تڏهه پڇي سوهڻي.

مولانا جلال الدين روميءَ به فرمايو آهي:

من چه غم دارم که ويراني بود - زيرِ ويران گنج سلطاني بود

بيت ٦- شاهه ڪريم پنهنجي بيان کي زوردار ڪرڻ لاءِ قسم کڻي چوي ٿو، ته جتي ڪٿي منهنجي پياري دوست جو جلوو جاري ۽ ساري آهي. هي وحدت الوجود جو نظريو آهي، جنهن موجب واجب الوجود فقط الله ذات آهي، هيءَ سموري ڪثرت انهيءَ جا پرتوا آهن. يعني ڪثرت ۾ وحدت جلوه گر آهي. ڀٽ ڌڻيءَ فرمايو آهي:

"پرن پيلاين جا چوڌاري چڙا"

ٻئي هنڌ فرمايو اٿس:

ڪيڏانهن ڪاهيان ڪرهو، چوڌس چٽائو،
راڻو ۾ راڻو، ريءَ راڻي ناهه ڀيو.

سچل سرمست ساڳيو خيال هن طرح آندو آهي:

"ڪنهن طرف ڪاهيا، جو طرف مڙيئي تم ٿيا."

حديث شريف ۾ به آيو آهي: "ما رايت شيئا و رايت الله فيه" (ڪابه اهڙي شيءِ نه ٿو ڏسان، جنهن ۾ خدا جو پرتوو نه آهي).

فريدالدين عطار منطق الطير ۾ آندو آهي، ته ٽيهه پکي مسافري ڪندي جڏهن سيمرغ جي آستاني تي اچن ٿا، ته ڏسن ٿا ته ڳرو سيمرغ ٿي آهي، ٻيو ڪجهه به ڪينهي، يعني اهي ٽيه پکي سيمرغ ۾ سمائجي هڪ ٿي وڃن ٿا.

بيت ٧- ظاهري عقل کي ڇڏي، سڪ ۽ محبت مان عشق جي درياه ۾ ٽپو ڏي. ظاهري عقل توکي احساس ڏياريندو، ته اها واٽ ڏاڍي ڏکي اٿئي، پر حقيقت ۾ جنهن کي تو درياه سمجهيو آهي، اهو وڪ جي برابر به نه آهي، يعني جڏهن لوڪ جا لاڳاپا لاهي، معرفت جي واٽ تي وک وڌائيبي، ته اها ڏکي نظر نه ايندي، پٽ ڏٺي ظاهري عقل کي هن طرح ٿو نندي:

"الا! ڏاهي مَ ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن."

حڪيم سنائيءَ فرمايو آهي:

علم کز تو ترا نه بستاند - جهل ازان علم به بود بسيار.

مولانا روميءَ مرمايو آهي:

فهم خاطر تيز کردن نيست راه - جزشکسته مي نگيرد فضل شاه

شاه ڪريم وارو مذڪور خيال، ڀٽائيءَ صاحب جي هيٺين بيت مان به واضح ٿئي ٿو:

"پيلو پيري پچ، اڪنڊ ڪڻ عميق ۾."

بيت ١٠- فطرت جو قانون آهي، ته جنهن شيءِ کي جاڳندي گهڻو ياد ڪبو آهي، ته اها ننڊ ۾ به ڀيئي ياد ايندي آهي. ان موجب، شاه ڪريم پنهن جي دل جي ڪيفيت بيان ڪئي آهي، ته جيئن ته منهن جي دل منهنجي محبوب ٻاڻ وٽ سوگهي ڪئي آهي، تنهنڪري جاڳڻ وقت به ان جو ذڪر آهي، ته

نندِ ۾ بہ ان جو ورد جاري ۽ ساري آهي. شاه لطيف بہ اهڙين ئي هستين لاءِ فرمايو آهي:

”سي ستائي سونهن، نندِ عبادت جن جي.“

حضرت خواجہ محمد زمان لنواريءَ واري فرمايو آهي:

”سمهڻ تن ثواب، ڪتڻ تن کي ڪيميا.“

بيت ١١- راز جڏهن ظاهر ٿيندو آهي، تڏهن منجهائنس اهو مزو ڇڏائي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح طالب کي بہ گهرجي، تہ معرفت جو مَنجُهہ عام ماڻهن کي نہ ڏي، ڇاڪاڻ جو هو انهن ڳالهين سمجهڻ جا اهل نہ آهن. شاه لطيف بہ ور ور ڪري اهو خيال ظاهر ڪيو آهي. فرمائي ٿو:

نهائينءَ ڪان نينهن، سک منهنجا سپرين،
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري.

ٻي هنڌ فرمايو اٿس:

”واقف ٿي وساءِ، آڳ نہ ڏجي عام کي.“

بيت ١٢- سيد صاحب جو مطلب آهي، تہ ڪي ماڻهو الله تعاليٰ جو ذڪر انهيءَ ڪري ٿا ڪن، تہ دنياوي فائدو ٿئي، يا آخرت ۾ بهشت عطا ٿئي. اهي جڻ هڪ قسم جا مزور آهن، جي پنهنجي محنت جو معاوضو طلب ڪن ٿا. ڪي وري سواءِ ڪنهن طمع جي، فقط انهيءَ لاءِ انهيءَ کي ياد ڪن ٿا. صوفين جي اصطلاح ۾ جيڪي دنيا جا طالبو آهن، انهن کي ”طالب الدنيا مونث“ (دنيا جو طالب عورت آهي)، آخرت ۾ بهشت ملڻ جي خواهش ڪندڙن کي ”طالب العقبيٰ مخنث“ (آخرت جو طالبو کدڙو آهي)، ۽ فقط الله لاءِ لله کي ياد ڪندڙن کي ”طالب المولىٰ مذڪر“ (مولىٰ جو طالب نر آهي) سڏيو ويو آهي. حضرت خواجہ محمد زمان فرمايو آهي، تہ جنت جي طلب ڪندڙ اڃا هيناهينءَ منزل تي آهن:

”جنت جا مشتاق، اڃا اورانهان ٿيا.“

ڀٽائي صاحب فرمائي ٿو:

گهڙو ڀڳو، تہ گهوريو، مَرُ چور ٿئي چوڙو،
طالب المولىٰ مذَڪر، اي ٻڌندڙن ٻوڙو،
ڪوڙهئو ڏم ڪوڙو، مون مهار من ۾.

بيت ١٧- هندي ۽ قديم سنڌي شاعريءَ جي روايت آهي، تہ عاشق پنهنجي محبوب تي ڏوهہ نہ ڏيندو آهي، پر پنهنجي ئي ڪوتاهي ڪندو آهي. انهيءَ روايت موجب سيد صاحب بہ سسئيءَ جي واتان چوائي ٿو: جيڪي مون پنيور ڪان ٻاهر نڪري پنهنجي پنهون، ڪي سڏ ڪيا، اهي جيڪڏهن منهنجو پيارو دوست ٻڌي ها، تہ جيڪر ايترو جلد نڪري نہ وڃي ها. يعني پنهنجي پياري تي ڪو ڏوهہ نہ ٿي ڏئي.

بيت ٢٣- سيد صاحب طالب کي تلقين ٿو ڪري، تہ "پهريائين پنهنجو پاڻ فنا ڪر تہ محبوب جو مشاهدو ماڻيين. جانب توکان جدا نہ آهي، فقط حقيقي اڪيون ڊاري پنهنجو پاڻ ڪي پس." ٻين صوفي شاعرن بہ اهو خيال نهايت وضاحت سان بيان ڪيو آهي. هو چون ٿا، تہ جڏهن پنهن جو پاڻ فنا ڪبو، تڏهن ئي محبوب جو مشاهدو ماڻبو. ان کي هو " موتوا قبل ان تموتوا" (مرڻ کان اڳي مرڻ) سڏيندا آهن. شاه صاحب فرمايو آهي:

"مِري جيءَ تہ ماڻيين، جانب جو جمال."

بيت ٢۴- سيد صاحب مجازي عشق کي ننديندي طالب کي تلقين ٿو ڪري، تہ مجازي عشق کي پنهنجو مائٽ نہ ڪر (يعني مجازي عشق سان لڳ لاڳاپو نہ رک) ۽ نہ ان پاسي ڏيان ئي ڏي. اي يوري! حقيقي عشق جي واٽ معلوم ڪري ان تي ڇو نہ ٿي هلين؟

بيت ٢٧- اي شهوت جا شڪار ٿيل اٺو! اوهان پاڻي الائي ڇو نہ پيتو؟ مون تہ اوهان کي گهڻوئي سيڪاريو سمجهايو، پر اوهان انهيءَ ڪري نہ پيتو، ڇاڪاڻ جو اوهان جي نصيب ۾ لکيل نہ هو."

هيءَ آهي لفظي معني. پائنجي ٿو، تہ شاه ڪريم پنهنجي عام مريدن ۽ معتقدن جي حالت تي افسوس جو اظهار ڪندي فرمايو آهي، تہ مون تہ اوهانجي روحاني تربيت جي گهڻي ڪوشش ڪئي، پر جيئن تہ اهو روحاني فيض اوهانجي نصيب ۾ لکيل نہ هو، تنهنڪري اوهان ان مان پوريءَ طرح مستفيض ٿي نہ سگهيا.

بيت ٢٨- "اي عورت منهہ ۾ ويهي نہ رهہ، پر اٿي اس ۾ انتظار ڪد،

چاڪاڻ جو انهن کي پنهنجو مائٽ ڪيو آهي، جن جو ڏيهه ڏور آهي.“ يعني طالب کي جڳائي، تہ مالڪ سان ملڻ جي ڪوشش وٺي، ڇاڪاڻ جو ڪوشش ۽ مجاهدي کان سواءِ ڪجهہ ٿيڻو نہ آهي. سيد صاحب ساڳيو ئي خيال ٻي هڪ بيت ۾ سمجهائيندي فرمائي ٿو: تہ نہ سَدَنِ سان سيڻ ٿيندا آهن، ۽ نہ نياپي سان ئي نينهن ٿيندو آهي. پر جيستائين سڄيون سڄيون راتيون انتظار ۽ اوسيڙي ۾ رت ڦڙا نہ روئبو، تيستائين محبوب جي ملاقات نصيب نہ ٿيندي:

نيه نياپي نہ ٿبي، سڏين سيڻ نہ هون،
ڪارين راتين رت ڦڙا، جان جان نيڻ نہ رون.

شاه لطيف بہ ڪيترائي ڀيرا انهيءَ خيال جو اظهار ڪيو آهي، تہ واحد جي وصال لاءِ مجاهدا ۽ رياضتون ڪرڻ گهرجن، ۽ منزل مقصود تي پهچڻ لاءِ هر حيلو هلائڻ گهرجي. هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

ويٺي ور نہ پون، ستي ملن نہ سپرين،
سي مر رويون رون، جن مسافر سپرين.

بيت ٣١- صوفين جي سمجهاڻي آهي، تہ الاهي اسرارن کي عام آڏو پڌرو نہ ڪجي. شاه ڪريم انهيءَ خيال کي سمجهائڻ لاءِ هن بيت ۾ چور ۽ چوريءَ جي تمثيل بيان ڪئي آهي. سندن مطلب آهي، تہ جهڙي طرح چور ۽ چوريءَ جي مصلحت ڳجهہ ڳوهہ ۾ آهي، تهڙي طرح سان معرفت ۽ معرفت جي صاحب جو مرڪ بہ مخفي هجڻ ۾ آهي. جهڙيءَ طرح سان چور پهرين پاڻ لڪائيندو آهي، ۽ پوءِ شيءِ کي، تهڙيءَ طرح مٿيا دار مرد کي بہ جڳائي تہ لوڪ ۾ لڪو رهي.

بيت ٣٤- ڪنهن کي بہ اجايو سجايو چينبي نہ. جيڪڏهن ڪو ٻوڏ چوئي، تڏهن بہ تون ان کي جيءُ چوءُ. جيڪڏهن محبوب سان ملڻ گهرين ٿو، تہ ٻين جي ڏاڍاين ۽ زيادتين کي بہ گڻ ۽ چڱايون ڪري سمجهہ. ”يعني طالب کي هر ڪنهن سان نهٺائيءَ سان پيش اچڻ گهرجي. ايتري قدر جو ٻين جي زيادتين تي بہ ڪاوڙجڻ نہ گهرجي. شاه لطيف بہ چيو آهي:

”هو چوني تون مَ چَو، واتان ورائي.“

بيت ٣٥- "چتين لڱل ڪپڙا پاءِ، ۽ پتڪن کي ڏنگا پيچ نہ ڏي. اهائي ڳالهہ هٿ ڪر، جيڪا تنهنجي مالڪ جي منشا مطابق هجي." يعني فقير لاءِ سادگي ۽ سادي پوشاڪ ضروري آهي.

بيت ٣٧- مست جوان چيلهہ سان پيسا نہ ٻڌندا آهن. يعني سچا فقير دنيا سان دل نہ رکندا آهن، پر ڪلال جي اڱڻ اچي، سر جي هوڏ هٽي، شراب پيئندا آهن. يعني پنهنجو پاڻ فنا ڪرڻ ڪانپوءِ معرفت جي مئي پيئندا آهن.

بيت ٣٨- اي مڇڙا! جيڪا ڪنڊي تو پنهنجي نڙيءَ ۾ وڌي آهي، ان ڪيترن ئي تو جهڙن کي ڪڍي ٻاهر ڦٽو ڪيو آهي. يعني، اي انسان! جنهن دنيا سان تو دل رکي آهي، ان ڪيترن کي الله تعاليٰ جي رستي کان پري ڪري ڇڏيو آهي.

بيت ٣٩- جيڪڏهن ڏور کي پري کان ئي ڏسي، ٽڪڙو ٽڪڙو هليو وڃي ها، تہ اي مڇڙا! جيڪر توکي ڪنڊي ڳِتيءَ ۾ نہ وجهي ها. يعني، جيڪڏهن اي انسان، دنيا جي دولاب کي منڍ ۾ ئي محسوس ڪري، ان سان دل نہ لڳائين ها، تہ توکي هينئر ڪنبا ڪيڏا نہ پون ها.

بيت ٤١- اي سهڻي يا تہ گهر کان ٻاهر نہ نڪرين ها، يا وري هينئر موٽڻ جو خيال ڇڏي ڏي. فقط هيڪڙائي، کي هٿ ڪر، ۽ دوئيءَ کي ڳڻن شين جيان پيچي ڦٽو ڪر." مطلب آهي، تہ طالب جيڪڏهن حق جي واٽ وٺڻ گهري، تہ دنيا جا لڳ لاڳاپا ڇڏي، هڪ منو ٿي، هيڪڙائيءَ کي هٿ ڪري.

بيت ٤٤- "پهلوان گهاٽن کي ننڍو پاڻي نظر ۾ نہ ٿو اچي. انهن جون اکيون، پاڻ وڃي اونهي پاڻيءَ جون خبرون لهن ٿيون." يعني معرفت جا صاحب دنيا جي مٽاچري (ظاهري شين) تي نہ موهبا آهن، پر ان ۾ اونهو وڃي حقيقي هستيءَ کي هٿ ڪندا آهن.

بيت ٤٥- "هنج پکي جيئن تہ موتي چڳيندو آهي، تنهنڪري اهو اونهي پاڻيءَ ۾ نظر ايندو، ڇاڪاڻ جو موتي اونهي پاڻيءَ جي تري ۾ هوندا آهن. اها ڪانيري جي عادت آهي، جو ننڍي پاڻيءَ جي مٿان لامارا ڏي، ڇاڪاڻ جو

ڪانيري جو قوت ننڍي مڇي هوندي آهي." هتي هنج مان مراد آهي الله جو طالب ۽ ڪانيري مان مراد آهي دنيا جو طالب.

بيت ۴۶- "اتر ۽ لاڙ ۾ جيڪي بہ دوست هئا، انهن سڀني کي آزمايوسون. آزمودي مان معلوم ٿيو، تہ پنهنجي پورهئي ڪانسواءِ ڪجهہ بہ هٿ حاصل نہ ٿو ٿئي." يعني ٻي جي آسري تي نہ لڳجي، پر پنهنجو ٻوٽو پار جي.

بيت ۴۷- "اي امڙ محبت ۽ وڏائي هڪ هنڌ گڏ ٿي نہ ٿا سگهن. صوفين جو انهيءَ ڳالهہ تي پورو پورو اتفاق آهي." شاهہ لطيف انهيءَ خيال کي هن طرح بيان ڪيو آهي:

"ٻن تراربن جاءِ، ڪانهي هڪ مياڻ ۾."

بيت ۴۹- دوست لاءِ پنهنجي پر يا پنهنجي ليکي سڙي پچي، پرڏيهہ کي پسجي. يعني محبوب جي ملاقات لاءِ پنهنجي ليکي ڏونگر ڏورجن. پر ڀاڻ باهر نہ ڪڍجي. ائين ڪرڻ سان ئي انهيءَ ملڪ ۾ وڃي پهچبو، جتي هوت حاصل ٿيندو، ۽ اهوئي حقيقي ساٿيهہ يا وطن آهي.

بيت ۵۰- جيڪي سڌ ڪرڻ تي اڇي سلامي نہ ٿيا ۽ منڊ تي موتي نہ آيا، تن لاءِ هينئر ملير ۾ ڪابہ جڳهہ ڪانهي. يعني: جن دنيا ۾ "قالوا بلیٰ" جو قول دل سان هنڊائي، الله تعاليٰ کي ياد نہ ڪيو، انهن جي عالم الارواح ۾ ڪابہ جڳهہ ڪانهي.

بيت ۵۱- "پاڻيءَ تي وينا آهن، تڏهن بہ بيوقوف پيا اڃ مرن. منلن وانگر دانهون تہ ڪن ٿا، پر دم نہ ٿا سڃاڻن." يعني: انسان ڪيڏا نہ بيوقوف آهن، جو الله تعاليٰ سندن ويجهو بہ آهي، تڏهن بہ ان جي رحمت کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ٿا ڪن. اجايون دانهون تہ پيا ڪن ٿا، پر پنهنجو پاڻ نہ ٿا سڃاڻن. الله تعاليٰ جي هن فرمان ڏانهن اشارو آهي: "نحن اقرب اليه من حبل الوريد" (اسان توکي ساهہ جي رڳن کان بہ ويجها آهيون). ڀٽائي صاحب فرمايو آهي:

"نحن اقرب اليه من حبل الوريد، تنهنجو توهي ساڻ."

بيت ٥٣- ”اوٺين، ڪاڪ کي وٺن سميت اورانگهي نہ سگهيو. جيتوڻيڪ راڻا گهڻن ئي ڳنن وارا هئا، تڏهن بہ رئندا ويا.“ يعني: معرفت جي واٽ ڏاڍي ڏکي آهي، ڪيترائي پانڌ يئڙا منزل مقصود تائين پهچي نہ سگهيا. ڪيترن حق جي طالبن ۾ جيتوڻيڪ گهڻيون ئي خوبيون هيون، تڏهن بہ منزل ماڻڻ لاءِ رت رئندا ويا.

بيت ٥٥- ”بيوقوف ماڻهو اصل کي نہ سمجهندا آهن، ۽ پوءِ اجايو هيڏانهن هوڏانهن نهاريندا آهن. جن اکين ۾ دوئي آهي، اهي پرين ڪيئن پسنديون.“ يعني: طالب کي گهرجي تہ دوئيءَ کي دور ڪري پاڻ کي پسي، تہ مشاهدو ماڻي. حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنہ جو قول آهي: ”من عرف نفسه فقد عرف ربه“ (جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو، تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو). صوفين، حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنہ جي انهيءَ قول تي گهڻو زور ڏنو آهي. شاه ڪريم بہ انهيءَ ئي قول جي تشريح ڪئي آهي.

بيت ٥٧- ”پرين سان پنندي، پنهنجي حياتي گذار. ڪو مانيون پائيندوءِ تہ ڪو پت پائيندوءِ.“ يعني: معرفت جي واٽ وٺي هلندو هل. ان مان توکي سڀ ڪجهہ حاصل ٿيندو.

بيت ٥٨- ”جيڪڏهن اوهان ڏاتار جو منهن ڏٺو هجي، تہ جيڪر ائين ڪڏهن بہ نہ سمجهو تہ هو ڪو ڪنهن جي ڏوهہ ڪان ڏمريو آهي، هو تہ پاڻ ماڻڪن جون منيون پري، اسانجي آڏو پيو اچي. يعني هو تہ پاڻ اسان کي هر طرح پيو نوازي. شاه لطيف فرمايو آهي:

”پرچي، تہ پل پري، ڏمرجي تہ بہ ڏي.“

مراد آهي: ٻنهي جهانن جي سردار، عالمن جي آڏار محمد مصطفيٰ ﷺ جي ذات بابرڪات سراپا رحمت آهي.

بيت ٥٩- درياه موج ۾ اچي پيو ڪن هڻي، ۽ سنبوهيون بہ ان ۾ موجود آهن. گهڻائي واجهہ وڌم، پر پرين ان ۾ نہ پيا. يعني: گهڻيون ئي ڪوششون ڪيم، ۽ حيلا هلايم، پر محبوب جو وصال حاصل نہ ٿيو.

بيت ٦١- ”اي داسڙا! جن جي جگر تي تنهنجو داغ آهي، تن تان تون

ڪيئن ٿو دل ڪٽين.“ يعني: اي منهنجا محبوب! جن کي تو پنهنجي عشق جي لنو لڳائي آهي، انهن کي پاڻ کان پاسي نه ڪر.

بيت ٦٣- ”ڪلاچيءَ جي ڪن مان ڪو به واپس نه وريو، ڪن پنهنجا رڃ وڃائي ڇڏيا، ۽ ڪي توبهه تائب ٿيا.“ يعني: الله تعاليٰ جي سرڪار ڏاڍي آهي، اتي ڪا به حيل حجت نه ٿي هلي. لطيف سائينءَ فرمايو آهي:

”حجت هوت پنهونءَ سين، مون ڪمينيءَ ڪيهي.“

بيت ٦٤- ”ڪلاچيءَ جي ڪن جي پرين پاسي ڪان ساٿين جو سڏ پڌڻ ۾ نه ٿو اچي. انهن گهاٽن جا مڪڙا، ڪنهن تڙ تي وڃي ڏسي.“ يعني: جيڪي هن جهان مان لڏي لاڏاڻو ڪري ويا، انهن جو احوال اسان وٽ ڪو نه ٿو اچي. انهن جو ماڳ ۽ مڪان توڪي هن جهان مان وڃڻ کان پوءِ ئي معلوم ٿيندو.

بيت ٦٥- ”جيئن ته جيڏين منهنجي جانيءَ جو جمال نه پسيو آهي، تنهن ڪري انهن تي کهڙو ڏوهه ڏجي. جيڪڏهن پرينءَ کي پسن ها، ته مون جيان مٿي کي هٿ ڏيئي روئن ها.“ بي بي زليخا به پنهنجي ساهڙين کي ائين چيو هيو، ته توهان يوسف نه ڏٺو آهي. جيڪڏهن ڏٺو هجيو ها، ته ائين هرگز نه چئو ها. پوءِ ساهيڙين کي صوف ڪپڻ لاءِ چيائين، ۽ هوڏانهن حضرت يوسف کي اتان لنگهي وڃڻ جو اشارو ڪيائين. جڏهن انهن حضرت يوسف جي جمال جو جلوو پسيو، ته صوفن ڪپڻ بدران هٿ ڪپي وڌائون. مطلب آهي، ته جڏهن معرفت جي مئي جي چڪي، چکبي تڏهن ئي ان جي لطف جو اندازو ٿيندو.

بيت ٦٦- ”سندن منهن سرها يا خوش آهن، ۽ ڪلهن تي ڪينرا (ساز) اٿن، يعني خوشيءَ جا راڳ پيا ڳائين. ڇاڪاڻ جو رات سپڙ چام سان ويهي ڪچهري ڪئي اٿن.

بيت ٦٧- ”هنجن جو اصل ماڳ مڪان کهڙو آهي، ۽ وري ڦيرا ڪٿي ٿا پائين؟! خدا ڪين ساڃهه ڏئي ته پنهنجي ماڳ تي موٽي اچن.“ يعني انسان

پنهنجو وطن وساري دنيا ۾ مستغرق ٿي ويو آهي، الله تعاليٰ کيس معرفت جي راهه ڏيکاري ۽ هو پنهنجي دل جي دريءَ کان ليئو پائي، حق کي سڃاڻي.

بيت ٦٨- "اي! امڙ خواب لهڻ اجايو آهي، ڇاڪاڻ جو ان تي ڪير اعتبار ڪندو؟ سمهڻ وقت گڏ هئا، پر جڏهن جاڳيس ته دوست نهي ئي ڪونه." يعني هيءَ دنيا فاني آهي، جنهن کي حقيقي وجود ڪونهي. ائين جيئن خواب، جنهن تي ڪوبه ڀروسو نه ڪندو. جيئن خواب اچي ختم ٿيڻ کان پوءِ ڪا به شيءِ نه ٿي رهي، تيئن دنيا جي حياتي به خواب وانگر گذري ويندي.

بيت ٦٩- اهو ملڪ (يعني وحدت جو مڪان، لامڪان) ٻين ملڪن جهڙو نه آهي. جتي پکين جو پير به نه ٿو پهچي، اتي ڪاهوڙين (الله وارن) ور ور ڏيئي پٽي وحدت جي باغ جا ميوا چونڊيا آهن، شاه لطيف به فرمايو آهي:

"اتي آديسين جو لڱو ڏگ درو."

بيت ٧١- جيستائين اکين کي روئي روئي خشڪ نه ڪبو، تيستائين محبوب جو مشاهدو حاصل نه ٿيندو، ڇاڪاڻ جو جن اکين ۾ ڪن ڪچرو يعني دوئي هوندي اهي پرين پسي نه سگهنديون. مطلب آهي ته، جيستائين خدا جي خوف کان روئي. دل کي دوئي پاڪ نه ڪبو تيستائين واحد جو وصال نه ٿيندو.

بيت ٧٣- هي بيت سيد صاحب، قاضي قاضن جي هيٺين بيت جي جواب ۾ فرمايو آهي:

سائر ڏيئي لٽ، اوچي نيچي پوڙئي،
هيڪائين هيڪ ٿيو، ويئي سڀ جهت.

ان جو مطلب آهي، ته "درياهه لٽ ڏيئي هيٺاهين مٿاهين زمين ٻوڙي ڇڏي، جنهن ڪري يڪي لس ٿي ويئي، ۽ سڀ طرف متجي هڪ ٿي ويا." ان جو مطلب آهي ته جهڙيءَ طرح درياهه جي ٻوڏ کان پوءِ هيٺاهيون مٿاهيون هڪ ٿي وينديون آهن، ۽ طرف جو سماءُ نه پوندو آهي، تهڙي طرح وحدت جي درياهه ۾ ڪثرت ملي، هيڪڙائي ٿي ويئي. يعني: جز، ڪل ۾ سمائجي ويو.

سيد صاحب ان بيت جي جواب ۾ هي بيت فرمايو، جنهن جو مطلب آهي،

تہ درياهہ سڀ ڪنهن هيناهينءَ مٿاهينءَ کي ختم نہ ٿو ڪري، ۽ نہ طرف ئي نابود ٿين ٿا، پر ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿا اچن. يعني جز جي ڪل ۾ ملڻ ڪانپوءِ بہ ان جي انفراديت ختم نہ ٿي ٿئي، پر ان جي انفراديت يعني اڪيلائي ڏسڻ ۾ نہ ٿي اچي. مطلب آهي، تہ طالب پنهنجو پاڻ فنا ڪرڻ ڪانپوءِ صفا ختم ٿي نہ ٿو وڃي.

شاهہ ڪريم جو هي خيال امام رباني جي وحدت الشهود جي ترجماني ڪري ٿو. امام رباني لکيو آهي، تہ ابن عربي وحدت الوجود جو بنياد ظل ۽ اصل جي عينيت تي رکيو آهي. پر ظل شيءِ عين شيءِ ٿي نہ ٿي سگهي. ظل تہ اصل جي مشابہ هوندو آهي. انهيءَ ڪري اصل ۽ ظل هڪ چئي نہ ٿو سگهجي. مثلاً جيڪڏهن ڪنهن شخص جو پاڇو ڊگهو ٿي وڃي، تہ ائين نہ چئبو، تہ اهو ماڻهو ڊگهو ٿي ويو. حضرت سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان اهو خيال پاڻي ۽ لهر جو مثال ڏيئي هن طرح سمجهايو آهي:

پاڻي لهر پسڻ ۾ برابر ٿيا،
ڪي اتي ئي اڙيا، ڪي لنگهي مقصد مڙيا.

بيت ٧۴- "محبوب جون ڪي ڳالهيون اهڙيون آهن، جي ڪٿي ڏنيون، نہ ٻڌيون. اهي واقعا ڏسي عقل حيران ٿي وڃي ٿو." سيد صاحب جنهن ڪيفيت جو اظهار ڪيو آهي، ان کي صوفين حيرت جو مقام سڏيو آهي. يعني انساني ذهن قادر جي قدرت جي سيني ڳالهين کي جڏهن سجاڻي نہ ٿو سگهي، تڏهن حيرت زده رهجي وڃي ٿو. آخر عقلِ ڪل جا عجائبات جز ۾ ڪيئن سمائجي سگهندا؟!

بيت ٧۵- "پاڻ ئي بادشاه آهي، ۽ پاڻ ئي پيغام ٿو موڪلي، پنهنجو انت پاڻ ئي لهي ٿو، ۽ پاڻ کي پاڻ ئي سڃاڻي ٿو." هن ۾ همہ اوست جو نظريو بيان ڪيو ويو آهي، جنهن موجب هر شيءِ ان ذات مطلق کان ئي ظهور ورتو آهي. انهيءَ ڪري صوفي چوندا آهن تہ هر شيءِ انهيءَ ئي وجودِ ڪل جو مظهر آهي. ڀٽ ڌڻي فرمائي ٿو:

"پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا."

سچل سرمست ساڳيو خيال، ساڳي ئي نموني بيان ڪري ٿو:

پنهون پنهون ٿي ڪريان، آءُ پڻ پنهون پاڻ،
اديون ٿيس اڃاڻ، جو ڪين پروڙيم پاڻ کي.
اهو ساڳيو ئي خيال شاه ڪريم پنهنجي ٻين بيتن ۾ به بيان ڪيو آهي.

بيت ٧٧- ”شروعات ۾ توکي ”لا“ مان پيدا ڪيائون.“ يعني الله تعاليٰ سڄيءَ ڪائنات کي عدم مان وجود ۾ آندو. انهيءَ ڪري شاه ڪريم چئي ٿو، ته جيئن هيءَ ڪائنات ڪين مان وجود ۾ آئي آهي، تنهن ڪري هن کي حقيقي وجود آهي ئي ڪونه. ٻانهي کي اها حقيقت ذهن نشين ڪرائڻ کان پوءِ ڪانئس پڇي ٿو ته، ”جڏهن توکي حقيقي وجود ئي ڪونهي، ته باقي ڇا تي ٿو تڏين ۽ مان مان ڪرين؟!“

بيت ٧٢- ”لا“ کي لوڏي نه ڪڍ، ۽ نه وري ”الا“ کي ئي لحظي جيترو دل تان لاهه. اهو جيڪو ماڻهن جو مظهر آهي، ان کي ڪيئن ٿو وڃين؟!“ يعني: نفيءَ جي منزل به ضرور ماڻ، جنهن جو مطلب آهي، پنهن جو پاڻ فنا ڪرڻ. پر ان کان پوءِ اثبات جي واديءَ ۾ به پير پاءِ، جنهنجو مطلب آهي، فقط هڪ ذات مطلق جي وجود جو اقرار ڪرڻ.

بيت ٧٨- ”جنهن چشمي جو اهو نور آهي، اوڏانهن ئي اهو رهنمائي ڪندو. ڳالهه جو مقصد به اهوئي آهي ۽ اهڙيءَ طرح سان ئي پيارو دوست پسجي ٿو.“ يعني: عربي مقولي ”ڪل شيءُ يرجع الي اصله“ (هر شيءِ پنهنجي اصل تي ويندي آهي) موجب فرمائي ٿو، ته جهڙيءَ طرح سان هر ڪا شيءِ پنهنجي اصل ڏانهن موٽي ٿي، تهڙيءَ طرح سان انسان جي اندر ۾ به جيڪو جانب جي جمال جو جلوو جاري ۽ ساري آهي، اهو به پنهنجي اصل ڏانهن رجوع ڪندو. مطلب آهي ته، جنهن پنهن جو پاڻ سڃاتو، ان پنهنجي رب کي سڃاتو: ”من عرف نفسه فقد عرف ربه.“

بيت ٧٩- ”اي سرتيون! پرين جو پير ڏاڍو ڏکيو آهي. جن کي ان جي ڄاڻ هئي، اهي به ان کي پروڙي نه سگهيا.“ يعني: قادر جي قدرت بي انت آهي، جنهن جو نه آهي شرو نه شمار. وڏا وڏا سياڻا ۽ سمجهه دار، فيلسوف ۽ مفڪر، هيئت دان ۽ رياضي دان به ان کي پوريءَ طرح سان سمجهي نه

سگهيا. هڪ صوفي شاعر چيو آهي:

"انت بحر دي ڪل نہ ڪائي، رنگي رنگ بنايا هي."

بيت ٨١- جن جو هنيون حاضر نہ آهي، ۽ جن جي اکين جي اڳو پنهنجي پياري دوست جو تصور نہ ٿو رهي، اهي جڻ ٺلهن، ڍانڍن ۽ بيڪار شين وانگر اجائي ۽ بي مقصد حياتي گذاري رهيا آهن.

بيت ٨٢- "دوست انهيءَ هنڌ ئي آهي، جنهن کي تو جهوپڙي ڪري سمجهيو آهي. جيڪڏهن در جو تاڪ پٽين تہ لوڪ کي خبر پئجي وڃي." يعني: پرين پاڻ ۾ ئي آهي. شاه لطيف فرمايو آهي:

"نائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو."

شاه ڪريم اهو ساڳيو خيال هڪ ٻي بيت ۾ بہ بيان ڪيو آهي.

بيت ٨٤- اي الله تعاليٰ! سڀ ڪجهہ تون ئي ڏيندڙ آهي، هي پڻ تنهنجو ڏنو آهي. انهيءَ پن يا گهر جي ڪري پاڻ هو بيوقوف آهي، چاڪاڻ جو هو چئي پنهنجو قدر وڃائي ٿو.

بيت ٨٥- "طرن وارا مڱتا، انن تي سوار ٿيو. خوشيءَ مان جهونگاريندا ٿا وڃن. چاڪاڻ جو رات سڀڙ چام ڪين نوازيو آهي، ۽ هو ڏينهن ڏٺي جو پرنور نظر اچن ٿا. انهن چارڻن جي چنتا لهي ويئي ۽ هاٿي گهوٽ (ڪامياب) ٿي گهر وڃن ٿا." يعني: حق جا طالب پنهنجي پيرِمغان کان مستفيض ٿي منزل مقصود تي پهچي ويا. پٽ ڏٺي پنهنجي پيرِمغان کي فيض لاءِ هن طرح ٿو عرض ڪري:

"تون پارس آءُ لوهہ، جي سگين تہ سون ٿيان."

بيت ٨٧- "مجازي عشق توکي پنهنجي موه ۾ گرفتار ڪري، ڪڏهن ڪسڪي هليو ويندو. پوءِ متان اکين کي راضي ڪري ڀروسو رکي ويهي رهين." يعني: مجازي شيءِ کي زوال ۽ فنائيت آهي. انهيءَ ڪري جنهن شيءِ ۾ بقا ۽ پختگي ڪانهي، انهيءَ جي آسري ۾ رهڻ حماقت آهي. انهيءَ ڪري صوفي چوندا آهن تہ جيڪڏهن مجازي عشق مان حقيقي واٽ حاصل نہ ڪئي ويئي، تہ وٿواند ٿي ويجبو. يعني فقط مجازي عشق تي ڀروسو ڪرڻ نقصان ڪار آهي.

فقير قادر بخش بيدل، پنهنجي عربي ڪتاب "فوائدالمعنوي" ۾ فرمايو آهي: "جنهن مجازي عشق مان، حقيقي عشق جي واٽ نہ ورتي، تنهن ڄڻ ٻت پوڄا ڪئي."

بيت ٨٨- هن بيت ۾ ٻڌايو ويو آهي، تہ عمل جو دارومدار اعتقاد تي آهي. جيڪڏهن اعتقاد صحيح آهي، تہ عمل ڪرڻ سان سٺو نتيجو ملندو. پر جنهن جو اعتقاد درست نہ آهي، اهو وٺواند ٿي ويندو. اها ڳالهہ اسلامي تعليم مطابق آهي. اسلام، ايمان لاءِ اعتقاد کي اوليت ڏئي ٿو. سيد صاحب هن بيت ۾ ٻڌايو آهي، تہ جن جو اعتقاد پختو آهي، اهي سولائي سان وڃي پار پهچندا. جن جي دلين ۾ شڪ شبها آهن، اهي پار پهچي نہ سگهندا.

بيت ٨٩- هن بيت ۾ سيد صاحب آزي ۽ نيزاري جي واٽ ٻڌائي آهي. چوي ٿو، تہ انسان خطا جو گهر آهي. هن کان ڪمزوريون، ڪوتاهيون، ۽ غلطيون ٿينديون رهن ٿيون. ان حالت ۾ جيڪڏهن هٿ ۽ وڏائي ڪندو ۽ پنهنجن ڪن نيڪين تي پاڻ پڏائيندو، تہ مالڪ کي نہ وڻندو.

بيت ٩٢- "گهوٽن جي اک جو اشارو ابتو آهي، ۽ سندن پڳ جا پيچ ڏنگا آهن. ڪمانون ڪڇي، پيڏي پر ڏيو، ڪڇ ولايت ۾ پيا گهمن." يعني: حقيقي عاشق پنهنجي عشق ۾ ڪامياب ٿيڻ ڪانپوءِ منزل مقصود جا مزا ماڻين ٿا. مطلب آهي، تہ پنهنجو پاڻ فنا ڪرڻ ڪانپوءِ حياتِ جاوداني‌ءَ جو لطف حاصل ڪئي ٿو.

بيت ٩٢- جنهن کي تو خامي سمجهيو آهي، اها سموري تو ۾ آهي. سڄڻ جو جيڪو ڪجهہ آهي، اهو سڀ سچ آهي. پٽ ڌڻيءَ فرمايو آهي:

"پرين سندي پار جي مڙئي مٺائي."

ٻي هنڌ فرمايو اٿس:

"ڪا مون ۾ گهٽ، نہ تہ سڄڻ ٻاجهندڙ گهڻو."

# قاضي قاضن جا بيت

## سوانح

قاضي قاضن بن قاضي ابوسعيد بن زين العابدين بکري، جا وڏا ٺٽي ۽ سيوستان ۾ رهندا هئا. سندس تڙ ڏاڏو قاضي ابوالخير بکر ۾ رهندو هو، جيڪو وڏو عالم فاضل ۽ زهد ۽ تقويٰ جو صاحب هو. قاضي قاضن پاڻ بہ وڏو عالم ۽ فاضل هو. قرآن حڪيم جو حافظ ۽ قراءت ۽ تجويد جو ماهر هو. حديث، فقه، تفسير، اصول، انشاء، تصوف ۽ ٻين عقلي ۽ نقلي علمن ۾ مهارت حاصل هئس. جوانيءَ ۾ سيد ميران محمد جونپوري جو مريد ٿيو، جيڪو مهدي سڏائيندو هو.

سن ٩٢٧ هہ (١٥٢٠ع) ۾ جڏهن شاه بيگ ارغون سنڌ تي حملو ڪري، ٺٽي ۾ قتل عام ڪيو، تڏهن قاضي قاضن جو اهل عيال بہ ٺٽي ۾ هو. قاضي قاضن هڪ درد انگيز خط شاهہ بيگ ارغون کي لکيو ۽ ان کان پوءِ اهو خوني طوفان اجهاڻو.

ان کان پوءِ قاضي قاضن جو شاهہ بيگ ارغون سان گهاٽو رستو ٿي ويو، ۽ هو ملڪي ڳالهين ۾ کانئس صلاح مصلحت وٺڻ لڳو. ڄام فيروز جي پيش پوڻ کانپوءِ سيوهڻ جي پرسان تلٿيءَ وٽ، شاهہ بيگ جي خلاف ڪيترائي سنڌي محبِ وطن پنهنجا لشڪر وٺي اچي ڪٺا ٿيا. انهن ۾ دريا خان جا پٽ: محمود خان ۽ منڻ خان، سوڍا سورهيہ: سارنگ خان ۽ رٺمل ۽ ٻيا شامل هئا. حضرت مخدوم بلال بہ انهن جي مدد ڪري رهيو هو. شاه بيگ، قاضي قاضن کي انهن ڏانهن موڪليو، تہ جيئن کين سمجهائي آڻ مڃڻ تي آماده ڪري، پر هنن قاضي قاضن کي پاڻ وٽ اچڻ ئي نہ ڏنو. آخر لڙائي ٿي، ۽ سمورا سنڌي سورما ڪسجي، سنڌ جو مان مٽانهون ڪري ويا.

ان کانپوءِ قاضي قاضن، شاهہ بيگ سان گڏجي سيوهڻ کان بکر ويو، جتي هن کيس بکر جو قاضي مقرر ڪيو. شاهہ بيگ جي وفات (٢٢ شعبان سنہ ٩٢٨ هہ مطابق ٨ جولاءِ ١٥٢٢ع) کانپوءِ سندس پٽ مرزا شاهہ حسن

جي ڏينهن ۾ ٻه ٻکر جو قاضي هو. ويهه سال نهايت احتياط ۽ ديانتداري سان قضا جو عهدو هلايائين. پڇاڙيءَ ۾ (شايد ٩٤٧ هه) ڏاري استعفيٰ ڏنائين، ۽ قضا جو عهدو سندس پاءُ قاضي نصرالله کي مليو. پڇاريءَ جا ڏينهن مدينې منوره ۾ گذاريائين، جتي سنڌ جا ٻه مشهور عالم قاضي عبدالله بن قاضي ابراهيم راهوتي ۽ شيخ عبدالله متقي ابن مولانا سعد در پيلوي سندس صحبتي هئا. سن ٩٥٨ هه مطابق ١٥٥١ع ۾ وفات ڪيائين. مشهور بزرگ حضرت ميان مير سيوهاڻي لاهوري جي والده، قاضي قاضن جي نياڻي هئي.

## بيت

قاضي قاضن جا ست يا اٺ بيت بيان العارفين ۾ ملن ٿا، جيڪي متن ۾ ڏنا ويا آهن. راقم الحروف هڪ پيري (سکر جي سوکڙي- سنڌي ڪلاسيڪي شاعري، سال ١٩٦٨ع، ص ٤) لکيو هو، ته "قاضي قاضن جي بيتن جي فن ۽ فڪر جي پختگي ٻڌائي ٿي، ته سندس بيت اٺ يا ست نه هوندا، پر بيتن جو تعداد گهڻو هوندو، ڇاڪاڻ جو ڪوبه پختو شاعر فقط ٻه ٽي بيت چئي بس ڪري نه ويهندو آهي." اهو رايو صحيح ثابت ٿي رهيو آهي. تازو روزانه هلال پاڪستان مورخه ٨ سيپٽمبر ١٩٧٦ع ۾ خبر آئي آهي:

"اوائلي سنڌي شاعر قاضي قاضن جا ١١٦ بيت هرياڻه ۾ روهتڪ لڳ راٺيلا مان هٿ آيا آهن. اها خبر آل انڊيا ريڊيو ڪلهه شام جو پنهنجن سنڌي خبرن ۾ ڏني آهي. نوان هٿ آيل بيت، پراڻي ديوناگري سنڌي ۾ لکيل آهن."

اهي بيت هير لکر گڏ ڪري، موجوده رسم الخط ۾ هندستان مان ڇپايا آهن. انهن جو جائزو سه ماهي مهراڻ ۾ اچي چڪو آهي.

بيان العارفين مان شاهه ڪريم جي زباني جيڪي ٿورا بيت هينئر اسان جي سامهون آهن، انهن مان ثابت ٿئي ٿو، ته هو سنڌي زبان جو باڪمال شاعر هو. اسان جي ڪلاسيڪي شاعري صحيح نموني قاضي قاضن کان شروع ٿئي ٿي. شاهه ڪريم، ڪيترائي بيت سندس بيتن جي پيران چيا آهن. اهو ڏيکاري ٿو، ته سندس بيت سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جو بنيادي پٿر آهن. معنوي لحاظ کان سندس بيتن ۾ تصوف جا نڪتا بيان ٿيل آهن. وحدت الوجود جو فڪر ظاهري مثالن ذريعي سمجهايو اٿس. هو ظاهري علمن کي نندي ٿو، ۽

انهن کي حقيقت جي واٽ ۾ وڏو اٽڪاءُ سمجهي ٿو. هيٺ سندس بيتن مان مکيه بيتن جي شرح ڏجي ٿي:

## سي ئي سبيل

جيڪو ظاهري علم مون پڙهيو هو، اهو طريقت جي واٽ ۾ واڳون ٿي اڳيان آيو. يعني: ظاهري علم باطني اسرارن جي سمجهڻ ۾ وڏو اٽڪاءُ يا حجاب آهي. اهو نظريو گهڻن ئي صوفين بيان ڪيو آهي. شاه صاحب فرمائي ٿو:

الا! ڏاهي مَ ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن،
مون سين مون پرين، پورائيءَ ۾ پال ڪيا.

قاضي قاضن جا پيا بيت، "ڪنز قدوري ڪافيا ڪينڪي پڙهيوم"، "ڪنز، قدوري ڪافيا، پڙهي پڙهيوم سڀ"، ۽ "لوڪان نحو صرف." انهيءَ ئي خيال جي اپٽار ڪن ٿا.

## لا لا هيندي

هن ۾ قاضي صاحب همه اوست جو نظريو بيان ڪيو آهي، جنهن موجب: سڀ ڪنهن شيءِ انهي ئي وجود ڪل کان وجود ورتو آهي. انهيءَ ڪري قاضي صاحب چوي ٿو، ته حقيقت ۾ نفي آهي ئي ڪانه، يعني دنيا ۾ ڪنهن کي به وجود ڪونهي. انهيءَ ڪري هو چوي ٿو، ته جيئن ته نفي آهي ئي ڪانه، تنهن ڪري ان کي دور ڪرڻ جو به ڪو ضرور ڪونهي. قاضي صاحب پنهنجي بيان کي زور دار بنائيندي، قسم کڻي چوي ٿو ته: خدا جو سنهن پرين کان سواءِ مون کي ٻيو ڪجهه به ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي.

## سڄڻ منجهه

پرين پاڻ ۾ ئي آهي، پر ان جي چوٽ جو حلوه پسڻ لاءِ ظاهري حواسن تان دست بردار ٿيڻو پوي ٿو. پرينءَ جي پسڻ کان پوءِ دنيا ۽ ماسوا جو خيال نه ٿو رهي. قاضي قاضن جو مطلب آهي، ته جيڪڏهن هڪ دفعو اکيون کليون ۽ جسماني علم جو احساس ٿيو، ته اهو محبوب من مان هليو ويندو. پوءِ ڪيتري به ڪوشش ڪبي ۽ واجهه وجهبا، تڏهن به اهو هٿ نه ايندو.

***

# بيان العارفين ۾ آيل پيا بيت

## ڦٽيون ڪر

چتين لڳل ڪپڙا نہ پاءِ، پر جيڪي ڪپڙا وٺني سي پاءِ، ۽ پٽڪي ڪي پلي ڏنگا وڪڙ ڏي. يعني: فقيريءَ لاءِ ظاهريءَ طرح سادي پوشاڪ ضروري نہ آهي.

## اڪڙيون ملير

”جن جون اکيون رات ڏينهن ملير ۾ آهن، انهن آسائتن سان، اي عمر تون هينئر ڪهڙي ڪار ڪندين؟“ يعني: جن جي دل هميشه پنهنجي رب سان رليل رهي ٿي، انهن کي دنيا جي طمع جي لهر لوڏي نہ سگهندي.

## چارئي پلوَ چڪ

”چادر جا چارئي پلو چڪ ۾ خراب ٿيل اٿيئي، ۽ وري پڇين ٿو، تہ چادر کي ڪبوتر جي وٺ تہ نہ لڳي؟ اهڙي احتياط ڪان توتي حيف هجي.“ يعني: اندر، ڪوٽ ۽ ٻيائي سان خراب ٿيل آهي، ۽ هوڏانهن تنهنجو زور آهي ظاهري صفائيءَ تي. اندر جي صفائيءَ کانسواءِ ظاهري صفائي ڪهڙي ڪم جي.

فصل ڇهون

# اهي بزرگ، جن جو ذڪر بيان العارفين ۾ آيل آهي.

### سيد ابراهيم

پرڏيهي پير جي نالي سان مشهور آهي. سندس مقبرو بلڙيءَ جي پسگردائي ۾ آهي. (١)

### شيخ ابراهيم

رڪن پور جو وينل هو، ۽ شيخ ريحان جي اولاد مان هو شيخ ريحان جهنگليءَ جو اصل نالو چنيسر هو ۽ ذات جو سومرو هو. تحفتہ الڪرام جي روايت موجب: حضرت قلندر شهباز ۽ شيخ رڪن الدين ملتاني، شيخ ريحان سان ملاقات ڪئي هئي. شيخ رڪن الدين جي آمد جي ڪري ئي ان ڳوٺ تي اهو نالو پيو هو. (٢) حضرت قلندر شهباز ۽ حضرت رڪن الدين ملتانيءَ جو گڏجي اچڻ صحيح نہ آهي، ڇاڪاڻ جو حضرت رڪن عالم، حضرت قلندر شهباز جي دوست حضرت غوث بهاءالحق جو پوٽو هو. تحفتہ الڪرام جي روايت موجب: شيخ ابراهيم سيد صاحب جو همعصر هو، ۽ سيد صاحب جو دوست ۽ پير ڀائي سيد علي ثاني سندس زيارت لاءِ آيو هو (٣)

### مخدوم آجب لانگاهہ

مخدوم صدو لانگاه جو فرزند ۽ نصرپور جو وينل هو. مخدوم وڏو بزرگ ۽ توڪل جو صاحب هو. تحفتہ الڪرام موجب: متيارن جا سيد گهڻو ڪري مخدوم صدوءَ جا مريد هئا. (٤) مخدوم صاحب بہ پيءُ وانگر وڏو بزرگ ۽ توڪل جو صاحب ٿي گذريو آهي.

### مخدوم احمد ولد هوتي لاڪو

شيخ هوتي دشت باران جو وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي، ۽ ساڪري جي ڪناري تي "موورياڻي" ڳوٺ ۾ مدفون آهي. ڪيس محمد ۽ احمد نالي ٻہ فرزند هئا، جي ٻئي ڀائر الله وارا بزرگ هئا. سندن تربتون پيءُ جي تربت جي

(١) تحفتہ الڪرام، ج ٣، ص ١٧١-١٧٢

(٢) ايضاً، ص ٧٦-١٧٧ (٣) ايضاً، ص١٧٧

(٤) ايضاً، ص ١٦٨

پر ۾ آهن. (١)

## احمد رونجهو

ذات جو رونجهو هو. "اپلان" جو ويٺل ۽ سيد صاحب جو همعصر هو. (٢)

## آچر

اصل ٺٽي جو پوڳڙي هو. پر پوءِ اهڙيءَ ڪماليت جو صاحب ٿيو، جو سيد علي ثاني شيرازيءَ به ڪاٺس فيض پرايو. سيد علي ثاني سندس ايتري تہ خدمت ڪندو هو، جو عام ماڻهن جي منهن تي، بزار وچ ۾ ويهي ڪيس زور ڏيندو هو. سيدن جڏهن ڏٺو تہ سندن اولاد هڪ پوڳڙي جي خدمت ڪري رهيو آهي، تڏهن ڪيس شهر ڪان ٻاهر ڪڍائي ڇڏيو. هو گجرات هليو ويو. سيد علي ثانيءَ پڇاڙي وچي سڪرات جي حالت ۾ ڪيس لڌو. (٣) سيد علي ثاني ان ڪان پوءِ مخدوم نوح جو مريد ٿيو.

## مخدوم آدم سميجو

"ڪلي" ڳوٺ جو ويٺل هو. تحفتہ الڪرام موجب سيد صاحب هن بزرگ ک بہ فيض پرايو. (٤)

## مخدوم اسماعيل

اگهم ڪوٽ جو ويٺل هو، جنهن تي اهو نالو اگهم لوهاٽي جا نالي پئيان پيو. تمام شاهوڪار هوندو هو، ۽ قسمين قسمين طعام ۽ شربت ٺاهي حقدارن، شاگردن ۽ مسافرن کي ڏيندو هو، پر پاڻ جَوَنِ جي ماني کائيندو هو. ٩٩٨ هہ ۾ وفات ڪيائين (٥)

## بادو

هي درويش نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) پرڳي جي ڳوٺ "ناياهو" جو ويٺل هو. مخدوم نوح جو مريد هو. (٦)

## مخدوم بلال

وڏو محب وطن بزرگ ٿي گذريو آهي. وڏو عالم، فاضل ۽ زهد ۽ تقويٰ

(١) ايضاً ص ١٤٣
(٢) تحفتہ الڪرام، ج ٣، ص ١٧٠
(٣) ايضاً ص ١٧٢
(٤) ايضاً ص ٧٢
(٥) ايضاً ص ١٦١
(٦) ايضاً ص ١٧٧

جو صاحب هو. تصوف جي سهروردي، طريقي جي شاخ ڪبرويہ سهرورديہ سان وابستہ هو، جنهن جو باني، سهروردي طريقي جي باني حضرت شيخ ابو نجيب عبدالقاهر سهروردي جي وڏي خليفي عمار ياسر جومريد شيخ نجم الدين ڪبرڳي هو. مخدوم بلال جي فيض مان جيڪي مستفيض ٿيا، انهن مان سيد حيدر سنائي (وفات ٩٣٧ هہ)، مخدوم ساهڙ لنجار ( جنهنجو مقبرو انڙپور جي مٿان آهي)، قابل ذڪر آهن. جڏهن شاه بيگ ارغون ٩٦٦هہ ۾ سنڌ تي ڪاهي آيو، ۽ فيروز تغلق کي شڪست ڏيئي، ٺٽي تي قبضو ڪري، اچي سيوهڻ ۾ ويٺو، تڏهن مخدوم صاحب سنڌ جي محب وطن سردارن کي شاه بيگ جي خلاف اياريو. نتيجي ۾ ٺلٽيءَ جي ميدان تي قومي يڌ لڙندي ڪي ٺي ڪونڌر ڪسي ويا، سنڌ غيرن جي غلاميءَ ۾ اچي ويئي. هي واقعو سن ٥٣٧هہ ۾ ٿيو. عوامي روايت آهي، تہ ان کان پوءِ شاهہ حسن ارغون ڪوڙي فتوڳي وٺي کيس شهيد ڪرايو. ٩٢٧هہ ۾ مخدوم صاحب شهيد ٿيو. پارسيءَ ۾ شعر بہ چيو اٿس. مير علي شير قانع سندس هيءَ رباعي ڏني آهي: (١)

در راه خداز سر قدم بايد ساخت
سرمايہءِ اختيار- خودمي بايد باخت
ڪفر است بخود نمائي بردن بجهان
ازخويش برون شده سويس ببايد تاخت

## بهاءالدين گودڙيو

ذات جو ميمڻ، ۽ ٺٽي جو ويٺل هو. پهريائين ٺٽي جي درويش موسڳي جو مريد هو، پوءِ مخدوم نوح جو مريد ٿيو. وڏو عالم فاضل هو. لکڻ پڙهن سان ايڏو شوق هوندو هوس، جو ڪائڻ وقت، گرمہ وات ۾ وجهي، ٻي گرمہ کڻن تائين ڪجهہ لکي وٺندو هو. هڪ عاليشان لئبرري هيس، جا ان وقت جي ٺٽي جي مغل گورنر شريف الملڪ يڪ چشم بي درديءَ سان ساڙائي ڇڏي. جنهن ڪري نادر ڪتابن جو وڏو ذخيرو اسان تائين پهچي نہ سگهيو. حقيقت هن طرح آهي، تہ ١٠٢٥هہ ۾ شهزادو شاه جهان پيءَ کان ناراض ٿي سنڌ ۾ آيو. شريف خان کيس نہ سنو، ۽ مقابلو ڪيو. اهڙيءَ طرح ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ شهزادو دعا پنڻ لاءِ حضرت گودڙئي جي خدمت

(١) مقالات الشعرا، ص ٩٢

۾ آيو. حضرت گودڙئي، گورنر جو ڪوبہ لحاظ نہ رکندي، شهزادي جو آدر ڀاءُ ڪيو ۽ ڪيس مهماني ڏني. انهيءَ تي گورنر ڪاوڙجي سندس عظيم الشان ڪتب خاني کي باهه ڏياري، هينئر سندس هٿ جي لکيل ڪتابن مان حضرت مخدوم نوح جو قرآن شريف جو ترجمو ۽ تفسير باقي بچيو آهي. جو هن ١٠١٣هہ ۾ مخدوم نوح جي ہي مريد سيد ابوبڪر لکياريءَ (لکياري واري) لاءِ لکيو. اهو قلمي نسخو هينئر جناب طالب المولى جن وٽ آهي. تازو اهو فارسي ترجمو سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿيو آهي. سندس وفات جي تاريخ معلوم نہ آهي. غالباً يارهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ سندس وفات ٿي. سندس مزار مڪليءَ تي ميان مٺي جي مزار جي پرسان آهي.

**پيرو پنو**

سندس ٿورو ذڪر اڳ ۾ اچي چڪو آهي. سندس اصل نالو حسين لقب شاهہ عالم ۽ ڪنيت ابوالخير هئي، پر "شيخ پنو" جي نالي سان مشهور ٿيو. سندس والد جو نالو راڄپار ۽ والده جو نالو سلطاني هو، جا مراد بن شرفو جي نياڻي هئي. ذات جو اپلان هو ۽ ٺٽي جي پرسان "آري" (١) جو ويٺل هو. سنڌ جي قديم بزرگن مان هڪ وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي. تحفة الڪرام جي صاحب لکيو آهي (٢) تہ، شاهه جميل گرناري (سيد عبدالهادي بن سيد عبدالعطاس) بہ سندس مريد هو. سندس مقبرو شيخ پني جي پرسان آهي، ۽ شيخ پني جي جتي هينئر مزار آهي، اتي هميشه عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول هوندو هو. تحفته الڪرام جي صاحب سندس بزرگي ۽ ڪمال جي اعتراف ۾ علامہ قاضي محمود جا لفظ نقل ڪيا آهن. (٣)

حضرت قلندر لعل شهباز جو همعصر هو. روايت آهي تہ حضرت قلندر شهباز ۽ حضرت غوث بهاؤالحق سير و سفر ڪندا اچي ساٽس غار ۾ مليا.

(١) "آري" ٺٽي جي ڏکڻ ۾ ڏيڍ ميل جي مفاصلي تي آهي. مخدوم ملا آري هڪ بزرگ هو، جو حضرت سيد علي شيرازي جي ارادتمندن مان هو. ڀريائين ڪينجهر ڍنڍ جا ملاح ۽ مڇي ماريندڙ قوم گندرا پير آريءَ جا مريد هئا، پر جڏهن سيد علي شيرازي جو مريد ٿيو، تڏهن انهن کي نذر طور انهي سلسلي ۾ داخل ڪيائين. (تحفته الڪرام ج ٣، ص ١٨١، ۽ تحفتہ الطاهرين، ڇاپيل سنڌي ادبي بورڊ ص ٩) جيئن تہ ملا آري، پير پني کان پوءِ جو آهي، تنهن ڪري اهو نالو پوءِ مروج ٿيو آهي.

(٢) ايضاً ج، ٣ ص ٢٥٢ ۽ ٥٣

(٣) ايضاً، ج ٣، ص ٢٥٢

ٻنهي بزرگن جي نظر فيض اثر ڪري پير پٺو ولايت جي ڪماليت کي وڃي پهتو. تحفته الڪرام جو بيان آهي تہ: سندس سجاده نشين صاحب ڪمال بزرگ ٿي گذريا آهن. تحفته الڪرام جي صاحب جي ڏينهن ۾ "شيخ ساجن" سجاده نشين هو. (۱) ٦۴٦هہ ۾ وفات ڪيائين (۲) ۽ انهيءَ پهاڙ تي ڪيس دفن ڪيو ويو. جنهن جي غار ۾ عبادت ۾ مصروف هوندو هو. ۱۲ ربيع الاول تي، سندس مزار تي ميلو لڳندو آهي. ٺٽي جي عوام جي ساڻس ڏاڍي عقيدتمندي رهي آهي. حديقة الاولياءَ جي صاحب سندس تعريف ۾ شعر لکيو آهي.

فيروز شاه تغلق سنہ ۷۷۲هہ ۾ ٺٽي تي ڪاهہ ڪئي. ان وقت ٺٽي جو حاڪم ڄام بابينو هو. هن سندس مقابلو ڪيو. قدرت ڏٺيءَ جي فيروز شاه جي لشڪر ۾ ڏڪر اچي پيو. اهو حال ڏسي فيروز شاه لشڪر وٺي گجرات هليو ويو. ٺٽي جا ماڻهو ڏاڍا خوش ٿيا ۽ ان کي پير پٺي جي برڪت سمجهيائون.

فيروز شاه جي مؤرخ شمس سراج عفيف تاريخ فيروز شاهيءَ ۾ لکيو آهي:

"و اول کرت کہ سلطان فيروز از ٺٽہ بہ غرض سمت گجرات باز گشت ٺٽيان اين سخن راورد حجت ساختندو ميگفتند "برکت" شيخ پٺها اک موا اک کٿها". هت "اک موا" محمد تغلق ڏانهن اشارو آهي، جو ٺٽو فتح ڪري نہ سگهيو ۽ واٽ تي مري ويو جڏهن تہ "اک کٿها" فيروز تغلق ڏانهن اشارو آهي، جو ٺٽو فتح ڪرڻ کان سواءِ هايو ويو. اصل عبادت هن طرح بيهندي:

"ببرکت پير پٺو، هڪ مئو ٻيو ٺٺو"

### درويش پلي

ذات جو سميجو هو ۽ ساڪري درياه جي ڪناري تي رهندو هو. شيخ هوتي بن لاکي جو دوست هو. ڏاڍو خوش طبع هوندو هو. (۳)

### فقير جوڻو

هي بزرگ ٻنوري پرڳڻي جي ڳوٺ "دبي" جو وينل هو ۽ شاه ڪريم جو همعصر هو. بزرگي ۾ مشهور هو. (۴)

(۱) تحفه الڪرامؒ ص ۲۵۳ (۲) ايضاً، ص ۱۵۴ (۳) ايضآ، ص ۱۷۱

**درويش چوڪس**

"ڏنو" سرڪيءَ جو فرزند ۽ چاچڪن جي سرڪار جي ڳوٺ "ونگو" جوينل هو. وڏو سالڪ ۽ ڪامل هو. ڪيترائي سندس نظر فيض اثر کان مستفيض ٿيا. مخدوم بلال جو همعصر هو. ان سان محققانہ ملاقات بہ ڪئي هئائين. (۱)

**مخدوم حسن هوبوه (هوپاڻي)**

"ٻرڪ" پرڳڻي جي ڳوٺ "دائرو" جو وينل هو. وڏو بزرگ ۽ ولايت جو صاحب ٿي گذريو آهي. (۲)

**قاضي حسن**

ٻنوري پرڳڻي جي "هتڙي" ڳوٺ جو وينل هو، وڏو عالم، ۽ سلوڪ جو صاحب ٿي گذريو آهي. شاه ڪريم جو همعصر هو. (۳)

**شيخ حسين سيتو**

ٻنوري پرڳڻي جي ڳوٺ "ڳلهوٽ" جو وينل هو، سماع جو ايترو تہ شائق هو، جو هڪ دفعي ڪنهن عالم کان پڇيائين، "بهشت ۾ سماع هوندو؟" عالم وراڻيو "نہ" فقير چيو، "پوءِ اسان جو بهشت سان ڪهڙو ڪم" (۴)

**درويش حسين گاذر**

سهاڙ جو وينل ۽ شاه ڪريم جو همعصر هو. حال ۽ قال جو هي صاحب اصل ڏوہي هو. (۵)

**سيد حيدر**

سن جو وينل هو، ۽ مٽياري سيدن جي قبيلي "مئين پوٽہ" مان هو. عمر هليہ ۾ مخدوم بلال جي صحبت ۾ رهي وڏي مرتبي کي پهتو. مخدوم بلال جو، وڏو خليفو هو، ۽ ٽلٽيءَ واري قومي يد ۾، جا شاه بيگ ارغون جي خلاف سنڌ جي قوم پرستن طرفان لڙي وئي. قوم پرستن جو وڏو مددگار هو. شاهہ

---

(۱) تحفتہ الڪرام، ج ۳، ص، ۱٦٥-۱٦٦
(۲) ايضاً ص ۱۷۱،
(۳) ايضاً
(۴) ايضاً ص ۱۷۴
(۵) ايضاً ص ۱۸٦

يگ سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ ڪيس سن ۾ نظربند رکيو هو، ايتري تائين جو هن ٩٣٧هه ۾ وفات ڪئي. (١) سنڌ جو برک ليڊر سيد غلام مرتضيٰ شاه (جي ايم سيد) سندس اولاد مان آهي.

## درويش دائود

لتي جي پسگردائيءَ ۾ دائود ڍنڍ تي سندس مزار آهي، جا سندس نالي پٺيان مشهور آهي. تحفته الڪرام جي صاحب لکيو آهي: ”ڄڃي ٿو ته سيد مراد شيرازيءَ جو همعصر هو.“ (٢) سيد مراد، سيد علي اول جو پاٽ ۽ سيد احمد جو فرزند هو. سندس ولادت ٨٣١هه ۾ ۽ وفات ٨٩٣هه ۾ ٿي. (٣) يعني هو نائين ”صديءَ هجريءَ ۾ ٿي گذريو.

## رڪن الدين

”ڏنو“ جو فرزند ۽ دشت باران پرڳڻي جو وينل هو. وڏو درويش ۽ الله جو مقبول بندو هو. گهڻو ڪري عبادت ۽ رياضت ۾ مصروف رهندو هو. پوين ڏينهن ۾ وجد جي غلبي ۽ ذڪر جي جوش کان سندس عجيب حالت ٿي پيئي هئي. ٩٨٨ع ۾ وفات ڪيائين. (۴)

## حاجي سورو

جوڻ پرڳڻي جي ڳوٺ ”دڙو“ جو وينل هو. مخدوم نوح، اسماعيل چاڪي، سيد رڪن الدين ۽ سيد عبدالڪريم جي صحبتن مان فيض پرايائين. ڪيترائي مريد هئس. (۵)

## مخدوم ساهڙ لنجار

انڙپور جو وينل هو، جو ڄام انڙ آباد ڪيو. مخدوم بلال جو مريد ۽ خليفو هو. مٽيارين جا سيد سندس مريد هئا. انهن مان سيد رڪن الدين جو نالو قابل ذڪر آهي، جو وڏو عالم، فاضل ۽ تقويٰ جو صاحب هو ۽ مٽياري سيدن جي ”جرار پوٽه“ شاخ مان هو. تحفته الڪرام جي روايت آهي، ته مخدوم ساهڙ جي مجلس ۾ دنيوي گفتگو ڪڏهن نه هلندي هئي، جنهن تي

---

(١) معصومي ص، ٢٠۵ ۽ تحفة الڪرام، ج ٣، ص ١۴٢
(٢) تحفة الڪرام، ج ٣، ص ٢۵٢
(٣) ايضاً ص ١٨٩-١٩٠
(۴) ايضاً ص ١۴٧
(۵) ايضاً ص ١٦٣

۾ توجہ ڪندو هو. اهو ولايت جي درجي کي رسي ويندو هو. (١) تحفة الڪرام جي صاحب سندس هڪ قول ۾ ڏنو آهي. جو هن طرح آهي. ”مون پير کان ٻڌو آهي، تہ جنهن ۾ ٿي گڻ ڏسو، انهيءَ مان ضرور فائدو وٺو. هڪ تہ سندس اڳيان وهو، تہ اوهان کي خدا ياد اچي، ٻيو تہ جيڪي ڳالهائي سو توهان جي دل ۾ ويهي وڃي، ٽيون سندس محبت ڇڏڻ توهان کي ڏکي لڳي“ (٢) مخدوم صاحب جي وفات ڏهين صدي هجري جي ٻي چوٿائيءَ ۾ ٿي.سندس مقبرو انڙپور اسٽيشن جي پر ۾ ٽڪريءَ تي آهي.

### درويش سليمان

اگهم ڪوٽ يا اگهماٽي ڪوٽ جو رهاڪو هو. سيد صاحب جو همعصر هو.

### صابو سومرو

ٻنوري پرڳڻي جي ڳوٺ ”هٽڙي“ جو وينل هو. مخدوم نوح جي فيض کان مستفيض هو. (٣)

### صالح

”ڪڪرالي“ جو وينل هو. هزار هجريءَ کان اڳ ٿي گذريو آهي. وڏو اهل الله هو. (۴)

### صدو لانگاهہ

”ٻنوري“ پرڳڻي جي ڳوٺ ”نصير سومري“ ۾ سندس مزار آهي. ملا آجب جو والد هو. جنهن جو ذڪر اڳ ۾ اچي چڪو آهي.

### سيد عبدالحڪيم

سندس مزار ٺٽي جي پسگردائيءَ ۾ درويش دائود جي قريب زيارت گاهہ آهي. درويش آچر جو همعصر هو، جنهن جو ذڪر مٿي تي آيو آهي. (۵)

### مخدوم عبدالرشيد ”بصير“

تحفة الڪرام ۾ عبدالرشيد جي نالي سان ڪيترائي بزرگ ۽ عالم ڄاڻايل آهن. هڪ، هالا ڪنڊيءَ جو مخدوم عبدالرشيد، جنهن کان پنهنجي بزرگن

(١) تحفتہ الڪرام، ج ٣، ص ١۵۴
(٢) ايضاً ص (٣) ايضاً ص ١٧١ (۴) ايضاً ص ١٧۴
(۵) ايضاً، ص ٣۵٢

مخدوم محمد ۽ احمد فيض پرايو. (۱) پيو، نٽي جو عالم سگورو (۲) ٺٽيون لاهري بندر جو ملا عبدالرشيد، جو مشهور فقيه ۽ ناليرو شاعر هو. مرزا غازيءَ سندس صحبت ۽ شعر پسند ڪري، کيس گهرائي پاڻ وٽ رکيو، ۽ ”خاني“ جي خطاب سان سرفراز ڪيو. (۳) چوٿون، شيخ عبدالرشيد جو ٺٽي جي قاضي عتيق الله جو پٽ هو. (۴) اسان جو مخدوم عبدالرشيد، ”ملا عبدالرشيد“ لاهري بندر وارو ٿي سگهي ٿو، ڇاڪاڻ جو مرزا غازي، شاه عبدالڪريم جو همعصر هو.

## سيد علي ثاني

وڏو عالم، اديب، شاعر ۽ اهل دل بزرگ ٿي گذريو آهي، نه فقط عوام جي ساڻس عقيدت هئي، پر حاڪم به وڏي عزت ڪندا هئس. حاڪمن وٽ وڏو اثر رسوخ هوس. سيد صاحب ٺٽي جي انجوي شيرازي سيدن مان هو. سندس والد بزرگ جو نالو سيد جلال بن سيد علي اول هو. سندس پڙ ڏاڏو سيد احمد (تولد شيراز ۷۵۷ هه وفات سنه ۸۴۵ هه) پنهنجي والد بزرگوار سيد محمد (وفات ۱۰ محرم ۸۰۰ هه) سان گڏ سنڌ ۾ آيو. سيد صاحب مخدوم نوح جو مريد ۽ شاه ڪريم جو صحبتي هو. ان کان سواءِ وقت جي ٻيا بزرگ، فقير، عالم ۽ درويش به ساڻس ملاقاتون ڪندا هئا. مخدوم نوح کان اڳ هن درويش آچر کان فيض پرايو، جنهن جو ذڪر هن کان اڳ اچي چڪو آهي. کيس سماع جو ڏاڍو شوق هوندو هو. قاضين ۽ مولوين جي روڪڻ جي باوجود مڪليءَ تي سماع جون محفلون باقاعده لڳارائيندو رهندو هو. عالم ۽ فاضل هجڻ سان گڏ، سنڌي ۽ فارسيءَ جو سٺو شاعر به هو.

معارف الانوار جي صاحب سندس هڪ سنڌي ڏوهيڙو ڏنو آهي، جو هيٺ ڏجي ٿو:

سرتن سانگ سکن جو، مون کي رويو رهائين،
آءُ ٿي هلان هوت ڏي، هو ٿيون واريو وهارين،
وريتوين ورن سين، وينيون گهر گهارين،
کهندا ٿيون ڪارين، ڪانه هلندي هوت ڏي.

(۱) تحفة الڪرام، ص ۱۴۹ (۲) ايضاً ص ۲۲۲
(۳) ايضاً ص ۲۴۲
(۴) تحفة الڪرام، ج ۳، ص ۲۲۶ (۵) ايضاً ص ۲۲۶

ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ شاه ڪريم جي زماني ۾ بيت چئڻ سٽن تائين چوڻ ۾ آيو ٿي. تحفة الڪرام (ص ۱۸۸) ۾ سندس وفات جو سن ۹۷۱ ھ آهي. تاريخ معصومي ۾ بہ ۹۷۱ ھ ڄاڻايل آهي، پر جيڪو فقرو ڏنل آهي. ان مان ۹۸۱ ھ برآمد ٿئي ٿو. حديقة الاولياء جي صاحب سيد عبدالقادر بہ ۹۸۱ھ ڄاڻايو آهي. معارف الانوار واري بہ ۹۸۱ ھ ڏنو آهي. اسان بہ ۹۸۱ھ صحيح سمجهون ٿا. معارف الانوار ۾ سندن ولادت جي تاريخ ۸۹۱ھ آيل آهي.

### عمر بودلو

هڪ مجذوب بزرگ هو. پهرين ڏينهن ۾ ماٺهن ڪان ٿهندو هو، ۽ جهنگلن ۽ جبلن ۾ گذاريندو هو. پوين ڏينهن ۾ اچي "اگهم" ڳوٺ ۾ رهيو. وفات اتي ئي ڪيائين، ۽ دفن بہ اتي ئي ٿيو. درويش "ونهيون" ساٿس مريدن جهڙيون صحبتون ڪندو هو. (۱)

### قاسم ڪوري

هالن جو ويٺل جو، ۽ مخدوم نوح جو مريد هو. ڪورڪو ڪم ڪندو هو. (۲)

### درويش قطب

مخدوم نوح جو مريد هو. هڪ دفعي ڳوٺ بوبڪ ۾ تصوف جي مسئلن تي عالمن سان سندس مباحثو ٿيو، جنهن ۾ تصوف جا مسئلا عقلي دليلن سان سمجهائيندي عالمن کي لاجواب ڪري ڇڏيائين. (۳)

### لڏو بهار

هي بزرگ بہ مخدوم نوح جو مريد هو. (۴)

### پير لاکو

ڪڪرالہ پرڳڻي جي "بڪار" ڳوٺ ۾ مدفون آهي. شاهہ ڪريم جي وقت ۾ ممتاتي ۾ هو. (۵)

---

(۱) تحفة الڪرام، ج ۳، ص ۱۹۲
(۲) ايضاً ص ۱۹۱
(۳) ايضاً، ص ۱٦۸
(۴) ايضاً
(۵) ايضاً ۱۷۴

## شيخ محمد

شيخ هوتي لاکي جو فرزند، ۽ شيخ احمد جو ڀاءُ هو.

## مهراڻ نهڙيو

شاهہ ڪريم جو همعصر هو. سندس وڌيڪ احوال نہ ٿو ملي.

## ميرڻ ڪاتيار

نصرپور پرڳڻي جو ڳوٺ ڪاتيار جو وينل هو. پهريائين مجذوبيت جي ڪيفيت طاري هئس. شاهہ ڪريم کيس مخدوم نوح جي خدمت ۾ وٺي ويو، جنهن جي هڪ ئي نظر کيس معرفت جي وڏيءَ منزل تي پهچائي ڇڏيو. (١)

## درويش موسو

جوڻ جي پسگردائيءَ ۾ رهندڙ هو. بهاءُالدين گودڙيو پهريائين هن بزرگ جو مريد هو.

## مراد شيرازي

سندس نالو سيد محمد حسين ۽ لقب مراد هو. انجوي شيرازي سيدن مان سيد احمد جو فرزند هو. سيد علي ثاني سندس ڀاءُ سيد علي اول جو پوٽو هو. ٨٣١ هہ ۾ سندس ولادت ٿي، جا "قرة العين" مان نڪري ٿي. ڄمڻ سان اکيون نہ ٿي کوليائين. جڏهن شيخ عيسيٰ لنگوٽي آيو، تڏهن اکيون کوليائين. شيخ عيسيٰ انهيءَ وقت سندس مريديءَ جو اظهار ڪيو. ڪيترن ئي الله جي ٻانهن کي فيض ڏنائين. حضرت غوث بهاء الحق جو پڙ پوٽو شيخ صدرالدين جڏهن سنڌ ۾ آيو، تہ ٺٽي ۾ سندس ملاقات لاءِ بہ آيو، سندس صحبت کان ايڏو متاثر ٿيو، جو چيائين، تہ "تون مشائخن جي مراد آهين." ان کان پوءِ مٿس "مراد" لقب پئجي ويو. ان جي بدلي ۾ شيخ صدرالدين کي "حليم" جو لقب عطا ڪيائين. سندس فضيلتون حاجي محمد حسين صفائي جي ڪتاب "تذڪره المراد" ۾ بيان ٿيل آهن. ٨٩٣ هہ ۾ وفات ڪيائين. کيس ٽي پٽ ۽ ٽي نياڻيون ٿيون. ڪائنس پوءِ سندس پٽ "منصور" سندس سجاده نشين ٿيو. (٢)

## سيد ميران محمد جونپوري

سيد محمد المعروف بہ ميران محمد جونپوري سن ٨٤٧ هہ (١٤٤٣ع)

---

(١) تحفتہ الڪرام، ج ٣، ص ١٦١ (٢) ايضاً ص ٨٩- ١٩٠، تحفة الطاهرين، تذڪره المراد، معارف الانوار ۽ آداب المريدين. سيد علي ثاني

۾ تولد ٿيو. سندس والد جو نالو سيد حسن هو. سندس نسب جو سلسلو امام موسيٰ ڪاظم سان ملي ٿو. وڏو عالم، فاضل ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي، جونپور کان نڪتو، ۽ مالوه، گجرات ۽ دکن مان ٿيندو مڪہ معظمہ ويو، جتي ٩٠١ هہ (١٤٩٥ع) ۾ مهدويت جي دعويٰ ڪيائين. ان کان پوءِ مدينہ منور وڃڻ کان سواءِ ئي پوئتي موٽيو. واٽ تي ڪجھہ ماڻهو سندس مريد ٿيا. جن مان ڪي ساڻس گڏجي هليا. موٽي اچي احمد آباد ۾ رهيو، ۽ وعظ ۽ نصيحب ذريعي ماڻهن ۾ روحانيت جي تبليغ ڪيائين. مهدويت جي دعويٰ سبب عالمن سندس سخت مخالفت ڪئي، جنهن ڪري گجرات جي حاڪم سلطان محمد کيس احمد آباد مان ڪيرائي ڇڏيو.

اتان نڪري "سولہ تيج"، نهروالہ"، "پيران پٽن"، "ناگور بڙلي" ۽ "جيسلمير" کان ٿيندو سنڌ ۾ داخل ٿيو. پهريائين نصرپور آيو، ۽ پوءِ ٺٽي ۾ اچي ١٨ مهينا سلطان سامتئي جي خانقاه ۾ رهيو. هتي ساڳيو ئي وعظ ۽ نصيحت جو سلسلو جاري رکيائين. ٺٽي ۾ قيام واري زماني ۾ سنڌي زبان جو قديم شاعر قاضي قاضن، مولوي مرزا شاهين بکري، شيخ صدرالدين، مولوي شيخ الياس، پير آسات، شيخ جهنڊو پاٽي، قاضي شيخ محمد اچي جعفري، ميان ابوبڪر بکري، سنڌ جي حاڪم ڄام نندي جو وزير دريا خان ۽ ٻيا ڪيترا عالم سندس مريد ٿيا. سنڌ جا ڪيترائي عالم سندس عقيدن جي ڪري سندس مخالف ٿيا، جنهن ڪري کيس سنڌ مان نڪري وڃن جو حڪم مليو. سنڌمان نڪري ٣٦٠ ساٿين سان قندار پهتو. هتي بہ سندس عقيدن جي ڪري سندس مخالفت ٿي. البت شاه بيگ ارغون سندس معتقد ٿيو، جنهن ڪري عالمن جي مخالفت ڪجھہ گهٽي. آخر اتان بہ نڪرڻ تي مجبور ٿيو، ۽ "فراه" شهر ۾ پهتو، جتي سنہ ٩١٠هہ (١٥٠٤ع) ۾ وفات ڪيائين.

## مخدوم نجيم

شيخ موسيٰ، ابوالفضل ۽ فيضيءَ جو پنجون ڏاڏو، نائين صدي هجريءَ ۾ اچي، سيوستان پرڳڻي جي سرزمين "ريل" ۾ رهيو. مخدوم نجيم ان بزرگ جي پيڙهيءَ مان ريل جي بزرگن جو سردار ۽ مخدوم نوح جو همعصر هو (١)

(١) تحفتہ الڪرام، ج ٣، ص ٤٢-١٤٤

## مخدوم نوح

شاه ڪريم جو مرشد حضرت مخدوم نوح وڏو الله وارو بزرگ ٿي گذريو آهي. ڪيترن ئي وڏن وڏن بزرگن ڪانئس فيض پرايو. روايتن موجب سندس نسب جو سلسلو حضرت صديق اڪبر سان ملي ٿو. سهروردي سلسلي جو باني حضرت شيخ ابونجيب ضياءُ الدين عبدالقاهر سهروردي سندس وڏو ڏاڏو هو. سندس والد بزرگوار جو نالو مخدوم نعمت الله هو. ١٧ رمضان ٩١١هه برابر ١٥٠٠هه ۾ سندس ولادت ٿي. سندس اصل نالو لطف الله هو، پر پوءِ "نوح، جي نالي سان مشهور ٿيا. جنهن لاءِ مختلف روايتون آهن. ستن سالن جي عمر ۾ ڪين هالہ ڪنڊي جي مشهور عالم عربي ڏياٽي عرف شاه ڏني وٽ پڙهڻ وهاريائونس. ٢٥ سيپارا پڙهيائين، ڪن روايتن موجب فقه جا ڪجهہ ڪتاب بہ پڙهيائين. ظاهري تعليم ايتري نہ هوندي بہ قرآن حڪيم جو جڏهن تفسير ڪندا هئا، تہ عالم دنگ رهجي ويندا هئا. سندن قرآن حڪيم جو پارسي ترجمو ۽ تفسير، حضرت گودڙئي جو هٿ لکيل، اڄ بہ موجود آهي. تحفة الڪرام موجب "١۴ سالن جي عمر ۾ جيڪي ڪين ملٿو هو، سو حضور ﷺ جن وٽان، حضرت علي رضہ ذريعي مليو". انهي ڪري تحفة الڪرام جي صاحب ڪيس "اويسي" ڇاٽايو آهي، ۽ لکيو اٿس، تہ مخدوم نوح تي سهروردي طريقو ختم ٿيو. (١) سراج العارفين ۾ بہ ائين ڇاٽايل آهي، تہ مخدوم صاحب پنهنجي فيض جي پالوٽ سان سنڌ کي سرسبز بنائي، ٢٧ ذي القعد ٩٩٨هه برابر ١٥٨٦ تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو. (٢) سندس روضو هالن ۾ زيارتگاهہ آهي، جو سندس پوٽاڻ مان مخدوم محمد زمان ١٢٠٥هه ۾ تعمير ڪرايو.

## هوٿي اڱهمي

اڱهم جو ويٺل، ۽ شاه ڪريم جو همعصر هو.

## سيد يوسف بکري

سيد محمد يوسف بن جادم بکر جي رضوي ساداتن مان هو. سيد مبارڪ شاه کان فيض پرايائين. جو سيد محمد جونپوريءَ جي هڪ وڏي مريد شيخ دانيال جو تربيت يافتہ هو. سندس ياءُ سيد عبدالرزاق ۽ پاڻ، بکر

(١) تحفة الڪرام، ج ٣، ص ٣٢- ١۴۴

۾ رهندڙ ياٽرن ۽ سوٽن کان جدائي اختيار ڪري اچي ٺٽي رهيا. سيد يوسف گهٽو ڪري مڪليءَ تي انهيءَ جاءِ تي عبادت ۾ گذاريندو هو، جتي سيد ميران محمد جونپوري اچي منزل انداز ٿيو هو، جتي سراين جي شادماني جي جاءِ هئي، ۽ سلطان سامٽيو آرامي آهي. ٺٽي جي عباسي قاضين مان شادي ڪيائين. سندس نياني وڏي ٿي، تہ پنهنجي ڀاءُ مير ڪمال الدين جي فرزند سيد اسحاق کي بکر مان گهرائي، شادي ڪرايائين. سندس وفات جي تاريخ نہ ٿي ملي، غالباً ڏهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ سندس وفات ٿي، سندس مزار شيخ جماد جماليءَ جي مقبري جي پويان قاضي عبدالله جي چوڪنڊيءَ ۾ آهي. ڪانئس پوءِ سندس فرزند سيد ابراهيم سندس سجاده نشين ٿيو. سيد يوسف کان شاه ڪريم جي فيض پرائڻ جو ذڪر اچي چڪو آهي.

فصل ٽيون

# بيان العارفين ۾ آيل سنڌ جا شهر ۽ پرڳڻا

عربن جي فتح کان اڳ، سنڌ تمام وسيع هئي، موجوده سنڌ کان سواءِ پنجاب، بلوچستان، ۽ ڪشمير جو ڪجهه حصو به منجهس اچي ٿي ويو. راءِ گهراڻي جي وقت ايرنديءَ جي حد ڪشمير ۽ قنوج، الهنديءَ جي مڪران، ديبل ۽ سمنڊ، اتر جي قنڌار، سيستان ۽ سليمان جبل ۽ ڏکڻ جي سورت بندر هئي. ان زماني جي گاديءَ جو هنڌ "اروڙ" هو، ۽ ملڪ ۾ چار وڏا قلعا هئا. انهن ۾ حاڪم رهندا هئا، جي آسپاس جي ملڪ تي حڪومت ڪندا هئا. يعني عظيم سنڌ چئن وڏن حصن ۾ ورهايل هئي. ملتان جو صوبو، ته مغلن جي حڪومت زماني تائين سنڌ سان شامل هو. آئين اڪبريءَ ۾ سنڌ جون هيٺيون سرڪاريون ڏيکاريل آهن، ۽ انهن جا هيٺين طرح جدا جدا محل يا تعلقا آئين اڪبري ۽ تحفة الڪرام ۾ ڏيکاريل آهن:

١- ملتان- ملتان، اچ، مئو، ماٿيلو، سيتپور

٢- بکر- بکر، اباوڙو، الور، درٻيلو، سيوي وغيره- ڪل ١٢

٣- سيوستان- سيوستان، پاٽ، باغبان، ڪاهان، لاڪاٽ، لڪعلوي، دشت باران وغيره- ڪل ٩

٤- چاچڪان- چاچڪان، جون، بدين، ونگو، ولهار، ڪوچو، تلهار، پراڻ وغيره، ڪل ١١ محل

٥- چاڪر هالہ يا هالہ ڪنڊي- ياٽوٽ، خانوٽ (ڪانوٽ) پٽ، غازيپور، جهيجا، ڪيمر، انڙپور، نيرون ڪوٽ (حيدرآباد)

٦- ٺٽو- ٺٽو، لاهري بندر، ٻنورو، بهرامپور، ڪڪرالو، ساڪرو وغيره ڪل ١٨ محل

٧- نصرپور- نصرپور، عمر ڪوٽ، ستيار، پليجار وغيره ڪل ٧ محل

"ملتان جي سرڪار" مان "ماٿيلو" تعلقو هينئر گهوٽڪي ضلعي ۾ آهي، بکر سرڪار ۾ سکر، خيرپور ۽ جيڪب آباد ضلعا، بلوچستان جو ڪجهه

حصو، ۽ نواب شاه جو حصو اچي ٿي ويا. سيوستان سرڪار ۾ لاڙڪاڻو ۽ دادو ضلعا، ۽ ٺٽي ضلعي جو پاڳو اچي ٿي ويا. چاچڪان سرڪار ۾ حيدرآباد ۽ ٿرپارڪر ضلعن جا حصا اچي ٿي ويا. هالہ ڪنڊي سرڪار ۾ حيدرآباد، دادو ۽ نواب شاه ضلعن جا حصا اچي ٿي ويا. ٺٽو سرڪار ۾ هاڻوڪو ٺٽو ضلعو اچي ٿي ويو. ”نصرپور“ سرڪار ۾ سانگهڙ ضلعو، ٿرپارڪر ۽ نواب شاه ضلعن جا حصا اچي ٿي ويا.

بيان العارفين ۾ هيٺين پرڳڻن جا نالا آيل آهن: ٻنورو، ٻهرامپور، جوڻ، ڏرڪ، ستيار، سيوستان، ڳرهڙ ننديو، ڳرهڙ وڏو، لنڊ، نصرپور، نيرون ڪوٽ، هالا ڪنڊي، ٻنورو، ٻهرامپور ۽ انهن مان ڪجهہ ٺٽي سرڪار جا علائقا هئا. ”جوڻ، چاچڪان سرڪار جو علائقو هو. ستيار، نصرپور سرڪار جو علائقو هو. سيوستان سرڪار ٻہ هئي تہ علائقوبہ هو. نصرپور، سرڪار بہ هئي تہ علائقو بہ هو. نيرون ڪوٽ ۽ هالا ڪنڊي، هالا ڪنڊي سرڪار جا علائقا هئا. ڳرهڙ ننديو، ڳرهڙ وڏو ۽ لنڊ ۽ غالباً چاچڪان سرڪار جا تعلقا هئا. انهن پرڳڻن مان جن شهرن جا نالا بيان العارفين ۾ آيل آهن، انهن جو مختصر تعارف هيٺ ڏجي ٿو.

**اپلان:** ٻنوري پرڳڻي جو هڪ ڳوٺ هو، جنهن تي اهو نالو اتي رهندڙ اپلان قوم جي نالي پٺيان پيو.

**ارموسڙي:** پرڳڻي ”ڳرهڙ ننديو“ جو هڪ ڳوٺ هو.

**اگهم:** پرڳڻي ”نيرون ڪوٽ“ جو هڪ ڳوٺ، جنهن تي اهو نالو اگهم لوهاڻي جي نالي پٺيان پيو.

**انڙپور:** هالا ڪنڊي پرڳڻي جو ڳوٺ، جو سمي حاڪم جام انڙ ٻڌايو. جام انڙ پهريون سمون حاڪم هو، جو سومرن جي زور ختم ٿيڻ کان پوءِ جام جو لقب اختيار ڪري ۷۵۲هہ ۾ سنڌ جي ڪجهہ حصي تي قابض ٿيو. ان مان معلوم ٿئي ٿو، تہ انڙپور ۷۵۲هہ ۾ ٻڌو ويو. مخدوم ساهڙ لنجار هن ڳوٺ ۾ رهندو هو. هيئر بہ هي ڳوٺ درياه جي ساڄي ڪناري تي دادو ضلعي ۾ موجود آهي. جيئن تہ درياه جي بلڪل ڪناري تي آهي. تنهن ڪري درياه

هر سال هن شهر ۾ ٻوڏ ڪري ٿو. تحفة الڪرام ۾ به آيو آهي، ته تازو درياه سندس سموري زمين پائي ويو آهي. ٩٩٨هه (١٠٨٩ع) ۾ خانخانان اڪبر جو سپهه سالار سنڌ تي ڪاهي آيو. لڪيءَ وٽ، مرزا جاني بيگ، سنڌ جي خود مختار حاڪم سان سندس لڙائي ٿي. جاني بيگ، پڇي انڙپور ۾ آيو، ۽ يڪدم هڪڙو پهڻن جو قلعو ٺهرائي پناهه وٺي ويهي رهيو. خانخانان ڪاهي اچي ان کي گهيرو ڪيو. زوردار لڙائي لڳي. آخر صلح ٿيو. خانخانان سن ويو ۽ جاني بيگ ٺٽي ويو.

**بگهاڙ:** ٺٽي جي هيٺان درياهه شاخون ڪري وڃي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. انهن مان هڪ جو نالو بگهاڙ آهي، جنهن تي "بگهاڙ" نالي ڳوٺ آباد هو.

**ٺٽو:** سنڌ جو مشهور شهر ٺٽو، اڄ هڪ ننڍو شهر آهي، پر ڪو وقت هو، جو هي هڪ عظيم شهر هو، ۽ علم ۽ فضل ۽ تجارت ۽ حڪومت جي لحاظ کان عظيم اسلامي شهرن قرطبه ۽ بغداد سان ڪلهو هنيون بيٺو هو. ڪيترو وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو، جنهن ڪري ڌارين جي بريءَ نظر جو هميشه شڪار ٿيندو رهيو. تحفة الڪرام (ص ١٨٥) جي لکڻي موجب: ڄام نظام الدين هي شهر ٩٠٠ هه ۾ ٺهرايو، پر تاريخن مان معلوم ٿئي ٿو، ته ٺٽو ان کان به اڳ آباد هو. خود تحفة الڪرام جي صاحب به ان حقيقت جي هڪ هنڌ تصديق ڪئي آهي. لکي ٿو، "محمد تغلق ٺٽي ۾ ٧٥١ هه ۾ آيو" (ص ٣٤). نه فقط سمن جي ڏينهن ۾، پر سومرن جي ڏينهن ۾ به ٺٽي جو ذڪر آندو اٿس. لکيو اٿس: جڏهن "خسرو، علاؤالدين جي پٽ قطب الدين کي مارائي دهليءَ جي تخت تي ويٺو، تڏهن سومرا بغاوت ڪري ٺٽي تي، متصرف ٿي ويٺا." (ص ٣٤) البت ايترو ضرور هوندو، ته ڄام نظام الدين، هن کي نئينءَ طرح آباد ڪري، گاديءَ جو هنڌ بنايو هوندو.

هن شهر تي انهيءَ نالي پوڻ بابت تحفة الڪرام جي صاحب لکيو آهي: "ته، ته." يعني "هيٺاهين، هيٺاهين" مان "ٺٽو" لفظ جڙيو. ان مان معلوم ٿئي ٿو، ته هي شهر ڪيترا دفعا هڪ ٻي مٿان آباد ٿيندو رهيو آهي. ٻي روايت آهي، ته ٺٽو، ٺٽ مان بنيو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جي جاءِ.

هن شهر جي پرسان مڪلي ٽڪري آهي، جنهن تي بي انداز بزرگ، عالم، فاضل، حاڪم وغيره مدفون آهن.

**پليجا:** نصرپور پرڳڻي ۾، نصرپور جي ويجهو هڪ ڳوٺ هو. (١)

**پيپوار:** "گرهڙ وڏو" پرڳڻي ۾ هڪ ڳوٺ هو.

**جوڻ:** قديم زماني جو مشهور شهر هو، ۽ جوڻ پرڳڻي جي گاديءَ جو هنڌ هو. مغل دور ۾ چاچڪان، سرڪاري جو مشهور شهر هو (٢) باغن، ميون، نهرن ۽ واپار ڪان سجي سنڌ ۾ ممتاز هو. واپار جون وڏيون وڏيون ڪوٺيون منجهس هونديون هيون، ۽ پري پري ڪان واپاري واپار لاءِ ايندا هئا. ياچ وقت، همايون جڏهن هن شهر وٽان لنگهيو، تڏهن شهر جي باغات جي وچ ۾ ڪجهه وقت ڪئمپ هڻي ويهي رهيو، چاڪاڻ جو فرحت بخش نظارن ڪان ڏاڍو متاثر ٿيو. (٣)

اڪبر جي ڏينهن ۾ جڏهن سندس سپهه سالار خانخانان سنڌ تي حملو ڪيو، ته ان جو لشڪر به جوڻ وٽان لنگهيو هو.

**چانيه:** هالا پرڳڻي ۾ هڪ ڳوٺ هو.

**دانرو:** ڊرڪ پرڳڻي جو هڪ ڳوٺ هو. (٤)

**دبي:** ٻنوري پرڳڻي جو هڪ ڳوٺ هو. (٥)

**دڙو:** جڻ پرڳڻي ۾ هڪ ڳوٺ هو.

**ڊرڪ:** ڊرڪ پرڳڻي جي گاديءَ جو هنڌ هو. سومرن جو قديم تخت گاه. محمد طور به هن پرڳڻي ۾ هو. (٦)

**ڏندي:** "ستيار" پرڳڻي جو هڪ مشهور ڳوٺ هو. (٧)

**رانوٽ يا راهوٽ:** ٻنوري تعلقي ۾ هڪ مشهور ڳوٺ هو. مخدوم صدرالدين سندس پٽ مولانا ضياءُ الدين ۽ شيخ عبداللطيف، هن ڳوٺ ۾ زبردست عالم ۽ فاضل ٿي گذريا آهن. (٨)

---

(١) شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام: ڊاڪٽر دائود پوٽو- سال ١٩٣٧ع ص ٢٢
(٢) تحفته الڪرام سنڌي ترجمو، ص ٤٠٩ (٣) ايضاً، ص ١٦١- معصومي، ص ٢١٣
(٤) ايضاً، ص ٤٣٠ (٥) ايضاً، ص ٤٣٠
(٦) ايضاً، ص ١٢٠ (٧) ايضاً، ص ٤٥٠
(٨) ايضاً، ص ٤٣٠

**رڪن پور:** نيرون ڪوٽ پرڳڻي ۾ هڪ مشهور ڳوٺ ۽ شيخ ريحان جهنگليءَ جو مسڪن هو. تحفة الڪرام جي روايت آهي تہ: حضرت غوث بهاؤالحق ملتانيءَ جي پوٽي شيخ رڪن الدين جي اچڻ جي ڪري هن شهر تي اهو نالو پيو. (١) ۽ شيخ ريحان جا پٽ شيخ قطب ۽ شيخ دودو اهل الله ٿي گذريا آهن. شيخ دودو کي شهادت نصيب ٿي. ان موقعي تي حضرت قلندر شهباز عذر خواهيءَ لاءِ آيو هو. (٢)

**سن:** سيوستان پرڳڻي ۾ هڪ مشهور ڳوٺ هو. هينئر دادو ضلعي ۾ آهي. ڄام خيرالدين بن ڄام تماچي جي ڏينهن ۾ فيروز تغلق سنڌ تي ڪاهي آيو هو. ڄام ساٺس مهاڏو ڏيئي، واپس ورڻ تي مجبور ڪيو هو. هڪ ڀيري ڄام سن تائين سندس تعاقب ڪيو هو. (٣) سن جي ڀرسان هڪ وڏي نئن آهي، جيڪا سنڌو درياءَ ۾ چوڙ ڪري ٿي. ان کي "سن" سڏيو وڃي ٿو. سنڌ جو مشهور ۽ منفرد قلعو "رني ڪوٽ" سن کان ٿورو پريان جبلن ۾ آهي.
هتي مخدوم بلال جي وڏي خليفي سيد حيدر جي مزار آهي، جيڪو مٽياري سيدن جي خاندان مان هو، جنهن مان شاه ڪريم بلڙيءَ وارو بہ هو. مشهور سياستدان ۽ اهل قلم محترم جي. ايم. سيد، سيد حيدر جي اولاد مان آهي.

**سوندا:** تحفة الڪرام جي روايت ڪي نئين موجب: هت هڪ ڪامل فقير رهندو هو، جنهن کي سر "سوندر" ڏاڍو وڻدو هو. انهي ڪري هي هنڌ انهي راڳ جي نالي سان مشهور ٿي ويو. ڄام تماچيءَ هن شهر ڪينئين سر اڏايو، پر نالو اهوئي ڏنائينس. عوام جي زبان تي "سوندر" مان "سوندا" مشهور ٿي ويو. (٤)

**وڏيڪ لڪيو اٿس:** هن ڳوٺ جي ويجهو قديم زماني ۾ "هيم ڪوٽ" نالي پراڻو قلعو هوندو هو، جو پوءِ هندن جو تيرٿ گاه بنيو. هن ڳوٺ جي ڀرسان هڪ ٽڪر مان پاڻي سمندو هو. ان جي هيٺان هڪ قدرتي چشمو هو، جنهن کي "جهر" چيو ويندو هو. هندن پوڄا لاءِ اتي هڪ پٿر کوڙيو هو. (٥)
قديم زماني ۾ هڪ مشهور ڳوٺ هو. ڄام تماچي ۽ نوريءَ واري ڪيجهر ڍنڍ بہ هن ڳوٺ جي ويجهو آهي. (٦) هتي ڪيترائي بزرگ ۽ ولي ٿي

(١) تحفة الڪرامؒ، ص ٤٤٥ (٢) ايضاً، ص ٤٤٦
(٣) تاريخ معصومي، ص ٧٩- تحفتہ الڪرام، ص ١٢٦
(٤) تحفتہ الڪرام، ص ٤٥٤ (٥) ايضاً (٦) ايضاً ٤٥٥

گذريا آهن. مخدوم رمضان ويداني، مخدوم ملا آري، سندس پٽ مخدوم ملا با يزيد، ۽ ان جو پٽ ملا ابوبڪر ۽ ان جي اولاد مان ملا نارو هن ڳوٺ ۾ آرامي آهن. (١)

**سيد پور:** بهرام پور پرڳڻي ۾ هڪ ڳوٺ هو.

**ڪڪرالو:** سمنڊ جي ڪناري سان لاڳيتي هڪ سرزمين جو نالو ڪڪرالو هو. ان علائقي جي گاديءَ جو هنڌ شهر "ڪڪرالو" هو. پهرائين سنڌ جي حڪومت جي حدن ۾ هو. پر پوءِ ڪجهه وقت ڪڇ جي سمن چامن جي هٿ هيٺ رهيو. (٢) ترخان دور ۾ چام "ڏيسر" هتي جو حاڪم هو. جان بابا، جڏهن مرزا باقي کان شڪست کاڌي، تڏهن چام مهر چام ڏيسر وٽ مدد لاءِ ويو، پر نااميد ٿي موٽيو. (٣) مرزا غازي بيگ ترخان جي ڏينهن ۾ چام ڏيسر جي پٽ چام هالي، مرزا جي ڪنهن جاگيردار کي سندس حدن اندر قتل ڪرائي ڇڏيو. وير ونڻ لاءِ مرزا مٿس حملو ڪيو. چام جو مائٽ چام دائود غداري ڪري، مرزا جي لشڪر جو سونهون ٿيو. جنهن ڪري چام هالي کي شڪست ملي، ان کان پوءِ مرزا ڪڪرالي کي ٽن حصن ۾ ورهائي، هڪ حصو دائود کي ڏنو، ۽ باقي ٻه حصا خالصه ڪري ڇڏيا. (٤)

مغل گورنرن جي ڏينهن ۾ به ڪڪرالي جي چامن بغاوت ڪئي هئي. گورنر "شريف" جي ڏينهن ۾ هنن مغل لشڪر جي بازار تي حملو ڪيو هو. نواب امير خان جڏهن سنه ١٠٢٧هه ۾ ٺٽي جو گورنر ٿيو، ته هن ڪڪرالي جي چام کي شڪست ڏني. (٥)

ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ به ڪڪرالي جي چام بغاوت ڪئي. ڏريجا علائقي جو حاڪم راڻو اڇپال ۽ ڪڪرالي جو چام، ميان جي لشڪر جي مقابلي ۾ سامونڊي آرماڙ، درياءَ اندر گهيري آيا. انهي ڪري پاڻيءَ توڙي خشڪيءَ تي ڪيتريون جنگيون لڳيون. آخر ميان جي لشڪر هٿان ڪين شڪست آئي. (٦) آخر ميان جي سپهه سالار شيخ شڪرالله سنه

(١) تحفتہ الڪرام، ص ٣٥٥ (٢) ايضاً، ص ٤٣٧
(٣) تحفتہ الڪرام، ص ١٧٦ (٤) ايضاً ص ٢٠٥
(٥) ايضاً، ص ٢٣٦

١١٥٧ھ ۾ ڪڪرالي جي چام هوتيءَ کي ختم ڪري، سندس جاءِ تي چام "موهر" کي مقرر ڪيو. (١) محمد مراد ملقب بہ سربلند خان جي ڏينهن ۾ ڪڪرالي جي چام جي بغاوت وري منهن ڪڍيو، پر ان کي ڪچيلو ويو ۽ چام کي ڪودارتہ ڪان ايري ڏانهن ڀڄائي ڪڍيو ويو. (٢) ميان غلام شاه ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ چام "ڏيسر" ڪڪرالي جي حڪومت هٿ ڪري ويو، چاڪاڻ جو هن ميان سان وفادار ٿي رهڻ جو انجام ڪيو هو، پر پوءِ هن بغاوت ڪئي، جنهن ڪري ميان پاران محمد صديق ڏيسر ۽ ٻين اميرن کي شڪست ڏئي ٧ صفر ١١٧٤ھ تي قلعي مان ڪڍي، ڪڇ ڏانهن ملڪ بدر ڪيو. سندس پٽ "هردور" ميان کي ميان جي خدمت ۾ رهايو ويو. (٣) اهڙيءَ طرح ميان غلام شاه ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ هي علائقو سنڌ جي حاڪم جي هٿ هيٺ ٿيو.

هن سرزمين ۾ ڪيترائي بزرگ ٿي گذريا آهن، جهڙوڪ: درويش صالح، پير لاکو، شيخ اسماعيل، شيخ راڄن، شيخ مغل ٻين، شيخ ابڙو هالائي، پير ڪجريو، شيخ لال، مخدوم جلال محمد، قاضي، قطب الدين وغيره. (۴) پير لاکي بابت آيو آهي، تہ سندس مزار تي جيڪڏهن ڪو ڪوڙو قسم کڻندو هو، تہ رت ٿي چڙندو هو. شاه ڪريم سندس مزار تي اچي چيو هو: اي لاکا! ماڻهن حياتيءَ ۾ شوخي ۽ ڪاوڙ ڇڏي ڏني، پر تون مرڻ کان پوءِ بہ نہ ٿو ڇڏين" ان کان پوءِ اها ڳالهہ بند ٿي ويئي. (۵)

**ڳاهوٽ:** بنوري پرڳڻي جو مشهور ڳوٺ هو. "حسن سهتو" هتي ڪامل ولي ٿي گذريو آهي. (٦)

**نارو:** ٺٽي جي پرسان هڪ قديم ڳوٺ هو. (٧)

**ناياهو:** نيرن ڪوٽ پرڳڻي ۾ هڪ ڳوٺ هو. درويش "بادو" هتي اهل الله ٿي گذريو آهي. مخدوم نوح جو همعصر هو. (٨)

(١) تحفتہ الڪرام، ص ٢٧٠
(٢) ايضاً ص ٢٧۴
(٣) ايضاً ص ٨٠-٢٧٩
(۴) ايضاً ص ٦٢١
(۵) ايضاً ص ۴٣٧ (٦) ايضاً، ص ۴٢۵ (٧) ايضاً، ص ٦٢١ (٨) ايضاً ص، ۴۴۵

**نصرپور:**

سلطان فيروز سنہ ٧٥١ھ ۾ "نصر"نالي هڪ امير کي درياءَ جي ڪناري تي هڪ قلعي اڏڻ جو حڪم ڏنو. اهڙيءَ طرح هي شهر آباد ٿي نصرپور جي نالي سان مشهور ٿيو. درياءَ جي ڪناري تي هجڻ ۽ باغن جي گهڻائيءَ جي سبب شهر هڪ خوبصورت ۽ وڻندڙ تفريح گاه ٿي پيو. (١)

شاه بيگ جي وفات کان پوءِ سندس پٽ شاه حسن نصرپور ۾ تخت نشين ٿيو. (٢) مرزا غازي بيگ ترخان جي ڏينهن ۾ جڏهن ابوالقاسم سلطان باغي ٿيو، تڏهن مرزا نصرپور وٽ ساڻس مقابلو ڪيو. ترخاني سردارن ساري سنڌ مان هن سرزمين کي پنهنجي رهائش گاه لاءِ پسند ڪيو. (٣)

شهر جي سرسبزي جو دارومدار درياه تي هو. انهيءَ ڪري جڏهن درياه رخ ڦيرايو، تہ شهر جو اوج گهٽجي ويو. تحفة الڪرام جو بيان آهي، تہ ڪجهہ سالن کان درياه انهيءَ پاسي (نصرپور جي پاسي) کان رخ ڦيرايو آهي، جنهن ڪري اتي جا باغات ويران ٿي ويا آهن، ۽ باغن جي جاءِ تي ڪلر پيو پسجي (۴)

هن سرزمين کي ڪي عالم، فاضل ۽ بزرگ پيدا ڪيا آهن. شاه لطيف جو وڏو معاصر ۽ سنڌي زبان جو اعليٰ درجي جو شاعر شاه عنات رضوي هتان جو هو. ويجهڙائي واري دور ۾ هتي "مصري شاه" سنڌي ڪافيءَ جو باڪمال شاعر ٿي گذريو آهي. انهن کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي عالم، فاضل ۽ بزرگ ٿي گذريا آهن، جهڙوڪ: قاضي خيرالدين، شيخ محمدو عرف شاه سيستان قادري، شاه هاشم رضوي وغيره (۵)

**نصريو:** ٻنوري پرڳڻي ۾ هڪ ڳوٺ هو. (٦)

**نيرون ڪوٽ:** قديم زماني ۾ سنڌ جي هڪ راجا "نيرون" نالي هي شهر ٻڌايو. (٧) فتحنامي عرف چچ نامي موجب: نيرون ڪوٽ ڇهين صدي عيسوي ڌاري راءِ گهراڻي جي حڪومت ۾ برهمڻ آباد جي گورنر جي هٿ هيٺ هو ۽

(١) تحفتہ الڪرام، ص ٢٩۴
(٢) ايضاً ص ١۴٦ (٣) ايضاً ۴٩۴ (۴) ايضاً ص ٢٩۴
(۵) ايضاً ص ٢٩۴ کان ۴٠٢
(٦) ايضاً، ص ۴٢۵

منجس قلعو هو. (۱) ان مان معلوم ٿئي ٿو، نيرون ڪوٽ قديم زماني کان آباد هو. محمد بن قاسم جي فتح وقت، يعني اٺين صدي عيسوي جي ضروعات ۾ بہ هتي قلعو هو. محمد بن قاسم جڏهن ديبل فتح ڪري اڳتي وڌيو تہ نيرون ڪوٽ وٽ پهتو. نيرون ڪوٽ جو حاڪم پڌ ڏرم جو پوئلڳ پندرڪو شمني هو. هن اڳ ۾ ئي حجاج بن يوسف سان خط و ڪتابت ڪري، امان جو پروانو حاصل ڪيو هو. جڏهن محمد بن قاسم نيرون ڪوٽ پهتو، تہ نيرون ڪوٽ جي حاڪم امان جو پروانو موڪلي، ساڻس صلح ڪيو، قلعي جا دروازا کولاريائين ۽ محمد بن قاسم جو آڌر ڀاءُ ڪري ڪيس وفاداريءَ جو يقين ڏياريائين. (۲) محمد بن قاسم ڪيس سروپاءِ پهرائي عزت بخشي، ۽ مٿس گهڻيون مهربانيون ڪيون. ان کان پوءِ محمد بن قاسم قلعي ۾ مسجد ٺهرائي (۳)

ڏهين صديءَ عيسويءَ جي عرب سياحن، جهڙوڪ: اصطخري، ابن حوقل ۽ مقدسيءَ جو بيان آهي، تہ نيرون ڪوٽ جو قلعو ديبل کان منصوره جي شاهي رستي جي وچ ڏاري واقع هو، پر البت منصوره کي ويجهو هو. ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾ يعني ۱۶ ۽ ۱۷ صدي عيسوي ۾ ”نيرون ڪوٽ“ ڏانهن اشارا ملن ٿا. (۴) ڪلهوڙن جي دور تائين هي هڪ ننڍو ڳوٺ وڃي بچيو هو، تان جو ميان غلام شاه ڪلهوڙي ۱۱۸۲هہ برابر ۱۷۶۹ع ۾ قديم قلعي جي مٿان نئين قلعي پڏائڻ جو ڪم شروع ڪيو. ميان نئين قلعي تي نئون نالو رکيو: ”حيدرآباد، ۽ پنهنجو رهڻ جو هنڌ بنايو. اهڙيءَ طرح سان ڪلهوڙن جي زماني ۾ نيرون ڪوٽ، نئين روپ ۾ نئين نالي حيدرآباد سان سنڌ جي گادي جو هنڌ بنيو. ميرن جي دور ۾ بہ گاديءَ جو هنڌ هو. انگريزن، ڪراچيءَ کي گادي بنايو، پر حيدرآباد جي حيثيت بہ قائم رهندي آئي.

**ونگو:** چاچڪن جي سرڪار کان مٿي، هڪ جهونو ۽ معروف ڳوٺ هو. ۽ هڪ الڳ سرزمين هئي. درويش چرڪس ولد ”ڏنو“ سرڪي هتي جو مشهور اهل الله ٿي گذريو آهي.

(۱) فتح نامہ عرف چچ نامہ. سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد. سنڌي ادبي بورڊ- سال ۱۹۵۴ع، ص ۲۱-۲۲ (۲) ايضاً ص ۱۸۸ (۳) فتح نامہ عرف چچ نامہ: سنڌي ترجمو مخدوم امير احمد- سال ۱۹۵۴ع ص ۱۸۸ (۴) ايضاً ص ۱۸۸

**هالا ڪندي:** هالا سنڌ جي هڪ قديم قوم جو نالو آهي، جيڪا هن سرزمين ۾ رهندي هئي. ڪنڊ جي معنيٰ آهي: تلاءُ. هاڻوڪن پراڻن هالن جي پرسان هڪ تلاءُ هو، جنهن جي پرسان هالا قوم پنهنجي رهڻ لاءِ ڳوٺ ٻڌايو انهيءَ ڪري ڳوٺ تي نالو پيو "هالا ڪندي". ان ڳوٺ جي بلڪل لڳ "ٽوڙي" نالي ڳوٺ هو، جتي حضرت مخدوم نوح جا وڏا اچي رهيا هئا. مخدوم نوح به ان ڳوٺ ۾ ئي تولد ٿيو. هالا نوان مخدوم نوح جي اولاد مان مخدوم ميرمحمد ١١٣٠ هه ۾ ٻڌايو، ڇاڪاڻ جو هالن پراڻن کي ٻوڏ جو خطرو هو. ٻوڏ جي خطري جي ڪري مخدوم ميرمحمد پنهنجي بزرگن جي جسم مطهر جون صندوقون ڪڍائي اچي نئين شهر ۾ مدفون ڪرايون، جتي مخدوم نوح جي فرزند مخدوم حامد جو مقبرو اڳ ئي موجود هو. نئين شهر تي "مرتضيٰ آباد" نالو رکيو ويو، پر جيئن ته هي شهر "هالا" جو بدل هو، تنهن ڪري هن تي عام نالو "هالا نوان" ۽ پراڻي شهر تي "هالا پراڻا" مشهور ٿي ويو. حضرت مخدوم نوح جولاش مبارڪ ١٢٥٠هه مطابق ١٧٩٠ع ۾ نون هالن ۾ آڻي مدفون ڪيو ويو. موجوده مقبرو سندس اولاد مان پير محمد زمان ٺهرائڻ شروع ڪيو ۽ مير فتح علي خان ٽالپر مڪمل ڪرايو. حضرت مخدوم نوح جي مقبري لڳ مخدوم پير محمد جو مقبرو آهي، جيڪو پڻ مير فتح علي خان ٽالپر ١٧٩٥ع ۾ ٺهرايو. پرسان واري مسجد ١٢٢٢هه ۾ مير ڪرم علي خان ٽالپر جوڙائي. پراڻا هالا، نون هالن جي ڏيڍ ميل اولهه ۾ آهن.

**هنڱوائي:** ٻنوري پرڳڻي ۾ هڪ ڳوٺ هو.

# بيان العارفين ۾ آيل درياهن جا نالا

**پراڻ:** ٻہ پراڻ هئا: الهندو پراڻ ۽ ايرندو پراڻ. هي شاخون مهراڻ (سنڌو درياه) مان نڪري، هاڪڙي درياهہ ۾ پونديون هيون، جنهن جو نالو مامونئي جي بيتن ۾ آيل آهي. (۱)

ھاڪڙو قديم زماني ۾ ايرندي، پنجاب، اتر راجپوتانا ۽ ٿرپارڪر ضلعي کي آباد ڪندو هو. هاڪڙي جو ٻيو نالو "وهندو" بہ هو. هي، سنڌو درياهہ کان جدا درياهہ هو، ۽ "انبالہ" کان مٿان هماليہ جي شاخن "سيوالڪ" جبلن مان نڪري، ايرندي پنجاب، بيڪانير ۽ سنڌ جي ايرندي حصي کي پنهنجن شاخن وسيلي آباد ڪندو هو، ۽ لکپت ڪوريءَ جي نار ۾ ڇوڙ ڪندو هو. هندن جي ڏند ڪٿائن موجب: هاڪڙو، سر سوتي، دروشاد تي نديون مهاڀارت جي زماني ۾ يعني ۱۴۰۰ ق سڪي ويئون. پر هاڪڙي جون ڪي شاخون عربن جي زماني تائين موجود هيون، جن کي سنڌو درياهہ مان پاڻي ملندو هو. هاڪڙي جي ويران ٿيڻ ڪري، ٿر "بر" ٿي ويو. موجوده سکر بئراج جو واهہ "ايرندو نارو" هاڪڙي جي قديم پيٽ مان وهي رهيو آهي. قتل هاڪڙي جا آثار سکر، خيرپور ۽ ٿرپارڪر ضلعي ۾ اڄ بہ موجود آهن. اترئيون ۽ الهندو پراڻ، سنڌو درياهہ مان نڪري ونگاهہ جي اتر ۽ ڏکڻ ۾ هاڪڙي ۾ ڇوڙ ڪندا هئا. اترئين پراڻ جي ساڄي ڪپ تي ونگاهہ، سندري، علي بندر، ۽ الهندي پراڻ تي سومرن جو پهريون تخت گاهہ "ٿري" اگهماڻي، ۽ "ڏيرڪ" جا وڏا شهر هئا. انهن شاخن ۽ خود هاڪڙي جي ذريعي سنڌ جي شهرن جو ڪڇ جي بندرن لکپت، ڪوٽيشور ۽ نارائڻ سر سان واپار هلندو هو. پراڻ ۾ ڪلهوڙن جي زماني تائين ڪجهہ قدر پاڻي موجود هو. ۱۷۶۲ع ۾ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي ڪڇ جي راءِ کان سندري، بستا ۽ لکپت جا بندر فتح ڪري، ٿر کي آباد ڪرڻ لاءِ "موري" وٽ پراڻ کي بند ڏياريو هو، جو ۱۸۱۹ع جي زلزلي ۾ ڊهي ويو. پراڻ جا قتل آثار اڄ بہ ٿرپارڪر ضلعي ۾

---

(۱) هاڪ وهندو هاڪڙو، پيچندي پند ڏا روڙ،
بہ ميچي ۽ لوڙهہ، سمين ويندي سوڪڙي

موجود آهن.

**ريڻ:** پنهي پراڻن جي الهندي ۾ ”ريڻ نالي هڪ وڏي شاخ هئي، جا سنڌو درياه مان نڪري، موجوده سکر، گهوٽڪي، حيدرآباد، سانگهڙ ۽ ٿر ضلعن مان وهي ڪڇ جي رڻ ۾ ختم ٿيندي هئي. هن شاخ تي جوڻ ۽ فتح ڳڙهہ جا شهر هئا، جي باغات ۽ سرسبزيءَ ڪان مشهور هئا. ارغونن جي زماني تائين پراڻ ۽ ريڻ وارين شاخن ۾ پاڻي جام هوندو هو، جنهن ڪري ”چاچڪان“ جو علائقو زرخيزيءَ ڪان مشهور هو، شاهہ حسن ارغون هي علائقو، همايون کي ڏيٺو ڪيو هو، جڏهن همايون سنڌ ۾ آيو هو. انهن شاخن ۾ پاڻي ايترو جهجهو هوندو هو، جو ”سنڌري“ قلعي جي پسگردائيءَ ۾ سارين جي پوک ٿيندي هئي. آخر هنن شاخن جو پاڻي سڪندو سڪندو، سڪجي ويو، ۽ ماموئي درويش جي هيءَ پيشنگوئي پوري نڪتي.

اچي ويجها ماڙهئا، ننگر جي آڏار
پـراڻا پـرار، نوان مَ اڏج نـجهرا

**سانگهڙو:** هيءُ بہ هڪ شاخ هئي، جا سنڌو درياءَ مان نڪري، ”هاڪڙو“ ۾ پوندي هئي. نصرپور جو شهر بہ هن شاخ تي هو.

(١)

اِنَ در سندي مڱٽي، اڳي اِيءَ مَ هيرِ،
جِنَ ڊِگها ڪري پير، سڄيون راتيون سُمهين.

(٢)

تون چَوُ الله هيڪَڙو، وائي ٻي مَ سِکُ،
سچو اکر من ۾، سوئي لکِئو لِکُ.

(٣)

ڏَکين ڏات پئو، هينئڙو لهَ سنداڻَ جِئَن،
سنياري کي سَڄَڻين، ورچي تان نہ وِئو.

(٤)

چرئَنِ جِئَنُ چت ڪري، سَڱُ سيپئي چِنُ (١)
جي پائيين پريءَ مِڙان، تہ مَتِ مُوجي ڳِنُ.

(٥)

پريان سندي ڳالڙي، جيڪو ٻئي ڪري،
مَتِ موجي ڪن ڪري، تي کي جاب مَ ڏي.

(٦)

وائي ٻي مَ پَلَ، مروئان، موران پَڪَٿا،
بلا، سندو سَڄَڻين، هو هُلاچو هُل.

---

(١) ٻي موقعي تي هيءَ سٽ هن طرح بہ چيائين:

"اُتي جُلُ چَرئن جِنن، سِڱَ سيپئي چِنُ."

(٧)
متيون ميڙي ڪانءِ، واڇا ڪِجي وِچ پَوُ،
جو تو سائر پائيو، سو هُرُبو ئِي نـاهہ.

(٨)
هنيون ڏجي حبيب کي، لِڳَ ڳُڏجن لوڪ،
ڪـڏيون ۾ ڪَروتون، ايُ پڻ سڳر ٿوڪ.

(٩)
وهاڻِي ئي وڄ، تو نہ سرندي تَنِ ري،
تـان سا وڃي ٻيچ، پيئي جاڪاڻِ پرين سي.

(١٠)
جي جاڳندي من ۾، سِتي پڻ سيئي،
مَنُ پـريان نيئي، پَکِهيو پاڻ ٻَري.

(١١)
مُـٽ پيڙيائي پـلي، جُـهُ اَپَـتي تـــ واءُ،
جُهُ پَڏَرِ وِڏي ڳالَڙي، تہ ڇڏي وڃي ساءُ.

(١٢)
پاٽيهاري سَپَ ڪا، جا سِرِ گـهڙو ڏري،
ڪـا ليءِ سَندي سَڄَڻي، ڪا پورهئي ڪـاڻ پري.

(١٣)
وَرُ وِسَري تہ ڪوهہ، پر وَرُ نہ وِسرِئوسِ،
ڪـو چُونـدو ڪـڏهين، تہ اڱڻ اوندا هوس.

(١٤)
پاٽيهاري سِرِ ٻَهَڙو، جر تي پکي جِئن،
اسان سَڄَڻُ تِئن، رهيو آهي روح ۾.

(١٥)

اسين تِئان آئيون، جت ڳُونبو ناهہِ،
وَڃهون جي وِياهہ، تہ پُڻِ مٿهون لوئيون.

(١٦)

پنجين ڊرمين ڊرم، ڪيڄي ڪِي سَڄٹين،
تہ پُڻِ توهين ڪِتئو، جي سو سرُءِ ڪم.

(١٧)

جي مون سَڏَ ڪِئا، پنيوران ڀَهار تي،
جي سي پِريءَ سُئا، تہ هوند نہ وِئا نِڪَرِي.

(١٨)

وَرُ سا سيجي ويڙِ، جتي سڄڻ هيڪَلو،
سو ماڳوئي ڦير، جتي ڪوڙِ ڪُماڙُوئين.

(١٩)

جي تجريدا نِڱئا، پينا ۾ تفريد،
ڪِنين ڪڏهين ٿئي، هِنين ڏِياڙي عيد.

(٢٠)

پنيوران ڀہ ٿوڪ، ڪه نہ نئا پاڻ سين،
سِڪِڻُ سُپيرِيَنِ سين، ٻئو لاڳاپوسين لوڪ.

(٢١)

وِنگا وَرَ پاڳِنِ، گهور اَبَتِي گهوٽين،
سينگِڙين يَرُ ڏِئو، وئا ڪَچُ چرنِ.

(٢٢)

نِيهُ نيابي نہ ٿِئي، سَڏَين سيڻَ نہ هُوَنِ،
ڪَارين راتين رت ڦڙا، جان جان نيڻ نہ رُوَنِ.

(۲۳)
پِيرِين پاڻُ وڃاءِ، پاڻ وڃائي هو لَهَ،
ٿُها ڏار نہ سُپَرين، مَهُ مَنجهين پاءِ.

(۲۴)
مجازي مَ مِٽَ ڪر، اڪيون اِيَ مَ ڦير،
هارِيَ حقيقتن جي، پڇي ٿيين نہ پير.

(۲۵)
اي مجازي ماءِ، جي تو پائيا سُپَرين،
هاري حقيقي پرِي، ڪڇو ڪوهُ ٽِئامِ.

(۲٦)
هي ڪَنَ ڳاڌهان وِڪَڻِي، ڪن ڪي ٻِئا ڳنيج،
سندي پريان ڳالڙي، تِنين سين سٽيج.

(۲۷)
ڪرها ڪامڻا، جَرُ اَلِئو ڇو نہ پِيو ء،
مون آن گهٽو سِڪارِئو، وَسا لذو نہ هوءِ.

(۲۸)
مُنڌَ مَ مَنَهِ ويهہ، اَپِي اوسَڙَڪِ اُسَ ۾،
تو سيئي سيڻ ڪِئا، ڏور جِنين جو ڏيهہِ.

(۲۹)
جي لياڪا لوڪ ڏون، جان جان سي نہ لِتاءِ،
تان تان تئي نہ ماءِ، پورو پَسَڻُ پِريَ سين.

(۳۰)
امڙ ڪُوءِ گهروءِ، مُنهان ساڻَڙو وڃي نِڳئو،
هنيڙو ڏيئي وَٽِ جِئن، مون جِئن تا نہ ٻَروءِ.

(٣١)
چـوريَ پـاھَتَ ڳَجَھہ سين، ٻَڌَرِ ناھہ اَرَٿَ،
پـيرين پـاڻ لـڪائـين، تِـھان پوءِ وَٿَ.

(٣٢)
سِـڪان جـي نـہ سُٽين، پارايا پريءَ جا،
سي ساٽي نـہ ٻَجَھٽا، جي تِـنين ڪي ڏين.

(٣٣)
ڳالِ اُو هيڪَڙي، جا مـون ڪـالَ ڪِـئي،
پـينر ڪـمِ پُـڪَتِـئو، ٿـيندي تـان نـہ ٻئي.

(٣٤)
ٿُـند مَ ٿـاءِ ڪَـٿاءِ، ٻوڏ چوني جِيَ چَوُ،
جي ڀائين پِريَ مڙان، تہ ڏوهنُون ڳُنَ پاءِ.

(٣٥)
فـڪـر ڪـر ڦـڙَڪِـبين، ورَ وِنـڱائي پـاءِ،
جـا تون اندر ڪاءِ، سا معلوم محبوب کي.

(٣٦)
ڪاٽياريون ڪِيَ ڪَنِ، عمر اڃا ڪَـپڙا؟
جِني جا ٿَـرَنِ ۾، ورَ ٿـا ويـڻ سَـھَنِ.

(٣٧)
متارڪـا ڳَيرُو، گَـرَٽَ نـہ ٻڌنِ گوڏ،
آئـيا اَگـڻِ هوڏِ، سِرُ ڏِئو سَرو پئن.

(٣٨)
جا تو گهيڙي گهٽ، ماڪَرِيازِي مَچَڙا،
اَنَ ڪنديءَ ڪَدي ڪيتَرا، نيئي پچاڙئا پَٽ.

(۳۹)

ڏورا پَسي ڏورِ، جي وِئين وِهَرو ڪري،
ماڪَرِيا ڙي مَچِڙا، هُندَ نہ وِڏين هور.

(۴۰)

(۱) ڪنز قدوري ڪافيا، جي پڙهي پروڙئين سَبُ،
تہ ڪَرَ منڊي ماڪوڙي، ڪوهہ ۾ پيئي ڪچي اَبُ

(۴۱)

جيڪي گهران مَ وَڃُ، جيڪي موٽُ مَ سوهٽي
هيڪَڙيائي هَٿِ ڪَرِ، ٻُيون پيري پَجُ.

(۴۲)

سوئي هيڏاهہ، سوئي هوڏاهہ، سوئي مَنِ وَسي،
تِنهين سندي سوجهري، سوئي سو پسي.

(۴۳)

جي پُڇَا، سي نہ مُنجهَٽا، جي پڇن سي وِيرَ،
جو لَڪَڻُ منج ماڙوئين، سومڪَڻُ منج ڪير.

(۴۴)

ڇاڇَرِ ڇُڳيرَنِ، گهورَ نہ اڇي گهاتوئين،
آڪيون اُنين سَندَيون، ڪَڏا ڪرون پڇن.

(۴۵)

هنج تتهين هوءِ، اُوني ۾ اوڙاهہ جو،
اِيُ ڪانيرو ڪوءِ، جو ڇاڇَرِ ۾ چيرون ڪري.

---

(۱) هي بيت مضمون، سٽا ۽ تسلسل جي لحاظ کان قاضي قاضن جو معلوم ٿئي ٿو. البت قاضي قاضن جي بيتن ۾ نہ ڏنو ويو آهي.

(۴٦)

جي اُتَرَ جي لاهَ، سڄڻ سَڀَ پَرِڪِئا،
ري پاڇي ڪَتئي، سُيَرُ ٻري نہ ٻاهہ.

(۴۷)

قرب ۾ ڪِبرياءَ، ماءِ ملاقي نہ ٿئي،
صوفيءَ جو صلح ۾، پورو اِيُ پِرياءُ.

(۴۸)

سَڄَڻُ جان سَهَو، تہ ڪر روح رِچَنديُون،
سندو ڪاٺ ڪَهَو، ٻَتوئي ٻَرُ سهي.

(۴۹)

ٻَرِ ۾ ٻَچِي ٻِرِيءَ ڪي، ٻَسَجي ٻَرَڏيهہ،
جِتي ساڄَنُ سُڄي، ساهہ ڪي سو سا ڙيهہُ.

(۵۰)

سَڏَ نہ سلامي ٿئا، وَهِيءَ نہ وَرئا جي
هاٺي تِنين ڪي، ناهہِ ماڳُ مليرِ ۾.

(۵۱)

پاٺيءَ اُتي جهوپَڙا، مورڪَ اُڄَ مرن،
دانهون ڪنِ مُنَنِ جئن، دَمُ تہ سڄاٺن.

(۵۲)

سوئي صلح سَڄَٹين، سوئي ڦوڙائونِ،
والله خيرالماڪرين، اِيُ هِيُ ميڙائون.

(۵۳)

ڪاڪ وَٺنِ ساڻ، اوٺيين نہ اوريڳي،
جي ڳَڻَ هُوَنِ ڳهٺا، تہ ٻہ راٺا توءِ رَئندا وِئا.

(۵۴)

جاڳي جاڳي سسئي، جان هيجا هَتَ وِڃاءِ،
تان سجي سيج پِريءَ ري، پُنو پَتَرِ ناهه،
نڪرندي چِئاءِ، گهوڙا گهرِ نہ سپرين.

(۵۵)

مورِڪَ مورِ نہ ٻُجَهٽا، هيڏا هوڏا ڪَنِ،
ڪَتَرُ جن اکين ۾، سي ڪِيَ پِرِي مِڙَنِ.

(۵٦)

ساڪِئو سائي ڪَنِ، سُپَريان جي ڳالڙي،
هيڪَڙائي سڪئا، ٻي نہ اُجهي تَنِ.

(۵۷)

پنندي پرين سين، ويلا ڪندي وَتُ،
ڪو پائيندءُ مانيون، ڪو پائيندءِ پَت و.

(۵۸)

ڏوهہ نہ ڏَمَرِئوءِ، ڏِنوءِ جي ڏاتار موهہ،
ماٺڪين هَتَ پيري، پاٺا آڏو اَسَرِئوءِ.

(۵۹)

متو واهڻ ڪُنَ ڪري، سنبويين ساڄَ،
پِرِي نہ پِئا پَنَ ۾، مون پائيندي واجَهہ.

(٦۰)

صورت ليکي هت، معنيٰ ليکي مارويُن
عمر مون جي چت، اوطاقون ٿرن ۾.

(٦١)
جُوري اَتي جَنِ، داغ تُهجو داسڙا
تون ڪِئن متا تَنِ، چنيسر چت ڪئين؟

(٦٢)
ڪلاچيِ ڪُنا، موتي ڪونہ آئيو،
ڪِنين رِڃ وِچائيا، ڪنين توبهہ تاءِ.

(٦٣)
ڪُن ڪلاچي پار، سَڏُ نہ سُجي ساتين،
گهاتوئين سندا مَڪَڙا، ڪي تڙِپي نهار.

(٦٤)
ڳوريءَ ٻي نہ تاتِ، مِهار ئي مَنَ ۾،
جو پَنُ پيئي راتِ، تہ هو سائِر هوءَ سوهٽي.

(٦٥)
هوتُ نہ ڏنائون، ڏوهُ نہ ڏيان جيڏيين،
متي ڪري هَتَڙا، مون جِئُنَ رتائون.

(٦٦)
مجاڪِئا مُهانِ، ڪلين متي ڪِيترا،
سَپَڙُ چام سيٽانِ، ويهي رات وِرُوهيو.

(٦٧)
ڪِہ سَرَ سندا هَنجَڙا، ڪتي تا لَمَنِ،
ٻجا مانَ پون، مَنَ اَڏامن مَن ۾.

(٦٨)
آيل، سوهٽو رَڏُ، سوهٽي ڪامَ وِسَهي،
ستي هُئڙا گڏ، جان جاڳان تان ناهِ پِري.

(٦٩)

ڏيهہَ ڏِهائين ناهہِ، جتي پير نہ پکئا،
تتي ڪاهوڙيان، وَرَ ڏيئي وَڻَ چوندِيا.

(٧٠)

مون پريان جا پکَڙا، تِها پَري ٿئا.

(٧١)

پائيون جان نہ ڪِجَنِ، روئي ڌوئي اکَڙيون،
جَرَ ڪَجَرَ جن اکين ۾، سي ڪِئَنَ پِرِيَ پَسَنِ.

(٧٢)

(١) لا مَ لوڏي ڪَڍِ، الامَ لاهِ لِکَ سين،
جو مظهر سندو ماڙوئين، تہِ کي ڪرين وَڍِ

(٧٣)

سائر ڏي نہ لَتَ، اوچي نيچي سپ ڪِنهِن،
نابودي نہ ٿئي، اِي ناديدي جِهَتَ.

(٧٤)

ڪاجا پَرِ پِرينِ، نہ سا ٻُڌي نہ سُئي،
متيون سَپِ مُنجهن، اِهي ڏِٺي قضيي.

(٧٥)

پاڻَ ٿي سلطانُ، پاڻ ٿي ڏي سَنيهڙا،
پاڻَ ڪَرَ پاڻَ لَهي، پاڻ سُڃاڻي پاڻُ.

(٧٦)

اسين سِڪَهُون جن کي، سي تا اسين پاڻَ،
هاڻي وَجُ گمانَ، صحيح سڃاڻا سَپَرين.

(١) اِڪتي هلي هي بيت ٻيو پيرو بہ آيو آهي.

(٧٧)

* تـوڪي تـوڙائـين، لا سـين لاتـائـون،
اچـا پـڻ آئـون، واريـو وجـهين وچ ۾.

(٧٨)

جِه سَرَ سندو نُورُ، جيلاهه سو سونهون ٿئي.
تـيلاهـ لَـيَـنِ سَپَرين، ڳالِ لهجي مُورَ.

(٧٩)

آهـي اُهـجائـُو، پيرُ پريان جو جيڏيون،
جِنين سـاجائـُو، تِنين تان بـ پَرَوڙئو.

(٨٠)

سَجَڻُ ساعت هِيڪَڙي، جي تِيَنِ اڪيئون ڌارَ،
تـ ڪَـرَ سَـبَ چمارَ، ڏنوسين نـ ڪـڏهين.

(٨١)

هنيون نـ حـاضُرُ جِنِ، پِري نـ اڪَڙِيَن ۾،
ٺَـلها ڍِنـڍا سـڪـٿا، هِيئين جاڙ جين.

(٨٢)

انـهيءَ ۾ آهي، جي تون پائين جهوپِڙا،
تاڙي جي لاهي، تـ چارو لوڪَ ٿِئي.

(٨٣)

مُـهُ ڪَرِ منجاران، ٻَهَرِ ڍونڍِ مَ ڍورَ جِئَنُ،
اُڪَـرِي آرارا، ڪـنـڍِيَ پَـچَـڻَ ڏاڪَڙا.

---

* بيت٧٦ ۽ ٧٧ جو ترجمو بزرگن جي قديم تذڪره گلزار ابرار ۾ ذڪر آهي، ۽ انهن کي قاضي قاضن جا بيت ڪري ڏيکاريو ويو آهي. انهيءَ ڪري هي بـ بيت قاضي قاضن جا سمجهڻ گهرجن.

(٨٤)

تون ڏانءُ، توتي ڏانءُ، هي پاڻ اُتي مڱڻو،
اهو پارين اَسئو، ڪو ڇئي وڃائي پاڻُ.

(٨٥)

جهوريرا جُهٽڪَن، متي ميين مڱڻا،
سَپَڙَ راتِ سگهِڻا، ڏکيا ڏينه ڏسن،
گهَرِ تا گهوٽ وڃن، چندا لٿي چارٺين.

(٨٦)

تان ڪي ٻوري چِلُ، جان لاڙائو سڄ ٿئو،
هاڙهي ڏاري هَلُ، وڃي هوتن جو ٿئو.

(٨٧)

مجازي موهي، ڪڏهن ويندءِ نِڪري،
اکَڙيون توهي، مَچَڻُ وِهين وِسَهي.

(٨٨)

ويساهہ وارن لنگهئو، اَويساهن تار،
ملو وڃي ڪُنَ ڪَرَ، تون ڪُنِرَ ڪوڏِ نهار.

(٨٩)

چارَئي پلوءَ چڪَ ۾، اديون مُون آهين،
پانئڻ جي پائيَنِ، سي ترڪَنِ تڪَڙي.

(٩٠)

مون ڏورائين لڪئا، تہ هي گهاتوئين وياءُ.

* هن بيت جي ٻي سٽ (سٽون) ملي نہ سگهي آهي.

* هن هيت جي ٻي سٽ (سٽون) ملي نہ سگهي آهي.

(٩١)

خرقان خوش ڪري، اچي ويٺاسون،
جائين ڏني حسن کي، تائين ڏيندهين مون.

(٩٢)

اِيَ ڪچائي منج تو، جو تو ڀائيو ڪَچُ،
جيڪي سندو سَڄڻين، سو سيوئي سَچُ.

* * *

# قاضي قاضن جا بيت

(۱)
سَجَڻَ منج هُئامِ، مون اتي وٺا اوٺيا،
هيڏانه هوڏانه هَنَرا، هُنئين جاڙَ وِڏامِ.

(۲)
ڪَنزَ قُدوري ڪافئا، ڪِ ڪين پڙهئومِ،
سو پارئي پئوڪو، جِئان پِرِي لڌومِ.

(۳)
لوڪان نَحوَ صرف، مون مطالعو سپَرين،
سوئي پڙهئو سوئي پڙهان، سوئي سو حرف.

(۴)
سيئي سيل تئامِ، پَڙئامِ جي پاٺان،
اڪر اڳيان اَيِرِي، واڳون تي ورئامِ.

(۵)
سائر ڏيئي لت، اوچي نيچي پوڙئي،
هيڪائين هيڪُ تئو، ويئي سپ جِهَت.

(۶)
"لا" لاهيندي ڪن ڪي، "لا" موراهين ناهه،
"بـلا" ري پريا ڪِٿِ نـه ڏسي ڪو پئو.

(۷)
جوڳيءَ جا ڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تِهان پوءِ تئوسِ، سندي پريان پيچري.

نوٽ: شاهه ڪريم جي بيتن مان بيت نمبر ۴۰، ۷٦ ۽ ۷۷ بہ قاضي قاضن جا معلوم ٿين ٿا. انهيءَ لحاظ کان بيان العارفين ۾ قاضي قاضن جا ڏهہ بيت آيل آهن.

# ٻين شاعرن جا بيت

(١)

ڦِٽيون ڪَرِ ڦَڙَڪيون، وَرَ ونگائي پاءِ،
جا تن اندر ڪاءِ، سا معلوم محبوب کي.

(٢)

ڪارين ڪَنين ڪَڪَرَا، ڪَرَهَ ولاڙ وڃن،
ويلو ڪن نه وچ ۾، نه اوڳار پچن.

(٣)

چندن چور ڪريندي، رَتو مُنه ڪُهاڙَ،
سَڄَڻ ڏڄڻ نه ٿيي، جي رسي سَوُ وارَ،
پَروڙِئو پراڙَ، ته ڪرهيندي قرب ٿيي.

(٤)

وائي وچيم شالَ، ۾ ڪنين سين ڪيمَ سٽان،
جي يلو ڪري يالَ، ته اکين سين انڌو ٿئان.

(٥)

اکڙيون ملير ۾، جنين راتو ڏينه،
عمر آسائن سين، هاٿي ڪندي ڪِيءُ.

(٦)

چارئي پلوءَ چڪَ ۾، پڇي پارِيَرَ وٹ،
اِن اهڙي احتياط سين، ڦٽ پچاٽا ڦٽِ.

●●●

# ڪم آندل ڪتاب

نوٽ:- بيان العارفين جي قلمي ۽ ڇاپي نسخن ۽ شاهه ڪريم جي ڪلام متعلق ڇپيل ڪتابن جو تعارف اڳ ۾ اچي چڪو آهي. انهن کان سواءِ ٻيا ڪيترا ڪتاب خاص طرح سان هيٺيان سامهون رهيا:


١- شاهه جو رسالو: ڊاڪٽر گربخشاڻي، ٣ جلد (سال ١٩٢٣, ١٩٢٤ ۽ ١٩٣١ع)

٢- لطف اللطيف: مولانا دين محمد وفائي، ڪراچي، ١٩٥١ع

٣- پيغام لطيف: جي- ايم- سيد، اداره انسانيت حيدرآباد.

٤- تاريخ معصومي (سنڌي ترجمو): سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٣ع

٥- تحفةالڪرام (سنڌي ترجمو): سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٧ع

٦- چچ نامه (سنڌي ترجمو): سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٤ع

٧- جنة السنڌ: مير رحيمداد خان مولائي شيدائي، ١٩٥٧ع

٨- سنڌي ادب جو تاريخي جائزو: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ١٩٧٤ع

٩- لغات قديمي: مرزا قليچ بيگ، ١٩٢٤ع

١٠- تحقيق لغات سنڌي: ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، ١٩٥٥ع

١١- غياث اللغات: مولوي غياث الدين، ١٩٤١ع

١٢- فصوص الحڪم (اردو ترجمو): محي الدين ابن عربي، ڪراچي، ١٩٦٨ع

١٣- ملفوظات رومي (اردو ترجمو فيه ما فيه): ١٩٥٦ع

١٤- مثنوي مولانا روم (اردو ترجمه سان)، لاهور

١٥- آداب المريدين (اردو ترجمو): ابو نجيب عبدالقاهر سهروردي

١٦- ڪشف المحجوب (اردو ترجمو): مخدوم علي هجويري داتا گنج بخش، فيروز سنز، لاهور، ١٩٧٢ع

١٧- لطائف لطيفي (فارسي): مير عبدالحسين سانگي، ١٩٦٧ع

١٨- هندستاني- انگلش ڊڪشنري: جي- ٽي پليٽس، ١٩٨٣ع

١٩- ڪاشف الغموض: آخوند فتح محمد، ١٨٨٨ع

## اداري جا وڪري لاءِ موجود ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1- | مکڙيون ماڪ ڦڙا | مير محمد پيرزادو | 20/= |
| 2- | مٽيءَ هاڻا ماڻهو | عبدالواحد آريسر | |
| 3- | ماڻهو ميگهه ملهار | عبدالواحد آريسر | 15/= |
| 4- | تاريخ مون کي بيڏوهي قرار ڏيندي | فيڊل ڪاسترو | 25/= |
| 5- | عظيم انقلابي عورتون | سنڌيڪار: تاج جويو | 20/= |
| 6- | ڦاسيءَ جي ڇانوَ ۾ | جولس فوچڪ | 25/= |
| 7- | پاڪستان ۾ قومي سوال | امداد چانڊيو | 25/= |
| 8- | فلسفي جو ابتدائي ڪورس | سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو | 50/= |
| 9- | ترقيءَ جو غير سرمائيداراڻو رستو | لعل چارڻ | 12/= |
| 10- | سوشلزم ماضي، حال، مستقبل | سنڌيڪار: امداد چانڊيو | 10/= |
| 11- | سوويت جمهوريت اصول ۽ عمل | چرننڪو | 15/= |
| 12- | چٽاڪانگ جا عظيم انقلابي | ڪلپنا دت / سرواڻ | 22/= |
| 13- | چي گويرا جي ڊائري | سنڌيڪار: يوسف سنڌي | 50/= |
| 14- | مظلوم قومن جو مستقبل | جام ساقي | 25/= |
| 15- | انقلاب جي واٽ | ابو جبران | 30/= |
| 16- | بين الاقوامي انقلاب جو راهه عمل | سنڌيڪار: رشيد ڀٽي | 32/= |
| 17- | ويتنامي ڪهاڻيون | رسول بخش پليجو | 25/= |
| 18- | لينن جي انقلابي ڪهاڻي | نجم عباسي | 40/= |
| 19- | سنڌ جي بمبئي کان آزادي | جي. ايم. سيد | 27/= |
| 20- | پريستروئيڪا | ميخائيل گورباچوف/ گهنشام پرڪاش | 80/= |
| 21- | تاريخ اسان سان انصاف ڪندي | گل محمد جکراڻي | 20/= |
| 22- | فڪر جي آزادي | سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو | 80/= |
| 23- | نئين سنڌ لاءِ جدوجهد | جي.ايم. سيد | 62/= |
| 24- | پيءُ جا ڌيءَ ڏي خط | جواهر لعل نهرو / پرويز | 25/= |
| 25- | بغاوت | خليل جبران / يوسف سنڌي | 20/= |
| 26- | چار گهڙيون چين ۾ | احمد علي رند | 27/= |
| 27- | ڏونگر منجهه ڏيئو | بورس پوليوائي / پرويز | 80/= |
| 28- | شاهه، سچل، سامي | محمد ابراهيم جويو | 35/= |
| 29- | منهنجي ڪهاڻي | جواهر لعل نهرو | 88/= |
| 30- | غدار | ڪرشن چندر / ولي رام ولڀ | 25/= |
| 31- | اسان زنده رهنداسين | ليليٰ خالد / زيب سنڌي | 35/= |
| 32- | عورت ۽ قومي آزاديءَ جا انقلاب | آزاد قاضي | 32/= |
| 33- | ماءُ (مڪمل) | ميڪسم گورڪي / گوبند مالهي | 50/= |
| 34- | بک، عشق ۽ ادب | موهن ڪلپنا | 65/= |
| 35- | ڪنوار جي سيج | خليل جبران / زيب سنڌي | 20/= |
| 36- | ڌرتي دين ڌرم | ابراهيم منشي | 42/= |
| 37- | موت ۽ زندگي | خليل جبران / گل محمد | 20/= |
| 38- | حويليءَ جا راز | ماڻڪ | 45/= |
| 39- | سنڌ ڪهاڻي | ڪيول ملڪاڻي / تاج جويو | 80/= |
| 40- | ساهه مٺ ۾ | ماڻڪ | 45/= |
| 41- | ڏوهاري | خليل جبران / يوسف سنڌي | 20/= |
| 42- | خليل جبران جي جيون ڪٿا | سنڌيڪار: زيب سنڌي | 20/= |

| | | |
|---|---|---|
| 43- گوندر ويندا گذري | ابراهيم منشي | 60/= |
| 44- دل جي دنيا | امر جليل | 40/= |
| 45- ٽي ناوليٽ | مانڪ | 45/= |
| 46- شاهه جو رسالو (مڪمل) | ڪلياڻ آڏواڻي | 150/= |
| 47- نسيم کرل جون ڪهاڻيون | نسيم کرل | 80/= |
| 48- پاڻ پر وينا آهيون | نجم عباسي | 55/= |
| 49- شاهه جا سرمور | منوهر مٽلاڻي | 80/= |
| 50- درد جو درياهه | موهن ڪلپنا | 55/= |
| 51- دوستي | افلاطون / ڊاڪٽر گل | 55/= |
| 52- زندگي زندگي | استاد بخاري | 60/= |
| 53- پڪوٽ - گيتا هڪ اڀياس | سنڌيڪار: ولي رام ولڀ | 51/= |
| 54- نه ڪم نبريو - نه غم نبريو | استاد بخاري | 90/= |
| 55- ڏاريو | البير ڪاميو / ولي رام ولڀ | 65/= |
| 56- شاهه جو رسالو | غلام محمد شاهوآڻي | 250/= |
| 57- سنڌي نثر جي تاريخ | منگهارام ملڪاڻي | 80/= |
| 58- نيڻ مهٽ خيال جاڳيا | تاج جويو | 60/= |
| 59- پرين پکهَ چوڙيا | شهيد الله قيصر / غلام نبي ناشاد | 60/= |
| 60- سنڌباد جو سفر | علي بابا | 45/= |
| 61- مقدمه لطيفي | هوتچند مولچند گربخشاني | 30/= |
| 62- سنڌي ادب جي مختصر تاريخ | عبدالجبار جوڻيجو | 65/= |
| 63- شاهه جو رسالو | هوتچند مولچند گربخشاڻي | 225/= |
| 64- پاڇا پوئين پهر جا | انور بلوچ | 50/= |
| 65- ولولو ۽ ووڪ | استاد بخاري | 60/= |
| 66- رسالو سچل سرمست (سنڌي ڪلام) | عثمان علي انصاري | 150/= |
| 67- سمنڊ جاڳي ٿو | ادل سومرو | 70/= |
| 68- سودائي | خليل جبران/ گل محمد | 20/= |
| 69- مرشد جو پيغام | خليل جبران/ مسعود جمالي | 20/= |
| 70- غلامي | خليل جبران / عطاءالله ابڙو | 20/= |
| 71- منهنجون ڪهاڻيون | علي بابا | 150/= |
| 72- شاهه جو رسالو (الف ب وار) | ڊاڪٽر محمد عالم سومرو | 250/= |
| 73- ميلا ملهالا | اُستاد بُخاري | 75/= |
| 74- شاهه لطيف جي شاعري | تنوير عباسي | 120/= |
| 75- سيتا هرڻ | قُرة العين حيدر/ولي رام ولڀ | 75/= |
| 76- شاهه ڪريم جو ڪلام | ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 80/= |

گهرائڻ لاءِ لکو: روشني پبليڪيشن
پي- او ڪنڊيارو
فون: 697

اسان جو بلند پايہ اديب، محقق، نقاد ۽ لسانيات جو ڄاڻو، تعليمي ماهر، استاد محترم ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي 17- آڪٽوبر 1931ع تي ڳوٺ ماڙي (ضلعو شڪارپور) ۾ تولد ٿيو. پاڻ قديم ۽ جديد ادب خاص طرح سان شاهہ لطيف، سچل، بيدل ۽ سامي کان سواءِ مختلف مذهبن ۽ فلسفيانہ نظرين جو ڳوڙهو مطالعو ڪري مقالا ۽ ڪتاب لکيا اٿن. پاڻ درسي ڪتابن لکڻ ۾ پڻ مهارت رکن ٿا. سندس لکيل درسي ڪتاب سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ، علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي، اسلام آباد ۽ ٻين ادارن طرفان ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن؛ ۽ درسي ڪتابن طور اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ پڙهيا ۽ پڙهايا وڃن ٿا.

پاڻ صاحب با اخلاق، باڪردار ۽ مخلص انسان طور ڄاتا سڃاتا وڃن ٿا. پڙهڻ ۽ پڙهائڻ سندن مشغلو آهي. پاڻ شاگردن لاءِ نهايت شفيق ۽ مهربان استاد آهن. سندن علمي لياقتون بيشمار آهن مثلاً، ايم.اي سنڌي، ايم.اي ثقافت اسلامي، ايم.اي مذاهب عالم جو تقابلي مطالعو، ايل.ايل.بي ۽ پي.ايڇ.ڊي. پاڻ ابتدا ۾ اسلاميہ ڪاليج سکر ۾ ليڪچرر مقرر ٿيا، پروفيسر رهيا ۽ مختلف ڪاليجن ۾ پرنسپل جا فرائض پڻ سر انجام ڏنائون. آخر 1990ع ۾ گورنمينٽ ڪامرس ڪاليج ۽ آرٽس ڪاليج جي پرنسپل واري عهدي تان رٽائر ڪيائون. هاڻ شاهہ لطيف يونيورسٽي خيرپور طرفان ايم.فل ۽ پي.ايڇ.ڊي جي شاگردن لاءِ نگران آهن، اُن سان گڏوگڏ سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري طرفان سنڌي انسائيڪلوپيڊيا جي رٿا لاءِ ڊائريڪٽر آهن.

سندن ڇهيل بيشمار ڪتابن مان قابلِ ذڪر آهن: سنڌي ٻوليءَ ۾ نعتيہ شاعري، تفسير هاشمي (مقدمہ، حواشي ۽ سنڌي نثر ۾ ترجمو)، قوت العاشقين، تذڪره شعراءِ سکر، جوتيون جواهرن جون (سنڌي ڪافيءَ بابت)، لطيف جو پيغام، لطيفي لات، سچل جو سنيهو، فڪر بيدل، سنڌ جي تاريخ جا وکريل ورق (تاريخ)، سنڌي ادب جو تاريخي جائزو، سنڌي ادب جي تاريخ، مائڪ موتي لعل (تنقيد)، پرک ۽ پروڙ (تنقيد)، شڪارپور جي ٻولي، سنڌي ثقافت تي اسلامي اثرات، تذڪره شهباز، ڪلام بشير، شڪارپور - ماضي حال، لاڙڪاڻو ساهہ سيباڻو ۽ ٻيا.

اردو ڪتاب: پاکستانی لسانیات، سندھی ادب کی مختصر تاریخ، پاکستان میں صوفیانہ تحریکیں ۽ سوانح سید عثمان قلندر شهباز.

بدر ڏامراهو

A ROSHNI BOOK

Literature

Pakistan Rs. 90.00

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اھڙيءَ طرح پڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڀِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، بَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آھي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ ھِڪِبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏھن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنھن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي ٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونڻ ونڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)